# The Teaching of Mother-Tongue

# تعليم مادري زبان

**FOR B. ED., S. V., C. T., J. V.**

# Examinations


مؤلف

**رحيم بخش ميمڻ**

بي. اي.، ايس. ٽي. سي.، بي. ٽي.، ڊپلوما مانٽيسوري
مانٽيسوري ايڪسپرٽ سنڌ

ڊپٽي سيڪريٽري - سنڌ ايجوڪيشن ڊپارٽمينٽ


قيمت 35/-


ڇپائيندڙ:-

**آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس**

پبليشرس، بڪسيلرس، شاهي بازار، حيدرآباد سنڌ

فون نمبر: ٢٧١٨

# تعليم مادري زبان


مؤلف

**رحيم بخش ميمڻ**

بي. اي.، ايس. ٽي. سي.، بي. ٽي.، ڊپلوما مانٽيسوري

مانٽيسوري ايڪسپرٽ سنڌ



ستون　　　　١٩٧١ع　　　　جلد ١٠٠٠

قيمت -/35





ڇپائيندڙ :-

**آر- ايچ- احمد اينڊ برادرس**

پبليشرس، بڪسيلرس، شاهي بازار، حيدرآباد سنڌ

فون نمبر: ٢٧١٨

تقديم

هي تحفو

سنڌي زبان

جي

بهترين دوست ۽ خادم

**شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽه**

ايم. اي (بمبئي) پي. ايڇ. ڊي (ڪيمبرج)

جي خدمت اقدس ۾

عرض رکان ٿو

**مؤلف**


ڇپيندڙ:-

**مطيع الرحمان صديقي**

سوسائٽي، رسالا روڊ، حيدرآباد سنڌ

ڇپائيندڙ:-

**حاجي احمد (آر. ايڇ. احمد ائنڊ برادرس**

شاهي بازار حيدرآباد سنڌ

# فهرست مضامين

| مضمون | صفحو |
| --- | --- |
| **شروعات** | |
| فهرست | الف |
| ديباچو | ج |
| پيش لفظ | هه |
| **١. باب - تمهيد** | |
| ١-اسان جي مادري زبان جي اجوڪي حالت | ١٣ |
| ٢- ان جا علاج | ١٧ |
| **٢. باب - مادري زبان جي تعليم** | |
| ١- مقصد | ٢٠ |
| ٢- ٻوليءَ سيکارڻ جا مختلف طريقا | ٢٣ |
| ٣- مادري زبان جو ٻين نصابي ڪمن سان تعلق | ٣٤ |
| **٣. باب - ڳالهائڻ** | |
| ١- زباني ڪم | ٤٠ |
| ٢- آواز ۽ اچار جي تربيت | ٤٩ |
| ٣- صحيح تلفظ ۽ وزن لفظن جون يادداشتون | ٥٤ |
| **٤. باب - پڙهڻ** | |
| ١- پڙهڻ جا مختلف طريقا | ٦٥ |
| ٢- درسي ڪتاب ۽ ان جو صحيح استعمال | ٨٢ |
| ٣- نثر پڙهائڻ- پهريون درجو- وچان درجا ۽ مٿيان درجا | ٨٦ |
| ٤- شعر سيکارڻ | ١٠٤ |
| **٥. باب - لکڻ** | |
| ١- اکر، مشق، صورتخطي، ۽ هجي | ١١٢ |
| ٢- مضمون نويسي ۽ ٻي تحرير (ڊائلاگ، خط آکاڻيون، بيان مضمون، (اختصار ۽ فقره نويسي) | ١٢٨ |
| ٣- مضمون نويسيءَ لاءِ موضوعن جون يادداشتون | ١٤٣ |
| **٦. باب - صرف و نحو (گرامر)** | |
| ١- گرامر جي ضرورت | ١٤٥ |
| ٢- گرامر ڪيئن سيکارجي | ١٤٧ |
| **٧. باب - راند روند جو طريقو** | |
| ١- مادري زبان ۾ ان جي ضرورت | ١٥١ |
| ٢- راند روند جا استعمال | ١٥٢ |
| ٣- تحريري استعمال | ١٥٧ |
| **٨. باب - سبق پڙهائڻ** | |
| ١- تياري، ان جي اهميت ۽ نمونا | ١٦١ |
| ٢- سبق جا نوٽ | ١٦٨ |
| الف — نثر | ١٦٩ |
| ب — نظم | ٢٠٣ |
| ج — گرامر | ٢٢٦ |
| د — مضمون | ٢٤٥ |
| هه — صورتخطي | ٢٥٠ |
| **٩. باب - مثالي سوال جواب** | ٢٥٢ |
| **١٠. باب - تربيتي ادارن لاءِ مقرر ڪيل نصاب** | ٢٥٦ |

# ديباچو

موجوده وقت ۾ جڏهن اسين پنهنجي زبان جي زياده ۾ زياده اشاعت لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهيون، تڏهن بلڪل ضروري آهي، تہ اسين ان جي تعليم جو ڪم صحيح ۽ عملي اصولن تي هلايون. سنڌي زبان ۾ هن وقت ڪوبہ اهڙو ڪتاب نظر ڪونہ ٿو اچي، جنهن ۾ جديد تعليمي طريقن ۽ اصولن جي مدنظر مادري زبان جي تعليم بابت ڪجهہ ذڪر ڪيل هجي. اها ضرورت محسوس ڪري، مون هي ڪتاب ”تعليم مادري زبان“ لکيو آهي، جو اميد تہ اها گهرج پوري ڪندو.

ڪتاب ۾ مادري زبان جي هر پهلوءَ تي، تعليم جي بنيادي اصولن ۽ ان جي جديد ترين طريقن، ۽ سنڌ جي ابتدائي اسڪولن ۾ برايل آزمودي جي روشنيءَ ۾ بحث ڪيو ويو آهي، ۽ ان جي سيکارڻ جو صحيح ۽ ڪارگر طريقو بيان ڪيو ويو آهي، ان کان سواءِ، انهن پهلوئن کي راند روند جي نموني ۾ سيکارڻ لاءِ عملي اشارا پڻ ڏنا ويا آهن. مروج عربي لفظن جي تلفظ متعلق غلط فهمي دور ڪرڻ خاطر، انهن جي درست تلفظ جون ياداشتون ڏنيون ويون آهن، جن جي آڌار تي ٻين هموزن لفظن جو صحيح اچار معلوم ڪرڻ بلڪل آسان ٿيندو. ان جي علاوه الف- بي جي ملاوت جون نئون مصري طريقو سيکاريو ويو آهي، جو اميد تہ سيکاريندڙن کي آسان معلوم ٿيندو. آزمائش خاطر هيءُ سڄو ڪتاب انهي طرز تي ڇپايو ويو آهي.

ڪتاب جي آخر ۾ زير تربيت استادن جي سهوليت لاءِ چند سبقن جا نوٽ ۽ مثالي سوال، جوابن سميت ڏنا ويا آهن. اميد تہ هيءُ ڪتاب نہ فقط انهن لاءِ ڪارگر ثابت ٿيندو، بلڪ غير تربيت يافتہ توڙي تربيت يافتہ استادن ۽ تعليم جي ڪم ۾ دلچسپي وٺندڙ اصحابن لاءِ پڻ رهبر ۽ مشعل راهہ ثابت ٿيندو.

آءٌ محترم شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽہ صاحب، ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ جي جو تهدل ٿورائتو آهيان، جنهن صاحب ”صحيح تلفظ“ واري باب ۾ سندس مختلف تقريرن مان جمع ڪيل ذخيري جي استعمال ڪرڻ جي مون

کي خوشيءَ سان اجازت ڏني، ۽ ان تي نظر ثاني ڪري، ٻين بہ ڪيترن مفيد مشورن سان مستفيض ڪيو، پاڻ هن ڪتاب تي "پيش لفظ" بہ لکي، مون کي نهايت ممنون ڪيو اٿن.

احقرالعباد

۱۱- فيبروري ۱۹۴۹ع — رحيم بخش ميمڻ

# ڇاپو ٻيو

"تعليم مادري زبان" جي پهرئين ڇاپي نڪتي پورو هڪ سال ٿي ويو آهي، انهيءَ ڪري هي ٻيو ڇاپو ڪن ضروري درستين ڪرڻ بعد ڇپائجي ٿو. اميد تہ ڪتاب پنهنجي مقصد ۾ زيادہ ڪامياب ٿيندو رهندو ۽ تعليم سان دلچسپي رکندڙن جي امداد ڪندو رهندو.

۱۱- فيبروري ۱۹۵۰ع — رحيم بخش ميمڻ

# پيش لفظ

عزيزم رحيم بخش ميمڻ، تعليمي ۽ نفسياتي اصول ڌيان ۾ ڌري، اسان جي سنڌي مادري زبان ۾ صحيح نموني ۾، سيکارڻ لاءِ هيءُ ڪتاب تاليف ڪري، شاگردن توڙي استادن کي منت گذار ڪيو آهي. دعا آهي ته سندن پورهيو برصواب ٿئي، ۽ هي ڪتاب سنڌي زبان جي سيکاريندڙن لاءِ سونهون بڻجي!

”صحيح تلفظ“ وارو باب هن بنده جي جدا جدا تقريرن تي مبني آهي، پر اڃا ان ۾ ڪي اوڻايون رهجي ويون آهن، جي اختصار سان هت بيان ڪجن ٿيون، ته ڪتاب حتي المقدور ڪامل ٿئي. اهي هي آهن: اگرچ مسٽر ميمڻ اهو اظهار ڪيو آهي، ته سنڌيءَ ۾ اڪثر عربيءَ جا مصدر ۽ اسم فاعل ۽ اسم مفعول ڪم ايندا آهن، پر پوين ٻن صيغن جو وستار نه ڪيو اٿس. عربيءَ ۾ جيڪي به اڪر فعل آهن، انهن جو فاعل، فاعل جي وزن تي ۽ مفعول (بشرطيڪ فعل متعدي هجي)، مفعول جي وزن تي ٺهندو آهي. مثلاً:

| مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| ١- قتل (ڪهڻ) | قاتل (ڪهندڙ) | مقتول (ڪٺل) |
| ٢- ذڪر (ياد ڪرڻ) | ذاڪر (ياد ڪندڙ) | مذڪور (ياد ڪيل) |
| ٣- ظلم (ڏاڍ ڪرڻ) | ظالم (ڏاڍ ڪندڙ) | مظلوم (ڏاڍ ڪيل) |

ليڪن چؤاڪرن ۽ پنج اڪرن فعلن جو اسم فاعل ۽ اسم مفعول جدا جدا وزنن تي ٺهندو آهي، انهن مان ڪن جو اسم فاعل، ته ڪن جو اسم مفعول ڪم ايندو آهي، ۽ عام طرح پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل انهن ۾ اشتباهه ڪندا آهن.

| ١. مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| تفعيل | مفعل | مفعل |
| ١- تعليم (سيکارڻ) | معلم (سيکاريندڙ) | معلم (سيکاريل) |

| مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| ٢- (عزت ڪرڻ) | معظم (تعظيم ڪندڙ) | معظم (تعظيم ڪيل) |
| ٣- تڪريم (مان ڏيڻ) | مڪرم (مان ڏيڻ) | مڪرم (مان ڏنل) |
| ٤- ترڪيب (ملائڻ) | مرڪب (ملائيندڙ) | مرڪب (ملايل) |
| ٥- تهذيب سڌارڻ | مهذب (سڌاريندڙ) | مهذب (سڌاريل) |
| | وغيره وغيره | |

| ٢. مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| مفاعلت | مفاعل | مفاعل |
| ١- مقابلت (دوبدو ٿيڻ) | مقابل (دوبدو ٿيندڙ) | هي وزن سنڌيءَ ۾ اڪثر ڪري ڪم نه ايندو آهي. |
| ٢- مراسلت (لکپڙه ڪرڻ) | مراسل (لکپڙه ڪندڙ) | |
| ٣- مناظرت (بحث ڪرڻ) | مناظر (بحث ڪندڙ) | |
| ٤- مطابقت (برابري ڪرڻ) | مطابق (برابري ڪندڙ) | |
| ٥- مخالفت (مخالفت ڪرڻ) | مخالف (برخلافي ڪندڙ) | |
| | وغيره وغيره | |

| ٣. مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| إفعال | مفعل | مفعل |
| ١- إڪرام (عزت ڏيڻ) | مڪرم (عزت ڏيندڙ) | مڪرم (عزت ڏنل) |
| ٢- إنعام (انعام ڏيڻ) | منعم (انعام ڏيندڙ) | منعم (انعام ڏنل) |
| ٣- إنڪار (نابري ڪرڻ) | منڪر (نابري ڪندڙ) | منڪر (نابري ڪيل) |
| ٤- إلزام (الزام لڳائڻ) | ملزم (الزام لڳائيندڙ) | ملزم (الزام لڳل) |
| | وغيره وغيره | |

| ۴. مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| تفعل | متفعل | متفعل |
| ١- تعجب (عجب ڪرڻ) | متعجب (عجب ڪندڙ) | هي وزن اڪثر ڪري سنڌيءَ ۾ ڪم نہ ايندو آهي. |
| ٢- تعصب (طرفداري ڪرڻ) | متعصب (طرفداري ڪندڙ) | |
| ٣- تحمل (ناهہ ڪرڻ) | متحمل (ناهہ ڪندڙ) | |
| ۴- تڪبر (هٺ ڪرڻ) | متڪبر (هٺ ڪندڙ) | |
| ٥- توڪل (ڀروسو ڪرڻ) | متوڪل (ڀروسو ڪندڙ) | |
| | وغيره وغيره | |

| ٥. مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| تفاعل | متفاعل | متفاعل |
| ١- تقارب (ويجهو ٿيڻ) | متقارب (ويجهو ٿيندڙ) | هي وزن اڪثر ڪري سنڌيءَ ۾ ڪم نہ ايندو آهي. |
| ٢- تناسب (نسبت رکڻ) | متناسب (نسبت رکندڙ) | |
| ٣- تدارڪ (تلافي ڪرڻ) | متدارڪ (تلافي ڪندڙ) | |
| ۴- تواتر (هڪٻئي پٺيان اچڻ) | متواتر (هڪٻئي پٺيان ايندڙ) | |
| ٥- توازن (وزن رکڻ) | متوازن (وزن رکندڙ) | |
| | وغيره وغيره | |

| ٦. مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| اِفتعال | مفتعل | مفتعل |
| ١- اِنتخاب (چونڊڻ) | منتخب (چونڊيندڙ) | منتخب (چونڊيل) |
| ٢- اِختصار (مختصر ڪرڻ) | مختصر (مختصر ڪندڙ) | مختصر (مختصر ڪيل) |
| ٣- اِنتظار (ترسڻ) | منتظر (ترسندڙ) | منتظر (ترسيل) |
| ۴- اِعتبار (ويسهہ ڪرڻ) | معتبر (ويساهہ ڪندڙ) | معتبر (ويساهيل) |
| ٥- اِمتياز (فرق ڪرڻ) | (غير مستعمل) | ممتاز (فرق ڪيل) |
| ٦- اِحتياج (ويجهو ٿيڻ) | ( 〃 ) | محتاج (وانجهو ٿيل) |

| | | |
|---|---|---|
| ٧- اِحتياط (احتياط ڪرڻ) | (غير مستعمل) | محتاط (احتياط ڪندڙ يا ڪيل) |
| ٨- اِختيار (چونڊڻ) | ( " ) | مختار (چونڊيل) |
| | وغيره وغيره | |

| ٧. مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| اِنفعال | منفعل | منفعل |

(هن ۾ فاعل صيغو، مفعول وانگر ڪم ايندو آهي.)

١- اِنحراف (ڦري وڃڻ) — منحرف (ڦري ويندڙ يا ويل)
٢- اِنفراد (اڪيلو رهڻ) — منفرد (اڪيلو رهندڙ يا رهيل)
٣- اِنقلاب (اُبتو ٿيڻ) — منقلب (ابتو ٿيندڙ يا ٿيل)
٤- اِنڪسار (ڀڃڻ) — منڪسر (ڀڄندڙ يا ڀڳل)
٥- اِنڪشاف (ڪلڻ) — منڪشف (کلندڙ يا کليل)

اگرچ بعضي منفعل جو صيغو پڻ ڪم ايندو آهي: جيئن ته: منحصر وغيره وغيره

| ٨. مصدر | فاعل | مفعول |
|---|---|---|
| اِستفعال | مستفعل | مستفعل |

١- اِستعداد (تياري ڪرڻ) — مستعد (تياري ڪندڙ)
٢- اِستقبال (اڳيان رهڻ) — مستقبل (اڳيان ايندڙ)
٣- اِستمرار (جاري رهڻ) — مستمر (جاري رهندڙ)
٤- اِستغفار (معافي وٺڻ) — مستغفر (معافي وٺندڙ)
٥- اِستقامت (سڌو رهڻ) — مستقيم (سڌو رهندڙ)

وغيره وغيره

هي صيغو به نادر شاذ ڪم ايندو آهي.

اهڙيءَ طرح اسم جمع جا صيغا به اڪثر ڪم ايندا آهن، انهن مان اڪثر استعمال ۾ ايندڙ وزن ”فعلاءُ“ جو آهي، جيئن ته:

| | | | |
|---|---|---|---|
| عالم | علماءُ | جاهل | جهلاءُ |
| آمير | آمراءُ | فقير | فقراءُ |

وغيره وغيره

اهڙيءَ طرح ”فعال“ جو وزن عام طرح ڪم ايندو آهي، جهڙوڪ: سياح، نواب، ملاح، فياض، نقاش، جلاد، جراح، قصاب، دلال، حلال وغيره.

پڻ ”مفاعلن“ جي وزن تي هيٺيان مثال سنڌيءَ ۾ عام طرح ڪم ايندا آهن:

مذمت، مرمت، مشقت، مودت، محبت

اهڙيءَ طرح عربي اسمن ۽ مصدرن جا ٻيا ٻه گهٽائي وزن آهن، جي هتي طوالت سببان نٿا ڏجن.

بهرحال مسٽر رحيم بخش هن ڪم لاءِ ڪيرون لهڻيون. رب تعاليٰ کيس توفيق بخشي جو اسان جي پياريءَ سنڌيءَ زبان جي اڃا به وڌيڪ خدمت ڪري.

ڪراچي.
بتاريخ ٦- فيبروري ١٩٥٠ع

راقم الحروف
ع. م. دائود پوٽه

# ٻاب پهريون

## تمهيد

### ١- اسان جي مادري زبان جي اڄوڪي حالت

نهايت خوشيءَ جي ڳالهہ آهي، جو اسان جا بيدار مغز ۽ دورانديش تعليمي ماهر جن کي سچي تعليمي ترقيءَ جو اونو ۽ پنهنجي قوم لاءِ دل ۾ درد آهي، سي آهستي آهستي مادري زبان ۽ ان جي تعليم جي اهميت محسوس ڪرڻ لڳا آهن. هن وقت اسين سمجهڻ لڳا آهيون تہ جيڪڏهن ملڪ ۾ تعليم وڌائڻ جي ڪوشش کي ڪامياب ڪرڻو آهي ۽ حقيقي تعليم يافتن جو تعداد وڌائي کي سچا شهرواسي پيدا ڪرڻا آهن، تہ پوءِ مادري زبان جي عزت ۽ وقار ۾ اضافو ڪرڻ هڪ تمام ضروري امر آهي. انهيءَ ڪري رفتہ رفتہ اسڪولن توڙي ڪاليجن ۾ مادري زبان جي واهپي ۽ ان جي پڙهائيءَ طرف زياده توجهہ شروع ٿيو آهي. شروع ۾ جيتوڻيڪ انهيءَ جي اثر جي رفتار ۽ وسعت البتہ گهٽ آهي، تہ بہ تحريڪ جي موجودگي ۽ انهن نيڪ انسانن جي خلوص دلي، مادري زبان جي آئينده لاءِ هڪ نيڪ فال آهي. اميد آهي تہ ٿوري ئي عرصي اندر انهيءَ تحريڪ جي بدولت مادري زبان کي پنهنجو وڃايل وقار وري حاصل ٿيندو، ڪيس اسان جي معاشرتي، ادبي توڙي سياسي زندگيءَ ۾ پنهنجو حق پلئہ پوندو ۽ اتي هوءَ اهڙو درجو والاري، جهڙو ڪنهن بہ ملڪ جي مادري زبان کي هئڻ گهرجي.

سنڌ ۾ مادري زبان جي تاريخ ڏانهن توجهہ ڪبو تہ معلوم ٿيندو تہ ڪيئن نہ شروع کان وٺي هو بي توجهيءَ جو شڪار ٿيندي آئي آهي. اوائل ۾ تہ ڪيس ڪابہ مقرر آئيوينا يا صورتخطي ڪانہ هئي؛ مگر جڏهن سر بارٽل فريئر، ان وقت جي ڪمشنر جي ڪوشش سان ڪئپٽن سٽئڪ ١٨٨٦ع ۾ هندس موجوده عربي سنڌي آئيوينا مقرر ڪئي، تڏهن کان وٺي اڄ تائين بہ ڪيس اهو توجهہ ۽ اها حيثيت نصيب ڪانہ ٿي آهي، جا ڪنهن بہ ملڪ جي مادري زبان کي هئڻ گهرجي. افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ جيترو سعيو ۽ جيتري ڪوشش هڪ غير قوم جي عملدارن اسان جي ٻوليءَ جي آئيوينا بنائڻ، ان جي ادبي ذخيري کي گڏ ڪرڻ، ٻين ادبي ڪوششن کي همٿائڻ ۽ ان ۾ تعليم جي ڪم کي شروع ڪرڻ لاءِ

ورتي، اوتري خود اسان پنهنجي مادري زبان کي زياده ترقي ڏيارڻ ۽ وڌائڻ ۾ ڪانه ورتي. هن وقت ان ڳالهه کي تقريباً منو سؤ سال گذري ويا آهن، تہ بہ اسان جي زبان ڪا نمايان ترقي ڪري ڪانه سگهي آهي ۽ نڪي منجهس ايترو اعليٰ ادب يا ساهت پيدا ٿي سگهيو آهي، جنهن تي اسين فخر ڪري سگهون. ان ڳالهه جي ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ثابتي ٿي، ٿي سگهي، تہ فقط سنڌي ٻولي ئي آهي جا بمبئي يونيورسٽيءَ جي ايم. اي. امتحان لاءِ قبول نہ پئي ۽ اهو عذر ڏنو ويو تہ منجهس ڪافي ادبي ذخيرو ڪونهي؟ هن وقت تہ جيڪڏهن ڪو ادبي خزانو موجود اٿئون، تہ اهو سمورو انهيءَ گذريل مني سؤ سالن جي عرصي کان اڳ جي پيدائش آهي. اهوئي ٿورو گهڻو ذخيرو آهي، جنهن جي بناءَ تي اسين پاڻ کي ڪنهن ادب ۽ ساهت جي مالڪ سڏائڻ جا حقدار سمجهون ٿا.

هاڻي اچو تہ ڏسون تہ سچي هندستان جي ٻين زبانن ۾ ڪافي ترقي ٿي چڪي آهي ۽ منجهن هر قسم جي ادب ۽ ساهت جا ڀنڊار ڀرجي چڪا آهن، اتي سنڌي زبان جي اهڙي حالت ڪيئن ٿي آهي ۽ ڪهڙو سبب آهي جو هوءَ اهڙي بيدردي سان نظرانداز ڪئي ويئي آهي.

۱- سنڌي زبان جي اهڙي مسڪيني حالت جو پهريون مکيہ سبب آهي اسان سنڌين جي انڌي تقليد، جنهن کي علمي يا ادبي مهمان نوازي جي نالي سان سڏيون. ساري پاڪستان ۽ هندستان ۾ فقط اسين سنڌي ئي ۽ مغرب تتبع يا نقل ڪرڻ لاءِ مشهور آهيون. پاڪستان يا هندستان ۾ ٻيو ڪوبہ اهڙو علائقو ڪونهي، جنهن تي مغربي دنيا جي زبان، ادب، تمدن ۽ نشست برخواست جي ڍنگ ايترو جلدي ۽ ايترو گهرو اثر ڪيو هجي. اها غير پرستي آهي، اهو احساس ڪمتري ئي آهي، جنهن اسان کي پنهنجو ادب، پنهنجي تهذيب، پنهنجي زبان وساري ڏني. قدرت اسان کي اهڙيءَ متيءَ مان خلقيو آهي جو اسين هميشہ ٻين جي لهري توڙي باطني ڏيک ويک يا ناٺ ٺٽي جلدي موهت ٿيو پئون ۽ پاڻ کي يا پنهنجن لياقتن کي ڪڏهن بہ ٻين جهڙو ٺٺا سمجهون. زبان جي حالت ۾ بہ اسان پنهنجي حاڪم جي ٻوليءَ کي پنهنجي ٻوليءَ تي تي ترجيح ڏني ۽ پنهنجي اباڻن ورثي کي اڌ ۾ ڇڏي پنهنجي حاڪم جي زبان ۾ مهارت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.* ان ڌاريءَ ٻوليءَ جي سکڻ ۽ سمجهڻ ۽ ان

---

* البتہ منشي آوتراءِ، ديوان ڏيارام گدومل، ديوان ڪوڙومل، پرمانند ميوارام، مرزا قليچ بيگ، شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽہ صاحب، خانبهادر حاجي محمد صديق ميمڻ، مسٽر عثمان علي انصاري ۽ ٻين صاحبن جون هن ڏس ۾ ڪيل خدمتون قابل تحسين آهن.

* جيتوڻيڪ اسان جي اهڙي نظريہ بنائڻ ۾ ان حاڪم قوم کي بہ گهڻي قدر جوابدار ٺهرائي سگهجي ٿو.

مان لطف وٺڻ لاءِ جيتري تڪليف اسان گوارا پئي ڪئي، اوتري پنهنجي مادري زبان لاءِ نہ پئي ورتي. ان ٻوليءَ جي استعمال تي اسين فخر ڪرڻ لڳاسين ۽ پنهنجي مادري زبان جي مسڪيني حالت تي ۽ ان جي جائز استعمال ۾ شرم محسوس ڪرڻ لڳاسين. اڄ بہ اسان جا ڪاليجي نوجوان جيترو فخر انگريزي زبان ۾ تقرير ۽ تحرير، مقابلي ۽ مناظري ڪرڻ ۾ محسوس ڪن ٿا، اوترو ئي بلڪ ان ڪان زياده شرم مادري زبان جي فقط استعمال ۾ محسوس ڪن ٿا. ان جو نتيجو اهو آهي، جو اسان جي تهذيب هڪ ملمع تي پيئي آهي. انهيءَ ڪري چٽائيءَ سبب اسين نڪي ڏاريءَ زبان ۽ تهذيب کي پنهنجو بنائي سگهيا آهيون ۽ نڪي پنهنجي اباڻي ورثي جا سچا وارث بڻجي، ان کي سنڀاليو ۽ سانڍيو اٿئون مطلب تہ، ”نہ خدا هي ملا نہ وصال صنم،“ نڪي گهر جا رهيا آهيون، نڪي گهاٽ جا. ان جو جيڪو برو اثر اسان جي مادري زبان تي پيو آهي تنهن جا نتيجا اسين بخوبي محسوس ڪري رهيا آهيون.

۲- اسان جي مادري زبان جي پستيءَ جو ٻيو مکيہ سبب هيءُ آهي تہ، اسان تعليم جو مقصد غلط سمجهيو آهي. عام طرح اسين مائٽ پنهنجن ٻارن کي ۽ شاگردن کي انهيءَ مطلب سان تعليم ڏيندا آهيون، تہ هو پڙهي، امتحان پاس ڪري وڃي ڪنهن نوڪريءَ کي لڳن ۽ ڪاروبار بڻجن. شروعات ۾ برابر اسانجن حاڪمن جو اسان کي تعليم ڏيارڻ ۾ اهو مقصد هو، مگر اسان کي پاڻ اهڙي غلطيءَ ۾ مبتلا ٿيڻ نہ گهربو هو. افسوس جو اسان بہ تعليم جو آخرين ۽ حقيقي مقصد انهيءَ ظاهري مقصد ۽ فائدي پٺيان قربان ڪري ڇڏيو. انهيءَ جي پاداش ۾ اسان جي مادري زبان جي اهميت گهٽجي ويئي ۽ اها اهميت سرڪاري دفترن جي زبان يعني انگريزي کي ملڻ لڳي. اسڪولن ۾ بہ معلمن ۽ متعلمن جو سمورو توجہ انگريزي زبان ڏانهن ڇڪجي ويو ۽ مادري زبان سواءِ ٻيا سڪولي نصاب جا سمورا ڪم انگريزي ۾ پاڙهجڻ لڳا. لازمي طرح مادري زبان پوئتان پئجي ويئي ۽ سندس وقار کي سخت شڪست آئي.

۳- اسڪولن ۾ مادري زبان جي پڙهائيءَ لاءِ مقرر ڪيل استاد ۽ انهن جي پڙهائيءَ جو طريقو سندس پست حاليءَ جو ٽيون مکيہ سبب آهي. شروعاتي زماني ۾ مادري زبان جي سيکارڻ واري استاد ۾ ڪنهن خاص لياقت جو هجڻ ضروري نہ سمجهيو ويندو هو. اچا تائين بہ رواجي لکي پڙهي ڄاڻندڙ شخص مادري زبان جي سيکارڻ واسطي لائق ۽ مؤزون سمجهيو ويندو آهي. خاص ڪري مڊل ۽ هاءِ اسڪولن ۾ جا لياقت انگريزي ۽ ٻين ڪمن جي سيکارڻ واري استاد کان طلب ڪئي تي وڃي، ان لياقت جي تقاضا مادري زبان جي سيکاريندڙ استاد کان ڪئي ٿي وڃي. مادري زبان جي استاد کي اسڪول ۾ هميشہ ٿوري ۾ ٿورو پگهار ۽ ٿوري ۾ ٿوري عزت ڏني ويندي آهي. ان جي برعڪس منجهانئس مادري

زبان جهڙي اهم ڪم سيکارڻ ۽ ٻارن ۾ تعليم جي بنياد وجهڻ جي اميد رکي ويندي آهي. اهڙي قسم جي استاد جي پڙهائيءَ جو معيار ڇا هوندو، سو سيڪو سمجهي سگهي ٿو. ازانسواءِ مادري زبان جو استاد عام طرح انگريزي تعليم جي فائدن کان محروم آهي ۽ تربيت يافته به نه آهي. ان ڪري جا دلچسپي ٻين ڪمن جا استاد پنهنجي وسيع واقفيت سبب پنهنجي پڙهائيءَ جي طريقي ۾ پيدا ڪري ٿا سگهن، سا سنڌيءَ جو استاد پنهنجي پڙهائيءَ جي طريقي ۾ پيدا ڪري نه سگهيو آهي. جتي ٻيا استاد پڙهائي جي نون طريقن ۽ جديد طرزن جو فائدو وٺن ٿا، اتي مادري زبان جو استاد پنهنجي جهوني طريقي تعليم ڏيڻ ۾ راضي رهي ٿو. هو درسي ڪتابن کي فقط هڪڙا مسئلا سمجهي ٿو، جي ڪيس امتحان پاس ڪرائڻ لاءِ ٻارن کي سمجهائڻا آهن. مادري زبان جي نثر ۽ نظم مان لطف وٺڻ، انهن جي خوبين ۽ خامين جي پرک ڪرڻ ۽ چند ڇاڻ ڪرڻ ۽ پنهنجن تخليقي قوتن کي آزمائش ڏيڻ لاءِ هو ڪڏهن مٿين درجن جي شاگردن کي به هدايت ڪونه ٿو ڪري ۽ نڪي اهڙي قسم جي رهنمائي هو ضروري سمجهي ٿو. مٿين سڀني حقيقتن جو لازمي اثر اهو آهي، جو اڄڪلهه اسان جي سنڌي زبان ڪسمپرسيءَ جي حالت کي پهتل آهي، جتي هندستان جون ٻيون زبانون ترقيءَ جون ڪئين منزلون هٽي وڃي پار پهتيون آهن، اتي اسان جي زبان اڃا شروعاتي منزلن تي گيتون ڏيئي رهي آهي. انهيءَ سبب ڪري ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ اسان وٽ علم ادب جو ذخيرو گهٽ آهي. اڃا تائين به اسان وٽ ڪا معياري لغت موجود ٿي نه سگهي آهي. تنقيدي ادب جي اڃا هاڻي شروعات ٿي آهي. علم ادب جون اڪثر شاخون جهڙوڪ: قصا ۽ ڪهاڻيون، تمثيل (ناٽڪ) ۽ مضمون نويسي چند مثالن کان سواءِ، ويران پيل آهن. اسان جون ادبي ڪوششون نوانوي في صدي، ترجماني طرف مائل آهن. اسان جي قوت فڪر، قوت ايجاد ۽ اسان جي جذبات کي ڪڏهن به آزمائش نه ملي آهي ۽ نه ڪڏهن منجهس ڪا راهه جنبش ئي پيدا ٿي آهي. جي اتفاق سان ڪو شخص انهيءَ ۾ قدم رکي ڪجهه تحرير ڪري ٿو، ته به سندس محنت جي داد نه ملڻ يا پبلڪ جي پون پون ڪري وڻڻ تي دل شڪستو ٿي پنهنجي زبان ۽ پنهنجو قلم بند ڪري ٿو. ان ڪري ئي گذريل چند سالن ۾ اسان جي قلم ادب ۾ ڪا نمايان ترقي ڪانه ٿي آهي ۽ شاهه ڪريم يا قاضي قاضن کان وٺي، مرزا قليچ بيگ جي دؤر کان پوءِ جيڪي به اديب ٿي گذريا آهن يا موجود آهن، تن جي نه اسان کي خبر آهي ۽ نه پرک آهي ۽ نه انهن جي ادبي شاهڪارن مان اسان کي ڪو حظ وٺايو ويو آهي. مطلب ته اسانجي مادري زبان کي سخت ڌڪ لڳي ويو آهي ۽ پاڻ اڻ سڌيءَ طرح اسان جي تهذيبي ۽ تمدني زندگيءَ جي جڙ ڪپي وئي آهي.

## ٢- آن جا علاج

مٿي ذڪر ڪيل افسوسناڪ حالت بدلائڻ ضروري آهي ته، اسين پاڻ، اسان جا

محبان وطن، اسان جي حڪومت ۽ سڀ ڪسان وڏيڪ اسان جا استاد يا معلم، مادري زبان جي اهميت محسوس ڪن ۽ اهو سمجهن تہ ڪين قوم جي زندگي بنائڻ ۾ ڪهڙو پارٽ ادا ڪرڻو آهي.

١- مادري زبان جي اهميت ڪي پهرين قوي ثابتي هيءَ آهي تہ زبان ۽ قوت فڪر (خيال جي طاقت) جو هڪٻئي سان گهاٽو تعلق آهي. هرهڪ انسان جي خيال جي طاقت ۽ سندس ٻولي هڪٻئي سان اهڙيءَ ريت وابستہ آهن، جو هڪ جي مدد ڪان سواءِ، ٻيءَ جي ترقي ٿي نٿي سگهي. خيال ڪرڻ دل ۾ ڳالهائڻ جي برابر آهي، تنهنڪري جيسين ڪنهن انسان کي ٻوليءَ جو وسيلو ميسر نہ آهي، تيسين سندس خيال ڪرڻ جي طاقت بہ پوئتي پيل سمجهڻ گهرجي. عام طرح هرهڪ انسان انهيءَ ٻوليءَ ۾ خيال ڪري ٿو، جا ٻولي هو ماءُ پيٽان سکي ٿو، جنهن ۾ هو خواب ڏسي ٿو، جنهن ۾ هو غم غصي يا خوشيءَ جو اظهار ڪري ٿو. يعني مادري ٻولي ئي هرهڪ انسان جي خيال ڪرڻ جو ذريعو آهي، تنهنڪري خيال ڪرڻ جي طاقت همائڻ لاءِ ٻارن کي مادري ٻوليءَ ۾ ماهر بنائڻ، اسڪول جي فرض مان اولين فرض آهي. اهوئي سندن تهذيب کي ترقي ڏيارڻ جو بهترين طريقو آهي.

٢- جيئن تہ مادري زبان پنهنجي خيال ظاهر ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي، تنهنڪري ڳالهائڻ توڙي لکڻ وقت مادري زبان جو صاف ۽ درست استعمال ضروري آهي. اسين مٿي ڏسي ايا آهيون تہ اڪثر بالا عملدارن ۽ تعليمي انسپيڪٽنگ آفيسرن کي بہ معلوم آهي تہ اچڪلهہ جا ڪلارڪ، شاگرد، بلڪ خود ماستر بہ آسانيءَ سان گفتگو ڪرڻ، ڪنهن حقيقت بيان ڪرڻ، توڙي ڪنهن مضمون لکڻ ۾ ڪيتريقدر ماهر آهن! انهيءَ ڪري اسان جا شاگرد اسڪول مان پڙهي نڪرڻ بعد ڪٿي ڪهڙو بہ ڌنڌو اختيار ڪن، تہ بہ اهو بلڪل ضروري آهي تہ اسڪول ڇڏڻ ڪان اڳ ۾ ڪين پنهنجي مادري زبان ۾ بلڪل صفائيءَ ۾ چٽائيءَ سان ڳالهائڻ ۽ لکڻ جي تربيت ڏني وڃي، انهيءَ ضروري لياقت ڪان سواءِ هو پاڻ جهڙن سان ڏي وٺ ڪرڻ جو پهريون پهريون ۽ اهم وسيلو وڃائي وهندا آهن، تنهنڪري پين ڳاهين سکڻ ڪان پهريائين واجب آهي تہ هو پنهنجي مادري زبان جو موزون استعمال سکن.

٣- اسان ڏٺو تہ، انسان جي خيال توڙي جذبات جو مدار سندس مادري زبان ۾ حاصل ڪيل ماهيت تي آهي، تنهنڪري جيسين ڪنهن شخص ۾ مادري ٻوليءَ جو بنياد مضبوط پڏل نہ آهي، تيسين منجهس هڪ نيڪ شهرواسي جي خصلتن، جهڙوڪ: خيال ۽ ان جي اظهار جي چٽائي، فڪر، احساس ۽ عمل جي صداقت ۽ جذباتي ۽ تخليقي عملن جي مضبوطيءَ جي اميد رکڻ اجائي آهي.

٤- مادري زبان جي تعليم ان ڪري بہ ضروري آهي، جو ان تي اسان جي شاگردن

جي واڌاري جو گهڻو مدار آهي. مادري زبان جي تعليم ذريعي ٻارن جي ذهني، عملي ۽ اظهاري قوتن کي ترقي ملي ٿي ۽ سندن تخليقي قوتن ۾ اضافو ٿئي ٿو. ان کان سواءِ ٻارن جي جذباتي زندگيءَ جي ترقي ۽ سڌاري جو گهڻو دارومدار مادري زبان جي تعليم جي طريقي تي آهي. علم‌النفس مان معلوم ٿئي ٿو ته جذبات ڪنهن به شخص جي شخصيت ۽ اخلاق جو مکيه حصو آهن، ۽ انهن تي ئي سندس زندگيءَ جي بنجڻ ۽ بگڙجڻ جو گهڻو مدار آهي. ٻوليءَ جو شعر ۽ ادب، جذبات جي تعليم لاءِ بلڪل مؤثر شيون آهن ۽ جيڪو اثر اسان جي مادري زبان جو شعر ۽ ادب، ڪري سگهندو، اوترو ڪنهن ڌاريءَ زبان جو شعر ۽ ادب هرگز ڪري ڪين سگهندو. ان ڪري ٻارن جي هر پهلو ترقيءَ لاءِ سندن مادري زبان جي تعليم انهن لاءِ نهايت ضروري آهي. مادري زبان جي اهميت محسوس ڪرڻ بعد ڪيس عملي طرح مناسب اهميت ڏيارڻ لاءِ هيٺيان اپاءَ ضروري آهن:

۱- اسڪول جي بانيڪارن کي مادري زبان واسطي سندس اهميت مطابق اسڪول جي ٽائيم ٽيبل ۾ موزون بندوبست ڪرڻ گهرجي. ڪين اهو وهم دل مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي ته مادري زبان، انگريزي ۽ حسابن جهڙن ڏکين ڪمن سيکارڻ بعد هڪ آرام ڏيندڙ ۽ وندرائيندڙ ڪم آهي.

۲- اسڪولن ۾ اڄڪلهه جيڪا انگريزي ۽ حسابي ڪمن جي سيکاريندڙن جي حڪومت هلندڙ آهي، سا ختم ٿيڻ گهرجي ۽ ان جي جاءِ مادري استادن کي ملڻ گهرجي. اسڪولي نصاب جي ڪمن مان مادري زبان کي زياده کان زياده اهميت ملڻ گهرجي.

۳- مادري زبان جي استادن کان به اهڙي لياقتن جي تقاضا ڪرڻ گهرجي، جهڙي ٻئي ڪم جي پاڙهيندڙن کان ڪجي ٿي. ان لاءِ مادري زبان جي استاد جي مقرريءَ وقت نهايت خبرداريءَ کان ڪم وٺڻ گهرجي.

۴- مادري زبان جي تعليم ابتدائي اصولن کان وٺي شروع ٿئي ٿي، تنهنڪري اهي شخص، جي ٻائين ته، اسان جي ملڪ ۾ تعليم جي ترقي ٿئي ۽ اسان جا ٻار حقيقي تعليم حاصل ڪن، تن سيني کي گهرجي ته هو اهڙي ڪوشش ڪن، جيئن تعليم جا نوان نوان ۽ زمايل طريقا، ٻين ملڪن ۾ ڪامياب ٿيا آهن، سي مناسب ترميمن ۽ تبديلين بعد اسان جي ابتدائي اسڪولن ۾ رائج ٿين. انهن طريقن جي بدولت اسان جي اسڪولن ۾ هڪ نئون روح پيدا ٿي ويندو ۽ سندس پڙهائي جي طريقن ۾ هڪ نئين ڪشش معلوم ٿيڻ ٿيندي. هڙيءَ ريت مادري زبان هڪ نئون لباس اختيار ڪندي ۽ اسڪول جي ماحول ۾ هڪ عجيب زندگي اچي ويندي؛ جتي قوم جي نونهالن کي مادري زبان جي صورت ۾ قومي رٿو سندن حوالي ڪري ڪين پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي خدمت لاءِ تيار ڪري سگهبو.

٥- مادري زبان جي زياده اشاعت ۽ ترقيءَ لاءِ باقائده تحريڪ شروع ڪرڻ گهرجي. سيني تعليمي جماعتن کي اهو محسوس ڪرائجي ته مادري زبان ۾ مارڪن جو سٺو سيڪڙو کڻڻ، امتحان پاس ٿيڻ جو هڪ مکيه شرط مقرر هئڻ گهرجي.

٦- يونيورسٽي ڪان اهڙو قانون پاس ڪرائڻ گهرجي، جنهن مطابق يونيورسٽيءَ جي ڪنهن به امتحان پاس ڪرڻ لاءِ مادري زبان ۾ پاس ٿيڻ هڪ شرط ٺهرايو وڃي.

٧- حڪومت جي طرفان مادري زبان لاءِ بچاءَ جا قدم کڻڻ گهرجن ۽ پنهنجي تمام غير سنڌي آفيسرن کان سنڌيءَ جي چڱي ڄاڻ جي تقاضا ڪرڻ گهرجي.

٨- سنڌي زبان جي علم - ادب کي همٿائڻ لاءِ ان ۾ تحريرن واسطي چڱا انعام رکڻ گهرجن.

٩- سڀ کان زياده سنڌي جي معياري لغت جي تياريءَ لاءِ تڪڙي ڪوشش وٺڻ گهرجي.

اهڙيءَ طرح عملي ريت ڪوشش ڪبي ته اسان جي مادري زبان وري پنهنجي پيرن سيرڻ ٿي ترقيءَ جي راهه تي هاڻ شروع ڪندي ۽ رفته رفته پاڪستان جي زبانن ۾ هڪ اهم زبان ليکجڻ ۾ ايندي.

# باب ٻيو

## مادري زبان جي تعليم

### ١- مقصد

ڪنهن به ڪم جي شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ اهو فيصلو ڪرڻ گهرجي ته ڪم جي ڪرڻ ۾ اسان جو آخرين مقصد ڇا آهي. ايئن ڪرڻ سان اسان جي سموري ڪوشش ۽ محبت صحيح نموني ۾ استعمال ٿيندي ۽ ان مقصد حاصل ڪرڻ ۾ به چڱي هٿي ايندي. انهيءَ اصول جي مدنظر اهو تمام ضروري آهي ته اسين جاچيون ته مادري زبان جي پڙهائڻ ۾ اسان جو مقصد ڪهڙو آهي. ان بعد اسان کي اهو سوچڻ گهرجي تہ انهيءَ مقصد کي بهترين صورت ۾ حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي ڪهڙا طريقا اختيار ڪرڻ گهرجن. تعليم کاتي جي پرائمري اسڪول لاءِ وري سڌاريل نصاب ۾ مادري زبان بابت ڄاڻايل مقصد اسان جي چڱي رهنمائي ڪري سگهندا. مذڪور نصاب ۾ مادري زبان پڙهائڻ متعلق هيٺيان مقصد ڄاڻايل آهن:

١- شيون، ماڻهو ۽ واقعا، جي ٻار روزمره ڏسندو هجي. تن بنسبت بنا اٽڪ جي فطرتي نموني ۾ گفتگو ڪرڻ.

٢- روزاني دلچسپيءَ جي ڪنهن به ڏنل مضمون تي ڇنڊڇاڻ سان سلسليوار ۽ مناسب نموني ۾ بيان ڪرڻ.

٣- ڪي معمولي مشڪلات وارا لکيل ٽڪر دل ۾ سمجهي ٽڪڙو پڙهي وڃڻ.

٤- نثر ۽ نظم ڏاڍيان چٽيءَ طرح موزون نموني ۾ مزي سان پڙهڻ. اڪثر ڪري جو بي‌دليو ۽ ساڳي سر سان دق ڪندڙ نموني ۾ پڙهيو ٿو وڃي، تنهن کان ٻارن کي باز رکڻ.

٥- صفا صحيح پڙهي سگهڻ ۽ واجبي رفتار سان لکڻ.

٦- سولي نموني جا شخصي خط لکڻ ۽ ٻي ڏنڊي وغيره جي لکپڙه ڪرڻ.

هاڻي اچو تہ انهن ڄاڻايل مقصدن کي هڪ هڪ ڪري جاچيون ۽ ڏسون ته مادري زبان جي سيکارڻ ۾ انهن مقصدن مقرر ڪرڻ جو مطلب ڇا آهي ۽ ان بابت اسان کي ڪهڙيون ڪوششون ۽ خبرداريون ڪرڻ گهرجن.

١ـ مادري زبان جي تعليم لاءِ پهريون مقصد هي آهي تہ ٻار مختلف شين بابت بلڪل آزاد ۽ فطري نموني ۾ گفتگو ڪري سگهي. اسان کي معلوم آهي تہ ڪوبہ ٻار ماءُ پيٽان ٻولي ڳالهائڻ سکي ڪونہ ٿو اچي. ٻين کي زبان هلائيندو ڏسڻ کين گفتگو ڪندو ڏسڻ، سندن آواز جهٽڻ ۽ ٻولي سمجهڻ ۽ ٻولي سمجهي ان جي ورجائڻ جي ڪوشش ڪرڻ ٻار جي مادري زبان جو پهريون پهريون سبق آهي. انهيءَ ابتدائي دؤر ۾ ٻار مادري زبان جا عام محاورا ۽ پيون خصوصيتون جذب ڪريو وٺي. ٻار جي اسڪول ۾ داخل ٿيڻ وقت ماستر جو فرض آهي تہ هو کيس زبان هلائڻ ۽ ٻولي ڳالهائڻ لاءِ ڪافي دلچسپ موقعا ميسر ڪري ڏئي. جيئن هو پنهنجي ٻوليءَ جي زباني استعمال ۾ چڱي مهارت حاصل ڪري سگهن. مادري زبان جي اها مهارت ۽ استعمال جي آساني کيس لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ گهڻي مدد ڪندي. انهيءَ شروعاتي دؤر ۾ اسان جي ڪوشش اها بہ هئڻ گهرجي تہ اسڪول ۾ داخل ٿيڻ تي ٻارن ۾ جو هراس پيدا ٿئي ٿو ۽ ماسترن سان مخاطب ٿيڻ ۽ گفتگو ڪرڻ وقت جيڪو مصنوعي ڍنگ هو اختيار ڪن ٿا، سو بلڪل دفع ٿي وڃي ۽ هو بلڪل آزاد، صاف ۽ چٽي نموني گفتگو ڪن. انهي مقصد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ جيڪڏهن ٻار پهريائين کي گرامر ۽ ٻوليءَ جون غلطيون ڪري وڃن تہ اهي ان وقت درگذر ڪرڻ گهرجن. مگر جنهن حقيقت جو خاص خيال رکڻو آهي سا آهي تہ ٻار ڳالهائڻ وقت صاف ۽ چٽي عبارت ڪم آڻين.

٢ـ مادري زبان جي تعليم جو ٻيو مقصد آهي ڪنهن خاص مضمون بابت سلسليوار بيان ڪرڻ سيکارڻ. ان جو مطلب هيءُ آهي تہ ٻار کي پنهنجي مادري زبان تي ايتري پهچ هجي، جو کيس پنهنجي خيالن، فڪرن ۽ عمان بيان ڪرڻ لاءِ موزون وسيلي طور درست ڍنگ ۾ استعمال ڪري سگهي. پنهنجن خيالن ۽ جذبن ظاهر ڪرڻ ۾ ٻارن کي گهڻو لطف ايندو آهي، ان کان سواءِ مادري زبان جو اهڙو درست استعمال نہ رڳو ٻارن جي ذهني ۽ زباني ترقيءَ جو باعث آهي مگر ان جو ثبوت پڻ آهي. عام طرح مادري زبان ۾ ڪنهن بہ موضوع بابت مناسب ۽ سلسليوار گفتگو ڪرڻ ۽ پنهنجن حجتن ۽ دليلن کي يقينن سان پيش ڪرڻ جي لياقت بلڪل ٿورن ماڻهن ۾ ڏسبي آهي. انهيءَ ڪري ئي ٻارن ۾ اهڙي لياقت پيدا ڪرڻ مادري زبان جي تعليم جو هڪ مکيہ مقصد ليکيو وڃي ٿو.

٣ـ مادري زبان جي پڙهائڻ جو ٽيون مقصد آهي تہ ٻار کي اهڙي تربيت ڏجي، جيئن هو مادري زبان جو ڪوبہ مضمون دل ۾ ٽڪڙو ٽڪڙو پڙهي سمجهي وڃي. عام طرح جڏهن اسين پنهنجي واقفيت يا وندر واسطي ڪجهہ پڙهندا آهيون تہ دل ۾ پڙهي ان جو مطلب سمجهندا آهيون. بلند آواز سان پڙهڻ جي ضرورت فقط اسڪول يا ڪنهن محفل

يا چوياريءَ ۾ "بندي آهي، نه ته رواجي حالتن ۾ هر ڪنهن قسم جي تفريح، ڏنڌي يا نوڪريءَ جي سلسلي ۾ ڪجهه پڙهڻ جو ڪم ڪيو آهي ته اهو دل ۾ ڪيو آهي. انهيءَ ڪري بهتر آهي ته شروع کان وٺي ٻارن کي اهڙيءَ خاموشيءَ خوانيءَ (دل ۾ پڙهڻ) تي هيرائجي ۽ مضمون جو مطلب سمجهڻ سيکارجي، جيئن اها سندن هڪ عادت ٿي وڃي. اهڙي عادت ڪري ڇڏڻ سان رفته رفته ڪين نظم ۽ نثر جي پڙهائيءَ مان به لطف ۽ مزو ايندو ۽ مادري جي ادب ۽ ساهت ۾ جيڪي پوشيده خزانا موجود آهن، تن مان به واقف ٿيندا.

٤- چوٿون مقصد نظم ۽ نثر جي فطرتي ۽ مؤثر نموني ۾ بلند آواز سان پڙهڻ متعلق آهي، هيءَ لياقت به هرهڪ ٻار لاءِ نهايت ضروري آهي. اسان جي روزاني حياتيءَ ۾ ڪئين اهڙا موقعا اچن ٿا، جن تي اهڙي قسم جي اثرائتي پڙهائي بلڪل ضروري ٿئي ٿي. اهڙي نموني جي پڙهائيءَ مان لکيل مضمون جو اصلي روح ظاهر ٿئي ٿو ۽ لکندڙ جا جيڪي به خيال يا جذبا منجهس سمايل آهن، تن جو اثر ٻڌندڙن تي ٿئي ٿو. اهڙي قسم جي معنيٰ خيز پڙهائي به هڪ هنر آهي، جنهن مان اسڪول جي هرهڪ شاگرد کي واقف ڪري ان جو زياده استعمال ڏيڻ گهرجي. عام طرح اسڪول جا ٻار جنهن راڳ ۽ رينگي سان پڙهندا آهن؛ سو بلڪل بي معنيٰ ۽ ڪک ڪندڙ ثابت ٿئي ٿو. ٻارن کي اهڙي تربيت ڏيڻ گهرجي، جيئن هو مضمون جي موضوع موافق پنهنجي آواز ۽ پڙهڻ جي ڍنگ بدلائڻ لاءِ بين نشانين جو مطلب ٻارن کي سمجهائي انهن تي عمل ڪرڻ سيکارجي.

٥- پنجون چاٿايل مقصد به هڪ نهايت اهم مقصد آهي، زبان جي ڪنهن به ڄاڻوءَ لاءِ لازمي آهي ته انهيءَ جي ڳالهائڻ ۽ پڙهڻ کان سواءِ هو ان زبان ۾ صاف ۽ سهڻي نموني ۾ چڱيءَ رفتار سان لکي به سگهندو هجي. خوشخطي ۽ تحرير ۾ رفتار جي تيزي تمام ضروري لياقتون آهن، جن جي عدم موجودگيءَ متعلق اڪثر عام شڪايت ٻڌڻ ۾ ايندي آهي. چڱن اکرن واري شخص کي هر هنڌ عزت ملي ٿي. خاص ڪري هڪ استاد ۾ خوشخطي هڪ تمام ضروري لياقت آهي. اهو ماستر جنهن جا اکر خراب آهن سو پنهنجي سيني شاگردن جا اکر خراب ڪري ٿو. مادري زبان جي تعليم ۾ موزون رفتار سان صاف، سهڻي ۽ چٽي تحرير سيکارڻ به هڪ تمام ضروري ڪم آهي.

٦- مادري زبان جي تعليم لاءِ ڄاڻايل آخرين مقصد آهي ٻارن کي خانگي خط لکڻ ۽ ڏنڌي ڌاڙيءَ واسطي لکپڙه ڪرڻ سيکارڻ. يعني ٻارن ۾ تحريري مادو پيدا ڪرڻ حقيقت ۾ مادري زبان ٻارن جي خيالن ظاهر ڪرڻ لاءِ معقول نموني ۾ خيال ڪرڻ ۽ ان جي اظهار جي تربيت ڏيڻ، جيتوڻيڪ سموري اسڪولي تعليم جو هڪ اڻ سڌو

مقصد آهي، ڇاڪاڻ تہ مادري زبان ٻار جي تعليم جو هڪ مکيہ جزو آهي، تنهنڪري ان جي سيکارينديڙ کي اها حقيقت هميشه پنهنجي پيش نظر رکڻي آهي. مادري زبان جي اندروني اُمنگن ۽ جذبات کي ظاهر ڪرڻ سندس تخليقي قوتن کي ترقي ڏيڻ ۽ قوت ايجاد کي سهڻي وات ڏيکارڻ لاءِ هڪ لاثاني وسيلو آهي، تنهنڪري اهڙين قوتن کي همٿائڻ ۽ استعمال ۾ آڻڻ بہ مادري زبان جو هڪ اهم مقصد هئڻ ضروري آهي.

مادري زبان جي تعليم ۾ مٿين مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ٻہ اپاءَ آهن:

**١- اختصار، ٢- اظهار.** يعني ٻڌڻ، پڙهڻ، سکڻ ۽ حاصل ڪرڻ ۽ پيو جيڪي سکجي، ان جو استعمال ڪرڻ. تعليم جي ڪم ۾ انهن ٻن ڪمن کي هڪٻئي کان بلڪل علحده رکڻ ممڪن نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ تعليم جي هرڪنهن درست طريقي ۾ اهي ٻئي ڪم هڪ ئي وقت جاري رهندا آهن ۽ کين هڪٻئي کان جدا ڪرڻ ناممڪن آهي. مثال طور، ڪنهن بہ نئين ڪم جي سيکارينديءَ، استاد سمجهائيءَ جي اثر معلوم ڪرڻ لاءِ وچ وچ ۾ سوال ڪندو رهندو آهي ۽ ٻارن کي نئين طرح سمجهيل حقيقت جي استعمال لاءِ وجهہ ڏيندو ايندو آهي. اهو تمام ضروري آهي، تہ استاد انهن ٻنهي حقيقتن ڏانهن پورو توجهہ ڏيندو رهي ۽ جيڪڏهن ڪجهہ وقت وري کين ان جي استعمال ۽ ان جي ڪاميابيءَ جي عملي ثبوت ڏيڻ ۾ رد ل رکي. اهڙيءَ طرح مادري زبان سيکارڻ جي ڪم ۾ بہ "سکڻ آهي ڪرڻ سان" واريءَ چوڻيءَ مطابق ٻارن کي پنهنجي خيال جي ظاهر ڪرڻ ۽ پنهنجي طرف پيش ڪرڻ جو موقعو ڏيڻ گهرجي. شروع ۾ جيتوڻيڪ سندن ڪوشش غيرمڪمل ۽ اڻپوري هوندي، مگر همت افزائي ملڻ ۽ آزمائش ڪرڻ بعد ڪو اهڙو وقت ايندو، جو ٻار پنهنجين ڪوششن ۾ حيرت انگيز ترقي ڪري ويندا ۽ مادري زبان ذريعي پنهنجن اعليٰ قوتن کي استعمال ۾ آڻي منجهانئن خوشي ۽ مسرت حاصل ڪري سگهندا.

## ٢- ٻولي سيکارڻ جا مختلف طريقا

عام طرح ڪنهن بہ زبان سيکارڻ وقت استاد شاگردن کي ان زبان جي الف-ب سيکارڻ شروع ڪندو آهي. اهو طريقو ڪن ايامن کان وٺي استعمال ۾ پئي آيو آهي، مگر تعليمي ماهرن تجربا ڪري ٻوليءَ جي تعليم جا ٻيا بہ نوان طريقا ڳولي ڪڍيا آهن ۽ انهن جي استعمال مان زياده وڻندڙ ۽ اثرائتا نتيجا حاصل ڪري ڏيکاريا آهن. زبان سيکارڻ ۾ شروعاتي ڪم جا طريقا هي آهن:

١- الف-ب وارو طريقو.

٢- لفظي طريقو.

٣- جملن وارو طريقو.
٤- آکاڻيءَ (مضمون) وارو طريقو.

## ١- الف - ب وارو طريقو.

هي طريقو پڙهڻ سيکارڻ جو جهوني ۾ جهونو طريقو آهي. انهيءَ ئي طريقي ذريعي اسين ۽ اسان جا وڏا پنهنجي مادري زبان پڙهڻ لکڻ سکيا. جهوني طريقي هئڻ سبب اهو طريقو زياده استعمال ٿئي ٿو. انهيءَ طريقي موجب استاد پنهنجن شاگردن کي پهريائين بوليءَ جي الف - ب سيکاري ٿو. پهريائين کيس پٽيءَ يا سليٽ تي اکر لکي ڏئي ٿو ۽ انهن جا نالا پڙهائي ٿو. جڏهن پار اهي ياد ڪري وجي ٿو، تڏهن کيس بيا اکر لکي ڏئي ٿو. اهڙيءَ طرح ٿوري عرصي ۾ سموري الف - ب پوري ڪرڻ بعد کيس انهن اکرن جي ڏهه اکري يعني آواز سيکاري ٿو، جن جي مدد سان پار لفظ پڙهڻ سکي ٿو. سنڌ تعليم کاتي جو اڳوڻو پارائو ڪتاب انهيءَ اصول تي ٺهيل هو.

**فائدا:** هيءَ هڪ منطقي طريقو آهي، جنهن ۾ بوليءَ جي سيکارڻ جو طريقو سنڌس تحريري اصولن مطابق بنايو ويو آهي. هن طريقي ۾ سيکارڻ جي ابتدا تحرير جي بنيادي اصولن يعني حرفن سان ڪئي ٿي وڃي. يا ائين چئجي ته هڪ نئين ڪم جي شروعات ڪرڻ وانگر هن طريقي ۾ بہ شروعات هيٺان کان وٺي ڪجي ٿي ۽ مٿي چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. پهريائين اکر پوءِ آواز، آوازن مان لفظ ۽ پوءِ جملا وغيره. اهڙيءَ ريت پيرائتي نموني ۾ بوليءَ جي سموري جوڙجڪ پارن کي ذهن نشين ڪئي وڃي ٿي.

٢- هي هڪ جهونو ۽ عام پسند طريقو آهي، جو صدين جي استعمال ۽ آزمائش سبب اسان جي تعليمي سرشتي ۾ هڪ مضبوط بنياد پڙي چڪو آهي ۽ معلم طبقي ۾ بہ بلڪل مقبول آهي.

٣- هن طريقي جي استعمال ۾ استاد کي گهٽ محنت ڪرڻي پوي ٿي ۽ ان جي ڀيٽ ۾ شاگردن کي زياده محنت ڪرڻي پوي ٿي. انهيءَ ڪري هڪ مصروف استاد خاص ڪري هڪ کان زياده ڪلاس پاڙهيندڙ لاءِ ان جو استعمال زياده آسان آهي.

٤- جهوني ۽ آزمايل طريقي ۽ سندس آسان سلسلي سبب ان جو استعمال بلڪل سولو آهي، جنهنڪري ڪوبہ رواجي لياقت وارو استاد ان کي ڪامياب بنائي سگهي ٿو.

٥- هن طريقي مطابق لکيل درسي ڪتاب ۽ ٻيو ڪيترو امدادي سامان ميسر ٿي سگهي ٿو، جنهنڪري هن طريقي جي استعمال ۾ ڪابہ عملي تڪليف ڪانهي.

**اعتراض: ١-** هي طريقو نفسياتي طرح و نہ آهي. يعني ان طريقي مطابق سيکارڻ ۾ جيڪو سلسلو اختيار ڪجي ٿو سو نفسياتي ۽ زباني تعليم جي فطرتي اصولن مطابق مؤزون نہ آهي. نفسياتي اصولن مطابق ٻار انهيءَ ڪم ۾ دلچسپي وٺي ٿو جنهن ۾ هن کي ڪا دلچسپي، ڪو شوق، مطلب يا مقصد نظر اچي ٿو. مگر هن طريقي جي شروعاتي دؤر ۾ ٻار کي ڪابہ دلچسپي ۽ وندر نصيب ڪانہ ٿي ٿئي. ان کان سواءِ زبان داني فطرتي نمونو هي آهي تہ پهريائين ٻار ٻوليءَ جا لفظ ۽ جملا ٻڌي ٿو ۽ اهي سکي ڳالهائي ٿو ۽ اهوئي نمونو ان جي پڙهڻ ۽ لکڻ سيکارڻ وقت زياده اثرائتو ۽ دلچسپ ٿي سگهي ٿو. مگر هي طريقو صرف اکرن سان شروع ٿئي ٿو جن کي ڪوبہ مطلب ڪونهي. تعليم کاتي جي اڳئين ٻاراڻي ڪتاب ۾ انهيءَ خاميءَ کي دور ڪرڻ لاءِ اکرن سان گڏوگڏ اهڙيون تصويرون ڏنيون ويون هيون، جن جا نالا انهن اکرن سان شروع ٿي ٿيا. مگر ان مان وري هڪ ٻي غلطي پيدا ٿيندي هئي، جو ٻار اڪثر ڪري اکرن کي انب ٻلا، ۽ ٻڪري ڪري پڙهندا هئا.

٢- هن طريقي جي شروعاتي سبقن ۾ ٻار توڙي استاد هڪ عظيم غلطيءَ ۾ مبتلا رهن ٿا. اها هيءَ تہ هو الف - ب جي حرفن کي سندن نالن سان ياد ڪرڻ جي عيوض خود ڪين پڙهن ٿا. مثلاً: ب - ب ۽ پ کي ٻي، بي ۽ پي ڪري پڙهن ٿا، جيتوڻيڪ اهي فقط اکرن جا نالا آهن ۽ جيسين مٿن ڪا حرڪت نہ آهي تيسين ڪين پڙهي ٿو سگهجي. مگر ٻارن کي اها حقيقت سمجهائي ڪين ان کان باز رکڻ ڏکيو ڪم آهي ۽ سندن وت کان ٻاهر آهي.

٣- بلڪل خشڪ ۽ اڻ وڻندڙ طريقي هئڻ سبب ٻارن لاءِ اسڪولي زندگيءَ جو هڪ بلڪل خراب نمونو پيش ڪري ٿو ۽ اڪثر ٻارن جي حالت ۾ اسڪول کان تنائڻ، گسائڻ ۽ ڀڄڻ جو سبب بڻجي ٿو. انگن اکرن مان ثابت ٿو ٿئي، تہ اهڙن اسڪولن ۾، جتي الف - ب جو طريقو استعمال ڪندڙ اسڪولن جي ڀيٽ ۾، ٻارن ۾ اسڪول کان ڀڄڻ جي عادت زياده آهي. انهن خامين سبب زبان سيکارڻ جا ٻيا طريقا ايجاد ڪيا ويا آهن، جي ان کان زياده ڪامياب ٿين ٿا.

**٢- لفظن وارو طريقو:** هي طريقو مٿئين طريقي کان بهتر آهي. هن ۾ ٻارن کي حرفن سيکارڻ جي عيوض پهريائين لفظ سيکاريا وڃن ٿا. شروعات ۾ ٿورڙن ۽ سولن اُچارن وارا لفظ سيکارجن ٿا ۽ پوءِ رفتہ رفتہ گهٽ ۽ ڏکيرڙن اُچارن وارا لفظ بہ سيکاريا وڃن ٿا. لفظن جي سڃاڻپ سان گڏ انهن جي تحرير بہ سيکاري وڃي ٿي. هن طريقي متعلق هڪ حقيقت جا قابل غور آهي سا هيءَ تہ الف - ب جا حرف سيکارڻ هن طريقي جو بہ هڪ مکيہ ڪم آهي. اکرن جي واقفيت ڏيڻ کان سواءِ هي طريقو ناقص ۽ اڻ پورو سمجهڻ

ڳهرجي. هن طريقي ۽ الف ـ ب واري طريقي ۾ فرق فقط ڪم جي سلسلي جو آهي. الف ـ ب واري طريقي ۾ پهريائين اکر پوءِ آواز ۽ لفظ سيکارجن ٿا مگر هن طريقي ۾ پهريائين لفظ پوءِ آواز ۽ ان کان پوءِ اکر سيکاريا وڃن ٿا. تعليم کاتي جو جديد پهريون ڪتاب لفظن واري طريقي جي اصول تي جوڙيل آهي.

**فائدا:** ١- هي هڪ نفسياتي طريقو آهي. زبان جي تعليم لفظن سان شروع ڪرڻ ڪري ٻارن جا پهريان سبق دلچسپ ثابت ٿين ٿا. جنهن وقت ٻارن کي سندن روزاني استعمال ۾ ايندڙ لفظن جي تحريري تصوير تي ڏيکارجي ۽ ڪين انهن جي سڃاڻپ ۽ لکڻ جي آزمائش تي ڏجي، تنهن وقت اسڪول جو هڪ وڏو مسئلو يعني ٻارن جي رضامندي ۽ خوشي حاصل ڪرڻ، حل ٿيو وڃي. لفظن سان لکڻ، پڙهڻ جي ڪم شروع ٿيڻ سبب ڪين ان ڪم ۾ ڪافي مطلب ۽ مقصد نظر اچي ٿو، جنهنڪري هو ان ۾ دلچسپي وٺن ٿا.

٢- هن طريقي ذريعي سيکارڻ سان شاگردن کي ٿوري ئي عرصي اندر پختي بنياد تي بيهاري سگهجي ٿو. اسان جي سنڌي ٻولي هڪ آوازي (phonetic) ٻولي آهي. يعني ان جي لفظن جي تحريري صورت هوبهو سندن آوازي صورت (اُچار) جهڙي آهي. ان ڪري جنهن وقت اسان جي ٻارن کي مختلف لفظن جي آواز ۽ انهن جي تحريري صورت ذهن نشين ڪئي وڃي ٿي ان وقت ڪين تحرير جا بنيادي اصول هٿ اچي وڃن ٿا، جن جي آڌار تي هو بي خوف و خطري اڳتي وڌي سگهن ٿا.

٣- هن طريقي جي استعمال ۾ ڪئين قسمن جون رانديون ۽ وندرائيندڙ مشغوليون به ڪم آڻي سگهجن ٿيون. ان ڪري ٻارن جي سيکارڻ جو ڪم وندرائيندڙ ۽ دلچسپ ٿئي ٿو. لفظن جي سڃاڻپ، لفظن جو هڪٻئي سان ملائڻ ۽ مختلف آوازن مان جدا جدا مزيدار لفظ ناهڻ، ازين قسم ڪئين رانديون ڪرائي ٿيون سگهجن.

**اعتراض:** ١- هن طريقي جي خلاف پهريون اعتراض هيءُ آهي ته هن ۾ الف ـ ب جي بنيادي سبق سيکارڻ جو بندوبست ڪونهي، جنهنڪري ٻارن جو بنياد ڪچو ٿيو پوي. مگر ان جو جواب اسان اڳ ۾ ئي ڏيئي چڪا آهيون ته الف ـ ب سيکارڻ هن طريقي جو هڪ مکيه ڪم آهي، جنهن کان طريقو غيرمڪمل آهي. فرق فقط هيءُ آهي ته هن طريقي ۾ پهريائين لفظ سيکارجن ٿا ۽ اکر انهن کان پوءِ.

٢- هن طريقي ۾ لفظن جي ذريعي ٻارن کي الف ـ ب جا اکر وچان وچان سيکاريا وڃن ٿا، جنهنڪري ٻارن کي جدا جدا اکرن جي هڪٻئي سان تعلقات جي ڪا ۽ خبر ڪانه ٿي پوي، مثلاً: ج ۽ جه، ڄ ۽ ڃ جي جدا جدا موقعن تي سڪڻ سبب ٻارن کي

سندن لاڳاپي جي بوجهہ کانہ ٿي پوي. ان جو جواب هيءُ آهي تہ حقيقت ۾ڪري الف ـ ب جي اکرن جو ڪنهن خاص سلسلي ۾ سکڻ لاءِ ڪو خاص سبب ئي ڪونهي؛ بلڪ ضرورت مطابق انهن جي سکيا زياده اثرائتي ۽ آسان ٿئي ٿي. پوءِ تہ جيڪڏهن انهن جو سلسلیوار سيکارڻ اهڙو لازمي آهي تہ اهو شرط بہ سيني اکرن جي سيکاري وڃڻ بعد پورو ڪري سگهجي ٿو ۽ ٻارن کي الف ـ ب جو چارٽ ڏيکاري اکرن جو صحيح سلسلو سمجهائي سگهجي ٿو.

٣ـ هن طريقي ۾ ٻارن کي يڪدم لفظن سيکارڻ لاءِ استاد کي گهڻي محنت ڪرڻي پوندي چو تہ ٻارن کي يڪدم لفظ سيکارڻ ڏکيو ڪم ٿيندو. مگر نفسياتي آزمائش مان ثابت ٿيو آهي تہ ٻارن کي لفظن جي سکڻ ۾ بہ ايتري ئي محنت ۽ ڪوشش ڪرڻي ٿي پوي جيتري اکرن سکڻ ۾، بلڪ لفظن جي دلچسپيءَ جي مدنظر اجا بہ گهٽ محنت لڳي ٿي. البتہ لفظن جي لکائڻ شروع ڪرڻ کان اڳ ٻارن کي اکرن جي جزن جي ليکن جو استعمال ڏيڻ گهرجي.

٤ـ ٻارن کي لفظن سيکارڻ بعد وري بہ الف ـ ب جا اکر سيکارڻا پون ٿا، تنهنڪري محنت پيڻي ٿئي ٿي. ان جو جواب اهو آهي تہ لفظن جي ذريعي ٻارن کي الف ـ ب جي اکرن ذهن نشين ڪرڻ ۾ ڪا زياده تڪليف ڪانہ ٿي ٿئي.

٥ـ هن طريقي جي استعمال لاءِ پهريائين استادن جي رهنمائي ۽ سندن تربيت لازمي آهي. ان جو جواب هيءُ آهي تہ استاد جي تربيت هرڪنهن طريقي لاءِ لازمي آهي.

٣ـ **جملن وارو طريقو:** هن طريقي ۾ ٻارن کي حرفن ۽ لفظن جي بجاءِ پهريائين جملا سيکاريا وڃن ٿا. مثلاً، ٻارن کي ڪنهن سهڻي تصوير جي هيٺان هڪ لکيل جملو ڏيکاريو وڃي ٿو. هو ان تصوير جي مطلب سمجهڻ ۽ جملي کي پڙهڻ لاءِ بيتاب ٿي پوي ٿو ۽ ان جملي جي پڙهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اهڙيءَ ويت ٻارن کي سندن روزاني زندگيءَ جي دلچسپين سان وابستہ شين متعلق لکيل جملا ڏيکاري، منجهن انهن جي پڙهڻ لاءِ چاهہ جاڳايو وڃي ٿو ۽ اهي جملا پڙهڻ سيکارجن ٿا. اهڙي نموني جملن جي ذريعي رفتہ رفتہ کين مختلف لفظن جي آوازن ۽ حرفن جي سڃاڻپ ڪرائي وڃي ٿي. لفظن جي سڃاڻپ ڪرائڻ کان پوءِ لفظن جي آوازن ۽ حرفن جي واقفيت ڏني وڃي ٿي. اوائلي جملن ۾ کي خاص لفظ وري دهرايا وڃن ٿا، جيئن ٻارن کي انهن جي چڱي طرح مشق ٿي وڃي ۽ انهن جي آڌار تي هو هرهڪ جملي ۾ هڪ يا بہ نوان لفظ سکندا رهن. مثال طور: ٻارن کي هيٺيان جملا تصويرن جي مدد سان سيکارڻ آسان آهن:

| | |
|---|---|
| ١- هي مٽ آهن. | ٦- هي مٿر آهن. |
| ٢- هي هٽ آهن. | ٧- هي مڪڙ آهن. |
| ٣- هُي ڪن آهن. | ٨- هي عرب آهن. |
| ٤- هي پن آهن. | ٩- هي اگر آهن. |
| ٥- هي وڻ آهن. | ١٠- هي حجم آهن. |

اهڙيءَ ريت جملن جي ذريعي ٻارن کي مختلف آسان اُچارن وارن لفظن جي واقفيت ڏجي ٿي ۽ رفته رفته، ڪين ڏکيرڙن اُچارن ۽ هجي وارن لفظن جي آزمائش ڏني وڃي ٿي. هن طريقي متعلق هيءَ حقيقت چڱيءَ طرح ياد رکڻ گهرجي ته جملن جي سکڻ بعد منجهن استعمال ڪيل **لفظن، آوازن ۽ اکرن** جي واقفيت ڏيڻ هن طريقي جو تمام مکيه ۽ ضروري ڪم آهي، جنهن کان سواءِ هي طريقو اڻپورو رهجي ويندو.

**فائدا:** ١- ٻارن کي سيکارڻ لاءِ ڪنهن به طريقي جي استعمال ڪرڻ کان اڳ اهو ڏسڻ گهرجي ته آيا اهو طريقو ٻارن لاءِ دلچسپ ثابت ٿيندو؟ ڇو ته ڪنهن به طريقي جي ڪاميابيءَ جو مدار ٻارن جي شوق ۽ دلچسپيءَ تي آهي ٻار جي دلچسپي کان سواءِ ڪوبه طريقو، پوءِ اهو ڪٿي ڪهڙو به مڪمل هجي، ڪامياب ٿي نه سگهندو. مطلب ته ٻارن کي ڪنهن به ڪم سيکارڻ لاءِ ضروري آهي ته ان ڪم جي سيکارڻ جو طريقو ٻارن جي نفسيات مطابق هجي ۽ نه خود ان ڪم جي بناوت يا جوڙجڪ مطابق. انهيءَ اصول موجب جملن جي ذريعي سيکارڻ وارو طريقو مٿي ذڪر ڪيل طريقن کان بهتر آهي؛ ڇو ته انهن طريقن موجب سيکارڻ وقت ٻوليءَ جي جوڙجڪ ۽ شروعات جملن سان ڪئي وڃي ٿي جي انسان جي خيال ۽ فڪر جي مواد جو هڪ مفرد جزو آهن. يعني جڏهن اسين ڪوبه خيال، ويچار يا فڪر ڪندا آهيون ته دل ۾ چوندا ويندا آهيون. انهيءَ مان معلوم ٿيو ته هن طريقي ۾ اختيار ڪيل طرز ٻارن جي نفسياتي ۽ فطرتي لاڙن مطابق آهي، جنهنڪري هن طريقي ذريعي سکڻ ۾ ٻار زياده چاهه ۽ شوق ڏيکارين ٿا ۽ ان سبب ڪاميابي يقيني آهي.

٢- هن طريقي جو ٻيو فائدو آهي ٻارن جي دلچسپي، جا هو شروعات کان وٺي هن طريقي تي ڏنل تعليم ۾ وٺن ٿا. اهي جملا جي ٻارن کي پاڙهيا وڃن ٿا سي جيڪڏهن

ٻارن جي فطرتي لاڙن سان لاڳو موضوعن ۽ مشغولين بابت يا اهڙن ڪمن جي باري ۾ آهن يا جن جي باري ۾ آهن، جن جي باري ۾ هو زياده واقفيت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجهه پڙهڻ چاهين ٿا، ته ٻوءِ هو گهڻي شوق سان ڪم ڪن ۽ سندن تعليم جو مسئلو ازخود حل ٿي وڃي ٿو. ان وقت ماستر کي موقعي جو فائدو وٺي، ٻارن کي پڙهڻ لاءِ جملن جو چڱو ذخيرو موجود ڪري ڏيڻ گهرجي ۽ ساڳئي وقت اهو به خيال رکڻ گهرجي، جيئن ٻار پنهنجي انهيءَ شوق ۾ طريقي جا سيئي تپ پار ڪندا وڃن.

٣- ڏنو ويو آهي ته هن طريقي جي ذريعي زبان جي تعليم وٺڻ وقت ٻار خود گهڻي ڪوشش ڪن ٿا ۽ ماسترن سان عملي طرح تعاون ڪري سندن ڪم ۾ ڪيتري مدد ڪن ٿا. مثلاً: ڪنهن واسطي هو پنهنجا جملا گهڙين ٿا ۽ انهن ۾ چاهه وٺي، انهن جي لکيل صورت پڙهي سگهن ٿا. اهڙي نموني هن طريقي ۾ ٻارن کي خود تعليم لاءِ ڪافي موقعا ملن ٿا، جن جو ٻار توڙي استاد فائدو وٺي سگهن ٿا.

٤- هن طريقي ۾ راند روند واري طريقي جي استعمال لاءِ گهڻيئي سهوليتون ۽ موقعا ملن ٿا، جنهنڪري هيءُ طريقو ٻارن لاءِ گهڻي دلچسپيءَ جو باعث بڻجي ٿو. ماستر جي جملي ورجائڻ تي جملي جي سڃاڻپ ڪري ان کي پين جملن مان چونڊي، ٻه-چار جملا پنهنجي درست سلسلي ۾ ناهي رکي، اهڙي قسم جون پيون ڪيتريون رانديون ڪري سگهجن ٿيون. جملن سان رند ڪرڻ بعد لفظن ۽ اکرن جي راند شروع ٿئي ٿي. لفظن جي سڃاڻپ! جملي جا لفظ درست سلسلي ۾ هڪبئي پٺيان رکي جمع ڪاهي، لفظن کي مختلف جاين تي رکي، جملي جا عجيب غريب مطلب ڪيڻ ۽ ڪلائيندڙ اصطلاح بنائڻ، اکرن جي سڃاڻپ ڪرڻ ۽ منجهائن نهندڙ آواز پڙائڻ، آواز مان نهندڙ لفظ چوڻ ۽ پين قسمن جون ڪيتريون رانديون ڪري سگهجن ٿيون. انهن راندين جي هلندي، ٻارن کي پين سبقن ۾ جملي سڪارڻ جو ڪم به جاري رکي سگهجي ٿو.

**اعتراض:** هن طريقي جي خلاف پهريون اعتراض هي آهي ته جملن ذريعي زبان جي تعليم ڏيڻ سبب ٻارن جي لغت جو اضافي بيترتيب نموني ٿئي ٿو. ان ڪان سواءِ سندن تعليم به ڪنهن مقرر نصابي ڪتاب مطابق تدريجي رفتار سان هلائي ڪانه سگهبي، مگر ان هوندي به هن طريقي جي خوبين کي نظر انداز ڪري ڏنو سگهجي. جڏهن هڪ سال برابر انهيءَ طريقي تي ڪم ڪيو رهجي، تہ پڇاڙيءَ واري عرصي ۾ مقرر ڪيل درسي ڪتاب کي منهن ڏيڻ لائق ٿي سگهي ٿو. جملن جي ذريعي تعليم ڏيڻ سبب ٻار ۾ جملن جي پڙهڻ لاءِ ڪافي صلاحيت پيدا ٿي وڃي ٿي، جنهنڪري معمولي درسي ڪتاب سندس لاءِ ڪا وڏي مشڪلات نه آهي، سو جيڪڏهن ڪو درسي ڪتاب جو پڙهائڻ اهڙو لازمي سمجهيو ٿو وڃي، ته ٻار ان جي امتحان مان به سولائيءَ سان پار پئجي سگهي ٿو.

٢- اعتراض آهي ته جملن ذريعي زبان سکڻ سبب ٻار فقط مڪمل جملا طوطي وانگر ياد ڪري پڙهي سگهندو. اسين مٿي چئي آيا آهيون تہ هن طريقي ۾ جملي سان گڏ لفظن ۽ اکرن جي سڃاڻپ ۽ پڙهائي بہ هڪ لازمي ڪم آهي. جيڪڏهن ٻارن کي جملن ذريعي لفظ پڙهڻ ۽ سڃاڻڻ ۽ اکرن مان نهندڙ آوازن جي ڪافي آزمائش ڏني ويندي، تہ پوءِ ٻارن جي نون لفظن ۽ جملن جي نہ پڙهي سگهڻ لاءِ ڪوبہ سبب ٿي نٿو سگهي. ان کان سواءِ مٿين قسم جي نقص کي دور ڪرڻ لاءِ هي قدم ضروري آهي. جيڪي شاگرد هن طريقي ذريعي تعليم وٺي مٿي ويا هجن، انهن جي مدد سان اهڙا جملا ۽ مضمون گڏ ڪري انهن کي چوپڙين جي صورت ۾ آڻجي ۽ انهن ۾ سهڻيون تصويرون بہ داخل ڪجن. هر سال جي پڇاڙيءَ ۾ ٻارن کي اهي چوپڙيون پڙهائجن. اهڙين ڪتابڙين جي چڱي انداز پڙهائڻ سان ٻارن کي پڙهڻ جو ڪافي استعمال ٿي ويندو ۽ هرهڪ سال جي ٻوليءَ وارن ٻارن جي لغت ۾ سراسري طرح ساڳيو اضافو ٿيندو رهندو.

٣- عام طرح لفظن ذريعي ٻولي سيکارڻ وارو طريقو هن طريقي کان زياده ڪارگر ۽ آسان سمجهيو ويندو آهي ۽ هن طريقي کي مشڪل ۽ ناقابل استعمال سمجهيو ويندو آهي. ان جو سبب هن طريقي بابت هڪ غلط فهمي آهي. گهڻا ائين سمجهندا آهن، تہ هن طريقي موجب سيکارڻ وقت ٻارن کي فقط جملا پڙهڻا آهن، مگر اسين اهو صاف ڪري چڪا آهيون تہ هي طريقو مٿان کان هيٺ لهڻ واري اصول يا سڄي کان جزي تائين وڃڻ واري اصول تي مبني آهي. جملن جي پڙهائڻ کان پوءِ لفظن ۽ اکرن جي سڃاڻپ ڪرائڻ کي هن طريقي ۾ تمام گهڻي اهميت مليل آهي. جيڪڏهن هن طريقي جو اهو شرط پورو نہ ڪيو ويو تہ پوءِ طريقي جي واڌاري استعمال ڪرڻ سبب پيدا ڪيل خامين جي شڪايت ڪرڻ بيسود آهي. اهو ياد رکڻ گهرجي تہ هن طريقي کي مڪمل طرح استعمال ڪرڻ ۽ ان جي هرهڪ پهلوءَ تي ڪافي محنت ڪرڻ سان ئي بهترين نتيجا حاصل ڪري ٿا سگهجن.

٤- ائين بہ چيو ويندو آهي تہ هن طريقي تي سيکاريل ٻار، هجي جون گهڻيون غلطيون ڪن ٿا، مگر ان اعتراض جو جواب بہ ساڳيو ئي آهي تہ طريقي کي آخرين منزل تائين استعمال نہ ڪرڻ سبب اهو نتيجو نڪري سگهي ٿو. البت جيڪڏهن ضروري خبرداريون ڪرڻ بعد بہ اها خامي محسوس ٿئي، تہ ان جو دستوري علاج ڪرڻ گهرجي، يعني ٻارن جي هجي ڏانهن زياده توجہ ڏجي، خاص ڪري سنڌيءَ جهڙي آوازي زبان جي حالت ۾ هيءُ نقص بالڪل سولائيءَ سان دور ڪري سگهجي ٿو.

٤- آڪاڏيءَ وارو طريقو: ٻوليءَ سيکارڻ لاءِ هي جملن واري طريقي جو هڪ بهتر نمونو آهي. هن ۾ استعمال بہ انهيءَ ساڳئي نموني ۾ ڪيو ٿو وڃي. هڪ هڪ

جملوڪري ٻارن کي سچي آڪاڻي سيکاري ٿــي وڃي. جملن جي ذريعي آڪاڻي سمجهڻ سبب ٻار زياده جملن جي پڙهڻ لاءِ بيحد منتظر رهن ٿــا ۽ خوشيءَ سان اهي جملا پڙهي وڃن ٿا. ڪنهن به آڪاڻيءَ جي سيکارڻ لاءِ رواجي سلسلو هي آهي. ڪاٻه آڪاڻي ڪٿي ان کي ٽن يــا چئن سهڻين تصويـرن جي صورت ۾ آڻجي ۽ انهن کي چارٽن تي لڳائجي. تصويرن جي هيٺان چارٽ جي سمجهائيءَ لاءِ سليس جملا لکجن جي ٻارن کي هڪ هڪ ڪري پڙهائجن.

| | |
|---|---|
| ڪُتو اڇي ٿو. | ڪُتو ٽپي ٿو. |
| ٻلي اچي ٿي. | ڪُتو ڏِسي ٿو. |
| ڪُتو ڊڪي ٿو. | ٻلي ڀڄي ٿي. |
| ڪُتو لڪي ٿو. | ٻلي وڃي ٿي. |

پڙهائڻ بعد جملن جي سڃاڻپ ۽ زياده استمال لاءِ ٻارن کي دفترين جي ڦٽيلن تي اهي جملا لکي ڏجن ۽ انهن سان رانـد رونـد ڪرائجي. مثال طور ڪنهن به جملي جي چوڻ تــي اهو جملو ڦٽيلن مان ڪڍي ڏيکارين. ڦٽيان وارا جملا چارٽ وارن جملن سان ملائي رکي ڏيکارين وغيره. اهــڙي قسم جي ڪجهه آڪاڻين سيکارڻ بعد، آڪاڻيون ٻارن جي چوڻ موجب چونڊجن ۽ ڪوشش ڪري جملا بـــ ڪاڻئن چوائجن. ائين ڪرڻ سان ٻارن ۾ ڪم لاءِ زياده چاهه جاڳندو. ولايت ۾ ڪيل آزمائش مان ڏٺو ويو آهي ته آڪاڻين وارو طريقو ٻارن لاءِ بلڪل اثرائتو ۽ ڪارگر ٿئي ٿو ۽ هو ان رستي تمام جلدي پڙهڻ سکي وڃن ٿــا. سچين آڪاڻين جي پڙهڻ بعد لفظن جي سڃاڻپ ۽ پڙهڻ جو ڪم شروع ڪجي ٿو. ان ڪان پوءِ اکر ۽ انهن مان نڪرندڙ جدا جدا آواز سيکارجن ٿا. اهو سمورو ڪم راند روند وارين مشغولين ذريعي ٿو ڪجي. جنهن سبب سمورو ڪم ٻار گهڻي ذوق ۽ شوق سان ڪن ٿا ۽ نتيجو به بلڪل تسلي بخش ٿو نڪري.

**فائدا:** جملن واري طريقي جي فائدن جو ذڪر اسين اڳيئي ڪري آيا آهيون. جيئن ته آکاڻيءَ واري جو بنياد به جملن تي رکيل آهي، تنهنڪري جملن واري طريقي وارا ساڳيا فائدا هن طريقي ۾ حاصل ٿين ٿا. (ڏسو صفحو ۲۵) آکاڻيءَ واري طريقي مان وڏيڪ فائدو هيءُ آهي ته آکاڻين ۾ فطرتي دلچسپي هئڻ سبب ٻار انهن جي پڙهڻ ۾ گهڻو چاهه وٺن ٿا ۽ هميشه زياده آکاڻين جي پڙهڻ جي ڪوشش ۾ لڳا رهن ٿا. انهيءَ خواهش جي پوري ڪرڻ ۾ هو زياده جملا پڙهن ٿا، جنهنڪري مضمون جي پڙهڻ ۾ سندن قابليت وڌي ٿي ۽ سندن لغت ۾ خاصو اضافو ٿئي ٿو.

**اعتراض:** هن طريقي جي خلاف به ساڳيا جملن واري طريقي وارا اعتراض ڪيا ويندا آهن. اهي اعتراض ۽ انهن جا جواب به اسين مٿي ڏيئي آيا آهيون.

زبان سيکارڻ جي طريقن ۽ سندن فائدن پڙهڻ بعد معلوم ٿيندو ته گهڻو ڪري سڀ طريقا ا. عمالي طريقا آهن. اهو به ڏٺو ويو آهي ته سڀني طريقن ۾ ڪي خوبيون آهن ته ساڳئي وقت سندن خلاف ڪي اعتراض به ٿي سگهن ٿا. اکري يا حرفي طريقو هڪ تمام جهونو طريقو آهي، جنهن مطابق پڙهائڻ وقت ٻارن جي نفسانيت جي عيوض ٻوليءَ جي بناوت ۽ جوڙجڪ جي اصولن جو خيال رکيو وڃي ٿو. پر ته فقط سالن جي استعمال سبب معلم ان جهوني ۽ آزمايل طريقي موجب پاڙهڻ زياده پسند ڪندا ڪن. لفظي طريقي جو استعمال رواجي استاد لاءِ نئون ڪم آهي، جنهنڪري ڪيس ان حالت ۾ زياده چست ۽ خبردار رهڻو پوي ٿو. ساڳيءَ طرح جملن ۽ آکاڻيءَ وارن طريقن ۾ به ماستر کي اڳواٽ محنت ۽ تياري ڪرڻ جي گهڻي ضرورت ٿئي ٿي ۽ سندس هوشياريءَ ۽ حرفت جي ڪافي گنجائش رهي ٿي. ڪاهل ۽ سست ۽ اڻڄاڻ ماستر انهن طريقن جي آزمائش ۾ بريءَ طرح ناڪامياب ٿيندو ۽ پوءِ قصور پڙهائيءَ جي طريقي کي ڏيندو.

هاڻي سوال ٿو اٿي ته اسين پاڻ پنهجن اسڪولن ۾ ڪهڙو طريقو اختيار ڪريون جو مقصد به حاصل ڪريون ۽ ڪم به آسان ۽ درست نموني ۾ هلي. اڄڪلهه دنيا بلڪل تيز رفتار سان ترقي ڪري رهي آهي. جيڪو ان جي رفتار سان هم قدم نٿو رهي سو پوئتي رهجيو وڃي ۽ دنيا ۾ زنده رهڻ جو حق وڃايو ويهي. ان ڪري اسان لاءِ لازمي آهي، ته تعليم جي ميدان ۾ به جيڪي نيون کوجنائون ۽ آزمائشون ٿينديون رهن ٿيون ۽ جيڪي به نفسياتي اصولن موجب نوان ۽ جديد پڙهائيءَ جا طريقا ايجاد ٿين ٿا انهن مان بخوبي واقف رهون ۽ پنهنجين پنهنجين مڪاني حالتن ۽ سهولتن مطابق انهن مان فائدو وٺندا رهون. زبان جي سيکارڻ جو طريقو ٻارن جي نفسيات سان ٺهڪي ٿو اچي، ان جو استعمال ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن اهو طريقو اسان لاءِ بلڪل نئون ۽ اڻ آزمايل آهي ته به ان جي فائدن معلوم ڪرڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو ان جو

سچيءَ دل سان استعمال ڪرڻ اسان تي واجب آهي. حقيقت ۾ هن ڪم ۾ اهو ئي استاد ڪامياب ٿي سگهندو، جو سڀني طريقن مان واقف هوندو ۽ جيتوڻيڪ استعمال هڪ طريقي تي ڪندو ته به فائدو سڀني طريقن جي خوبين مان وٺندو رهندو. آزمائش مان ڏٺو ويو آهي ته جهڙيءَ طرح "ماڻهو مڙيئي ماڻهو" اهڙيءَ طرح ٻار بہ سڀ هڪجهڙا نہ آهن. سندن دماغي ۽ ذهني طاقتن ۾ گهڻو فرق رهي ٿو ۽ رواجي عمر ۾ هڪجهڙي هئڻ جي حالت ۾ بہ سندن ذهني عمر ۾ گهڻو تفاوت رهي ٿو. ڪي ٻار اهڙا ٿين ٿا، جي پڙهائيءَ جي هڪ طريقي مان گهڻو فائدو حاصل ڪن ٿا تہ ٻيا وري ٻئي طريقي مان زياده بهره ور ٿين ٿا. ان لحاظ کان استاد جو فرض آهي تہ هو پنهنجي پڙهائيءَ جو ڍنگ اهڙي نموني ۾ بدلائي سدلائي جيئن هو هر قسم جي ٻارن جون ضرورتون پوريون ڪري سگهي.

# ٣- مادري زبان جو ٻين نصابي ڪمن سان تعلق

اسانجين تعليمي ڪوشش جي پٺيان هڪ عاليشان مقصد رکيل آهي. اهو مقصد آهي قوم جي آئينده نسل جو اخلاق بلند ۽ مضبوط ڪرڻ ۽ هرهڪ فرد کي اهڙي تربيت ڏين، جيئن هو هڪ لائق ۽ ڪارگر شهرواسي بنجي پنهنجي شهر، ملڪ، قوم ۽ دنيا جي خدمت ڪري سگهي. مختلف قسمن جي درسگاهن ۽ سندن لاءِ مقرر ڪيل نصابن جو مقصد ظاهر ۾ جيتوڻيڪ بلڪل نرالو آهي تاهم انهن سڀني جو آخرين مقصد ساڳيو آهي. اهڙيءَ طرح مختلف اسڪولي ڪم ٻه هڪ مفرد هستيءَ يعني هڪ نصاب جا جزا آهن. جو نصاب تعليم جي حقيقي مقصد کي حاصل ڪرڻ جي مدنظر بنايو وڃي ٿو.

هاڻي جنهن صورت ۾ اسڪول لاءِ مقرر ڪيل نصاب هڪ مفرد چيز آهي، جنهن لاءِ هڪ مقرر مقصد پيش نظر آهي، انهيءَ صورت ۾ نصاب جي مختلف ڪمن جو باهمي تعلق ۽ سندن سيکارڻ ۽ سمجهائڻ ۾ هڪٻئي سان لاڳاپو قائم ڪرڻ تمام ضروري آهي. انهيءَ باهمي رشتيداريءَ ۽ لاڳاپي جو مطلب هيءُ آهي ته نصاب جي ڪنهن ٻه ڪم جي سيکارڻ وقت استاد ڪوشش ڪري ٻارن کي نصاب جي ٻين سکيلن ڪمن ۾ حاصل ڪيل واقفيت مان فائدو ۽ مدد وٺڻ سيکاري ۽ اڻ سڌيءَ طرح اهڙن ٻين ڪمن جي سکڻ ۽ سمجهڻ لاءِ تياري ڪري. انهيءَ باهمي رشتيداريءَ جي اصول تي عمل ڪرڻ سان هو پنهنجي پڙهائي بلڪل دلچسپ ۽ وڻندڙ ڪري سگهي ٿو. هو نه فقط پنهنجي فرض ادائي سهوليت سان ۽ وڻندڙ نموني ۾ ڪري سگهي ٿو، بلڪ ساڳئي وقت شاگردن کي نصابي ڪمن جي ڪارآمديءَ جو ثبوت ڏيئي سگهي ٿو. مثال طور، ڊرائنگ ۽ دستڪاريءَ جو استاد ڏيڊ چانور ڏور رڌڻ جي عيوض جيڪڏهن پنهنجي ڪم کي نصاب جي ٻين ڪمن جي خدمت ۾ ڪم آڻي ۽ ٻارن کي اهڙي سکيا ۽ تربيت ڏئي، جا منجهن انهن ڪمن جي سکڻ، سمجهڻ لاءِ زياده لياقت پيدا ڪري ته هو ڇٽي سگهو ته هن پنهنجي ڪم کي مفيد ثابت ڪرڻ جو فرض ادا ڪيو. ساڳيءَ طرح ڪنهن ملڪ جي

تاريخ سيکارينڌڙ استاد، ضرورت جي وقت ان ملڪ جي جاگرافي ۽ طبعي حالتن ڏانهن ٻارن جو ڌيان ڇڪائي، ڪين تاريخي واقعن جي اصليت ۽ حقيقي سبب سمجهائي سگهي ٿو ان سان گڏ جيڪڏهن هو ان وقت جي ادب يا ساهت مان ڪو مضمون يا شعر پڙهي ٻڌائي يا انهن واقعن بنسبت ڪا آکاڻي ٻڌائي يا وقت جي حاڪمن، سندن مڪانن ۽ عمارتن جو جون تصويرون ڏيکاري، ته تاريخ جهڙي ڪم کي جو عام طرح هڪ خشڪ ۽ دلخراش ڪم سمجهيو ويندو آهي، بلڪل دلچسپ ۽ وڻندڙ ڪري سگهي ٿو.

مگر ارمان سان ڏٺو ويو آهي ته سنڌ ۾ معلم طبقو نصابي ڪمن جي اهڙي رشتيداري جي ضرورت ۽ فائدن کان بلڪل غير واقف آهي ۽ ڪن حالتن ۾ غلط فهميءَ ۾ مبتلا هئڻ سبب ان جي بلڪل برخلاف آهي. سيکارينڌڙن کي اهو وهم ويٺل آهي، ته نصابي ڪم هڪٻئي کان بلڪل نرالا آهن، جن جو هڪٻئي سان ڪوبہ تعلق ڪونهي. انهيءَ ڪري هو سمجهن ٿا ته انهن جي پڙهائي بلڪل علحدي نموني ۾ ڪرڻ گهرجي ۽ منجهانئن ڪنهن کي بہ ٻئي جي حد اندر دخل ڏيڻ نہ گهرجي. عنن جو عقيدو آهي ته جيڪو استاد هڪ ڪم جي سيکارڻ وقت ٻئي جي مدد وٺي ٿو يا اڻ سڌيءَ وانگر ان جي مدد ڪري ٿو، سو بلڪل اڻ ڄاڻ ۽ ناقابل استاد آهي جو ٻڌندڙ ماڻهوءَ وانگر ڪکن ۽ ٻوڙن ۾ جهٽ وجهي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ آتو آهي. مگر اها هڪ غلط فهمي آهي، جنهن جو هڪ سبب هيءَ آهي جو نصابي ڪم مختلف وقتن تي مختلف استادن جي معرفت پاڙهجن ٿا ۽ سندن امتحان بہ علحدا ٿين ٿا. اهو بلڪل ضروري آهي ته سيکارينڌڙن جي دل مان اهو غلط وهم دور ڪيو وڃي ۽ ڪين نصابي ڪمن جي درميان اهڙي قطع تعلقات پيدا ڪرڻ مان جيڪي نقصان ٿين ٿا، سي ذهن نشين ڪيا وڃن. ائين ڪرڻ سان ڪين پنهنجي پڙهائيءَ جي طريقن بدلائڻ لاءِ آماده ڪري سگهبو.

نصابي ڪمن جي درميان ضروري لاڳاپي ٽوڙڻ ۽ سندن وچ ۾ ديوار ڪڙي ڪرڻ مان هيٺيان نقصان سرزد ٿيا آهن.

١- نصابي ڪمن کي هڪٻئي کان دور رکي پس پرده نموني ۾ پاڙهڻ سبب نہ فقط اهي هڪٻئي کان بلڪل دور ٿي ويا آهن، مگر اهي ڪم جن جو هڪٻئي سان گهڻو تعلق آهي ۽ ڪن حالتن ۾ هڪ ئي موضوع جا مختلف پهلو آهن، سي بہ هڪٻئي کان ڇڄي ڌار ٿي ويا آهن، جنهنڪري انهن جو هڪٻئي سان ڪوبہ تعلق معلوم ڪونہ ٿو ٿئي. مثلاً پڙهڻ، لکڻ، گرامر ۽ مضمون نويسي مادري زبان جا مختلف پهلو آهن، مگر بلڪل علحدي نموني ۾ پڙهڻ سبب نصاب جا مختلف ڪم تصور ڪيا وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح نصابي ڪمن ۾ جڙتو اضافي ڪرڻ سان اسڪولي نصاب گهٽجي ويو آهي.

٢- نصابي ڪمن جي باهمي رشتيداريءَ تـي توجہ نہ ملڻ سبب مختلف ڪمن جي پڙهائي بالڪل ئـي خشڪ ۽ غلط ٿي پوي ٿي، جنهنڪري ان ۾ ٻارن جو ذرو بہ چاهہ نٿو لڳي.

٣- نصابي ڪمن جـي درميان اهڙي تفرقي وجهڻ سبب مختلف ڪمن لاءِ خاص ماهرن جي مقرر ڪرڻ واري اصول جي همت افزائي ٿـي آهي. جنهنڪري نصابي ڪمن جو باقي رهيل ڪهيل رشتيداريءَ کي بہ سخت ڌڪ لڳو آهي.

٤- تعليم جو اصلي مقصد هڪ آهي ۽ سيئي نصابي ڪم بہ انهيءَ هڪ مقصد طرف رجوع ٿيڻ گهرجن؛ مگر سندن جداگانہ طريقي تـي سيکارڻ سبب اهو مقصد حاصل ٿي نٿو سگهي ۽ ٻارن جي دل ۾ اهو گمان ٿو ويهي تہ تعليم جا ڪئين مقصد آهن ۽ نصاب جا مختلف ڪم انهن کي حاصل ڪرڻ جا ذريعا آهن.

٥- نصابي ڪمن کي جدا جدا پاڙهڻ سبب نڪي ٻـار انهن جو عملي استعمال ڪري ٿا سگهن ۽ نڪي سندن ڪارائتي هئڻ لاءِ ڪو ثبوت ڏـا ڏسن، جنهنڪري ڪين انهن جي ضرورت بابت ڪئين شڪ ٿا جاڳن.

٦- باهمي تعلق ۽ رشتيداريءَ تي عمل ڪرڻ سان ٻارن جي مشغولي بلڪل دلچسپ ۽ مفيد ٿئي ٿـي مگر ايئن ڪرڻ سبب مختلف ڪمن جي پڙهائيءَ ۾ ٻارن کي ڪوبہ لطف ۽ مزو ڪونہ ٿو اچي، تنهنڪري سندن تعليم بلڪل مشڪل ٿيو پوي ۽ وقت بہ گهڻو ضايع ٿئي ٿو.

اهڙن نقصن کي دور ڪرڻ واسطي پاڙهيندڙن کي گهرجي تہ هو نصابي ڪمن جـي باهمي تعاون ۽ وابستگيءَ جي ضـرورت محسوس ڪن ۽ سندن درميان مفيد رشتيداريءَ قـائم ڪرڻ لاءِ عملي طرح ڪوشش ونـن. اهڙي قسم جي رشتيداريءَ مان هي فائدا آهن:

**فائدا:** ١- نصاب جي مختلف ڪمن ۽ سندن جـدا جـدا ڀاڱن کي علحدي نموني ۾ پاڙهڻ سبب اسڪول جي نصاب ۾ جيڪا مصنوعي ڀرتي ڪئي ويئي آهي، تنهن جو اهڙي لاڳاپي کي عمل ۾ آڻڻ سان علاج ٿي سگهندو. ڪمن جي هڪٻئي تي لازم ملزم هئڻ سبب سمورو نصاب هڪ مفرد شيءِ سمجهڻ ۾ ايندو، جنهنڪري ٻـارن ۾ ڪم لاءِ چاهہ پيدا ٿيندو.

٢- ڪمن جي درميان تعلقات پيدا ٿيڻ تي تعليم جو ڪم درست اصولن ۽ درست طرز تي قائم ٿيندو ۽ هرهڪ ڪم ٻين جي مدد سان سيکارڻ سبب بلڪل مؤثر ۽ دلچسپ ثابت ٿيندو.

٣- جيڪڏهن اسڪول ۾ مختلف ڪمن جي سيکارڻ لاءِ جدا جدا ماهر مقرر ٿيل آهن، ته انهن کي به لازمي طور هڪٻئي سان تعاون يا سهڪار ڪرڻو پوندو، جو سيني نصابي ڪمن لاءِ نهايت مفيد ٿي سگهي ٿو.

٤- هڪ ڪم جي سکڻ وقت ٻين ڪمن جي واقفيت جي ضرورت ۽ اهميت معلوم ڪرڻ سان ٻار سيني ڪمن جو اصلي تعلق محسوس ڪندا ۽ ڪين اها به ڄاڻ پوندي، ته درحقيقت سيني نصابي ڪمن جو مقصد هڪ آهي.

٥- هرهڪ ڪم جي عملي آزمائش ۽ استعمال ڪرڻ سان ٻار محسوس ڪندا ته ڪوبه نصابي ڪم فائدي ۽ مطلب کان خالي نه آهي.

٦- سيني ڪمن جي درميان اهڙي تعلق پيدا ڪرڻ سان تعليم جو ڪم بلڪل وڻندڙ ۽ مؤثر ٿئي ٿو. ٻار به اسڪول جي مشغولين ۽ ٻئي ڪاروبار ۾ زياده شوق ۽ خوشيءَ سان بهرو وٺن ٿا، جنهنڪري تعليم جو ڪم نهايت آسان ٿئي ٿو.

نصابي ڪمن جي انهيءَ لاڳاپي جي اهميت معلوم ڪرڻ بعد ڏسڻو آهي، ته مادري زبان کي اهڙي رشتيداري قائم ڪرڻ ۾ ڪهڙو پارٽ ادا ڪرڻو آهي ۽ انهيءَ کي ڪهڙيءَ ريت عملي جامو پهرائجي. اسين پهرئين باب ۾ ڏسي آيا آهيون، ته مادري زبان کي اسان جي زندگيءَ توڙي اسڪولن ۾ خاص امتياز حاصل آهي. اسان جي ابتدائي توڙي ثانوي اسڪولن ۾ تعليم مادري زبان دوران ڏني وڃي ٿي، انهيءَ ڪري مادري زبان جي ٻين ڪمن سان رشتيداري عمل ۾ آڻڻ نه فقط نهايت ضروري آهي، پر ساڳئي وقت تمام مفيد پڻ آهي. مناسب پيماني تي اهڙي رشتيداري قائم ڪرڻ سان مادري زبان توڙي ٻين ڪمن کي بي انداز فائدو پهچائي سگهجي ٿو. ان ڪري هرهڪ استاد تي فرض آهي ته هو انهيءَ ڏس ۾ اڻ ٿڪ ڪوشش ڪندو رهي ۽ ڪوبه اهڙو موقعو هٿان نه وڃائي جنهن ۾ هو نصابي ڪمن جي مختلف ڪمن جهڙوڪ: تاريخ، جاگرافي، سوڪس، سرشتي سکيا ۽ حسابي ڪمن جي هلندي، استاد شاگردن جي ٻوليءَ ۽ ان جي صحت ۽ فصاحت تي توجه ڏيڻ سان مادري زبان جي ڪيتري خدمت ڪري سگهي ٿو. انهن ڪمن جي سکڻ ۾ شاگردن کي مادري زبان جو تقريري توڙي تحريري استعمال به ڪرڻو پوي ٿو. ٿوري خبرداريءَ ڪرڻ سان انهن ڪمن جو استاد ٻارن کي مادري زبان جي درست

استعمال جي اهميت ۽ ضرورت ذهن نشين ڪري سگهي ٿو. وقتي جيڪڏهن مادري زبان جي اصولن بابت ڪجهه سمجهاڻي ڏيڻي پويس، ته ان ڳالهه کان به ڪيٻائڻ نه گهرجيس. اهڙا واقعا ٻارن جي دل تي مضبوط اثر ويهارڻ لاءِ نهايت اهميت رکندڙ آهن. اهڙن فرضن جي سرانجاميءَ لاءِ پڻ ڪمن جي استاد کي به مادري زبان جي ڪافي واقفيت رکڻي پوندي. مطلب ته اهڙو استاد فقط ٿوري زياده خبرداريءَ ۽ تڪليف وٺڻ سان پنهنجي ڪم جي هرهڪ سبق مان مادري زبان کي گهڻي مدد ڪري سگهي ٿو. ٻئي طرف وري جيڪڏهن شاگرد پنهنجي مادري زبان جي استعمال ۾ هرگز ماهر آهن ۽ ان جي ذريعي پنهنجي خيالن ۽ راين کي صاف ۽ واضح نموني بيان ڪرڻ جي لياقت رکي ٿو، ته پوءِ هو ان کي هڪ زبردست هٿيار طور ڪم آڻڻ جي وسيلي بي انداز فائدا حاصل ڪري سگهي ٿو. ڏٺو ويو آهي ته شاگردن کي پنهنجي مادري زبان ۾ گفتگو ڪرڻ، ڪنهن مسئلي متعلق پنهنجن راين پيش ڪرڻ ۽ بحث مباحثي ۾ پنهنجين حجتن ۽ دليلن کي مناسب نوع ۽ سلسلي ۾ پيش ڪرڻ جي لياقت گهٽ هوندي آهي. انهيءَ ڪري ٻين نصابي ڪمن جي حالت ۾ جيتوڻيڪ هو ضروري واقفيت جا مالڪ هوندا آهن، ته به سوالن جي جوابن ڏيڻ يا لکڻ وقت پنهنجي قابليت ظاهر ڪري نه سگهندا آهن، مگر جيڪڏهن کين مادري زبان تي مڪمل دسترس هوندو، ته اهڙن ضرورت جي وقتن تي هو پنهنجو حقيقي جوهر ڏيکارڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهندا. انهيءَ ڪري مادري زبان جي استاد جو فرض آهي، ته هو پنهنجن شاگردن ۾ اهڙي قسم جي آزمائش مان پار پئي سگهڻ لاءِ زبان جي استعمال جو استعداد پيدا ڪري، کيس گهرجي ته هو شاگردن کي درست نموني ۾ صفائي ۽ چٽائيءَ سان گفتگو ڪرڻ، مؤثر نموني مباحثو ڪرڻ؛ حجتن کي زوردار نموني ۾ نروار ڪرڻ، عادت کي رنگين ۽ دلڪش ڪرڻ لاءِ بيت، پهاڪا، مثال ۽ چوڻيون استعمال ڪرڻ، پنهنجي تحرير کي سهڻي بنائڻ لاءِ خوش خط ٿيڻ ۽ تقرير يا تحرير کي درست بنائڻ لاءِ مضمون ۽ گرامر جي اصولن جي چڱيءَ طرح آزمائش ڏئي، انهن سڀني لياقتن جي پيدا ڪرڻ واسطي کيس گهرجي ته هو ٻين ڪمن جي مثال مان جيتري مدد ٿي سگهيس؛ اوتري وٺي ۽ اهڙيءَ ريت ٻارن کي ذهن نشين ڪري، ته مادري زبان جو ٻين ڪمن سان ڪيترو نه گهاٽو تعلق آهي. مثلاً، کين پڙهڻ واسطي اهڙو مضمون يا مواد هٿ ڪري ڏئي، جنهن جو تعلق سندن واسطي مقرر ڪيل تاريخ، جاگرافي يا سائنس سان هجي، کين اهڙا مضمون، ڊائلاگ يا آکاڻيون لکائي، جن ۾ شهريت، جاگرافي، سرشتي سکيا يا دستڪاريءَ دوران ڪافي معلومات حاصل ڪري چڪا آهن.

نصابي ڪمن جي لاڳاپي قائم ڪرڻ ۾ هڪ خاميءَ کان خبردار رهڻو آهي. اها آهي اهڙيءَ رشتيداريءَ جو حد کان زياده استعمال. ڪي شخص رشتيداريءَ مان غلط

مطلب ڪڍندا آهن ۽ لاهي پاهي انهيءَ ڪم تي بيهندا آهن، جنهنڪري مناسب ۽ اعتدال جون سڀ حدون اورانگهي ويندا آهن. ان جو نتيجو اهو نڪرندو آهي جو سائنس جو سبق بدلجي تاريخي تقريرون تي پونديون آهن ۽ جاگرافيءَ جا سبق بدلجي ڊرائينگ سيکارڻ جا موقعا بنجي پوندا آهن. اهڙن شخصن کي ياد رکڻ گهرجي تہ اهڙو لاڳاپو جيڪڏهن حد کان لنگهي ويو تہ فائدي جي عيوض نقصان جو باعث ٿي سگهي ٿو. ڪن مختلف ڪمن جي ملاوت اهڙيءَ طرح ڪرڻي آهي، جنهن مان هٿ ۾ ڪنيل ڪم سمجهائڻ ۾ سهوليت ۽ آساني پيدا ٿي سگهي ۽ شاگردن کي نصاب جي سيني ڪمن جي يڪجهتي ذهن نشين ٿئي. تنهنڪري پڙهائيندڙن کي گهرجي تہ هو نصابي ڪمن جي درميان اهڙو عهدنامو ڪرائين ۽ پاڻ پنهنجي درميان بہ اهڙو سمجهوتو ڪن، جنهن ذريعي هو پنهنجي مقصد جي ڪاميابيءَ کي جلد حاصل ڪري سگهن.

—

# باب ٻيون

## ڳالهائڻ

### ١- زباني ڪم

زباني ڪم ڪرائڻ ۾ اسان جي مراد آهي تہ ٻار ڪي درست نموني ۾ ڳالهائڻ، پنهنجي مطلب کي صاف، سولي ۽ درست نموني ۾ ظاهر ڪرڻ جي تربيت ملي. انهيءَ مراد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اول ٻار کي زباني تعليم جي پهرين منزل مان لنگهڻو پوندو. اهي منزلون هي آهن:

١- ٻار جو ڌيان ۽ غور سان ٻوليءَ ۾ ان جي مختلف لفظن کي ٻڌڻ، هندائڻ ۽ انهن جي ورجائڻ جي ڪوشش ڪري ڳالهائڻ.

٢- ٻوليءَ جي لغت تي دسترس حاصل ڪرڻ سان گڏ ان جي درست آواز، درست تلفظ ۽ درست ڍنگ جو استعمال ڪرڻ.

رواجي حالتن ۾ ٻار پنهنجن متن مائٽن ۽ پاڙن پينرن سان اٿڻ ويهڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ مٿين قسم جي تربيت حاصل ڪري مادري زبان جي مختلف لفظن جا درست تلفظ ڪرڻ، ان ۾ گفتگو ڪرڻ سکي وڃي ٿو. مگر بي‌تربيت نموني ۾ سکڻ سبب ۽ ڪن حالتن ۾ ناقص تربيت ملڻ سبب انهيءَ تعليم ۾ ڪئين خاميون رهجيو وڃن. سيکاريندڙن جو فرض آهي تہ ٻار جي اسڪولي تعليم جي ابتدائي زماني ۾ سندس اهڙي ناقص تعليم کي درست ڪرڻ ۽ خامين دور ڪرڻ ۾ مدد ڪن (ڏسو صحيح تلفظ).

**زباني ڪم جي اهميت:** مادري زبان متعلق مٿي ذڪر ڪيل مشغولين مان مکيہ ۾ مکيہ مشغولي زباني ڪم آهي. جو فقط شروعاتي تعليم کي مڪمل بنائڻ ۾ مدد ڪري ٿو باڪ ٻوليءَ جي تعليم سان لاڳو ٻيل ٻين سڀني مشغولين لاءِ راه عمل بنائي ٿو. حقيقت ۾ ڪوبہ شخص تيسين پنهنجي مادري زبان جو ماهر ٿي نہ سگهندو جيسن ان پهريائين پنهنجي ٻوليءَ جي زباني استعمال تي مڪمل قبضو نہ ڪيو آهي. 'سان کي خبر آهي تہ ٻولي اسان جي خيالن جي اظهارن جو هڪ وسيلو آهي، جيڪڏهن اسين

چاهيون ته ٻارن جي خيال ڪرڻ جي طاقت يا سندن قوت فڪر ۾ اضافو ڪريون ته اسان جو فرض آهي ته انهن لاءِ اسڪول ۾ زباني ڪم جي استعمال جو چڱو بندوبست رکون ۽ اهڙا موقعا وقت بوقت بڻايون، جن تي ڪين زباني ڪم ۾ مشغول رکي سگهجي، ان جي علاوه زباني ڪم ۾ ٻوليءَ جو موزون استعمال تحريري ڪم سيکارڻ جو عمدي ۾ عمدو طريقو آهي. جيڪڏهن ٻارن ۾ درست نموني ۾ ڳالهائڻ جي لياقت آهي ته سؤ مان نوانوي حالتن ۾ سندن تحريري طاقت به عمدي ٿي ٿي. ٻارن ۾ سهڻي نموني ۾ لکڻ وقت هو اها ئي طرز اختيار ڪن، جا سندن ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي طرز آهي، علاوه ان جي تقريري ڪم ٻارن جي شخصيت بنائڻ لاءِ بهترين آهي. آزمائش مان ڏٺو ويو آهي، ته ڪي ماڻهو پنهنجي ذاتي قوتن جو اظهار تحرير ڪان زياده تقرير رستي ڪري سگهندا آهن. اڄڪلهه اسان جي ٻارن جي نمائشي ۽ مٿاڇري (Superficial) تعليم سبب اسان جي ٻارن جي تحرير مان فطرتي رواني ۽ سادگي بلڪل نڪري ويئي آهي ۽ ان ۾ هڪ جڙتو ۽ رسمي طرز مروج ٿيندي ٿي وڃي. ان جي علاج لاءِ سهڻي صلاح آهي ته اسڪولن ۾ زباني ڪم مٿين درجي تائين هلايو وڃي. مضمون نويسي به زباني ڪم جي تحريري صورت آهي ۽ ان جي بهتريءَ لاءِ زباني ڪم ئي هڪ بهترين ذريعو ثابت ٿي سگهي ٿو.

اسان کي گهرجي ته انهن حقيقتن تي سنجيدگيءَ سان غور ڪريون جيتريقدر ٿي سگهي، اوتريقدر زباني ڪم جو استعمال مٿين درجن تائين ڪندا رهون. ارمان آهي، جو اساڄن اسڪولن جي امتحانن ۾ زباني ڪم کي ڪابه اهميت واري جڳهه ڪانه ٿي ڏني وڃي ۽ تحريري امتحان جي رعب ۽ دهشت وچان زباني ڪم کي جيئن مٿي، تيئن زياده نظر انداز ڪيو ٿو وڃي، مگر اهو ياد رکڻ گهرجي، ته شخصيت جي تعمير ۽ مادري زبان ۾ اهميت پيدا ڪرڻ جي نقطہ نگاه کان اها هڪ عظيم غلطي آهي. ولايت ۾ تعليمي ماهرن آزمائش ڪري ڏٺو آهي، ته هڪ ئي اسڪول ۾ هيٺين درجن جا ٻار جيڪي آزاد نموني ۾ ڳالهائڻ، تصور هلائڻ ۽ راءِ ظاهر ڪرڻ تي هريل آهن، تن جا مضمون ۽ تحريرون وڏن شاگردن جي مضمونن ۽ تحريرن کان زياده فطرتي ۽ آزاد نموني ۾ لکيل ٿين ٿيون، جنهنڪري بلڪل دلچسپ معلوم ٿين ٿيون. ان مان ثابت آهي ته تقريري يا زباني ڪم هڪ بلڪل ضروري شيءِ آهي ۽ ٻارن جي تحرير ۾ فطرتي رواني ۽ سادگي پيدا ڪرڻ جو هڪ ئي مفيد طريقو آهي. جيڪڏهن زباني ڪم کي اسڪول جي مٿين درجن ۾ نظر انداز ڪيو ويو، ته شاگردن جي لکڻ جو ڍنگ ۽ نوع بلڪل بي‌مزي ۽ جڙتو ٿي پوندو. ان کان سواءِ اسڪول جا هيٺيان درجا مادري زبان جي بنياد وجهڻ ۾ ناڪامياب ٿيندا ۽ مٿيان درجا به ستا نتيجا ڏيکاري ڪين سگهندا، تنهنڪري ٻارن ۾ لاڳيتي تقرير ڪرڻ جي لياقت ۽ تحرير جي ماهيت پيدا ڪرڻ لاءِ زباني ڪم اسڪول جي بين فرضن مان هڪ اهم ترين فرض ڪري سمجهڻ گهرجي.

زباني ڪم جي پهرين منزل تي هڪ خاص خبرداري رکڻ گهرجي، جيئن ٻار گفتگو جو فطرتي نمونو وساري مصنوعي ڍنگ اختيار نہ ڪن. ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ بلڪل آزاد ۽ قدرتي نمونو وٺن. عام طور ڏٺو ويو آهي تہ شاگرد ڪلاس ۾ ڳالهائڻ وقت يا سوالن جا جواب ڏيڻ وقت هڪ خاص اسڪولي ڍنگ اختيار ڪندا آهن، جو نيم مرده ۽ غير فطرتي ٿئي ٿو. اهو نمونو بلڪل بند ڪرائڻ گهرجي ۽ اسڪول ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏجي. ٻارن کي انهيءَ فطرتي نموني جي، جنهن ۾ هو هڪٻئي سان اسڪول جي حاطي اندر يا ان کان ٻاهر راندين ڪندي گفتگو ڪندا آهن، استعمال ڪرڻ جي هدايت ڪجي. گفتگو ڪرڻ وقت اوائل ۾ ٻار گهڻيون ئي غلطيون ڪندا آهن، پر انهن جو فڪر ڪرڻ نہ گهرجي، ٻار غلطيون ڪري سکندا آهن. رفتہ رفتہ اهي ازخود دور ٿي وينديون. غلطين کي درست ڪرڻ جي عيوض ٻار جي گفتگو ۾ جذبي، اصليت ۽ زندگي پيدا ڪرڻ تي زياده توجهه ڏيڻ گهرجي. اهي سڀيئي وصفون ٻارن ۾ فطرتي طرح موجود هونديون آهن، مگر اسڪول جي مصنوعي فضا ۽ ماحول جي اثر هيٺ اهي دٻجي وينديون آهن. استاد کي گهرجي تہ بلڪل خبرداريءَ کان ڪم وٺي ۽ انهن طاقتن کي دٻائڻ جي عيوض، انهن جو استعمال ڪري کين ترقي ڪرڻ جو موقعو ڏئي.

## زباني ڪم جا مختلف نمونا:-

۱- **گفتگو:** پرائمري اسڪولن ۾ زباني ڪم جو مقصد آهي تہ ٻارن کي پنهنجي مطلب کي درست ۽ صاف نموني ۾ سمجهائڻ؛ ٻنان اٽڪ پنهنجن خيالن ظاهر ڪرڻ ۽ جيڪي چوڻو هجن، سو چٽي، برجستي، فطرتي ۽ آزاد نموني ۾ ظاهر ڪرڻ جي تربيت ڏني وڃي. ان لاءِ پهريون پهريون قدم هيءَ آهي تہ کين هڪٻئي سان، استاد سان ۽ ڪلاس سان ڳالهائڻ جي تربيت ڏني وڃي. هيٺين درجن ۾ گفتگوءَ جي لاءِ خاص ڪلاڪ مقرر ڪرڻ گهرجي جنهن ۾ مختلف موضوعن تي گفتگو ڪجي. اهڙن موقعن تي ٻارن کي بلڪل بي حجاب ۽ بي تڪلف نموني ۾ ڳالهائڻ لاءِ همٿائجي. جيڪي ٻار ان ۾ حجاب ڪن يا جن کي ڳالهائڻ ۾ اٽڪ يا شرم محسوس ٿيندو هجي، تن ڏانهن خاص توجهه ڏجي. انهيءَ ڪلاڪ ۾ ٻارن کي خبرن ٻڌائڻ؛ دلچسپ واقعن ۽ شين بابت بيان ڪرڻ ۾ مشغول رکي سگهجي ٿو. اهڙي ڪم شروع ڪرڻ بعد ڪڏهن ٻار گفتگو جي ڪلاڪ ۾ پنهنجا رانديڪا يا پنهنجون هٿ سان ناهيل يا لڌل شيون کڻي ايندا آهن ۽ انهن متعلق ڳالهہ ٻولهہ ۽ سوال جواب ڪندا آهن. اهڙي قسم جي ڪلاڪ مخصوص ڪرڻ جو مقصد هي آهي تہ ٻارن کي ڪنهن دلچسپ موضوع تي بيان ۽ گفتگو ڪرڻ جو موقعو ملي. اهڙي زباني ڪم جي هلندي ماستر کي ٻوليءَ جي صحت ۽ درستيءَ بابت گهڻو فڪر ڪرڻ نہ گهرجي. البت ٻارن جون عام غلطيون ٻاڻ وٽ نوٽ ڪرڻ گهرجن ۽ وقت سر موقعو ڏسي درست ڪرڻ گهرجن. مگر جيسين هو ڏسي تہ ٻار پنهنجي اصلي خيالن

۽ احساسن جو اظهار بلڪل فطرتي ۽ آزاد نموني ۾ پيا ڪن، پر ڪٿي ڪٿي ڦڪي ٻولي استعمال ٿا ڪن، ته ڪين ان تي بلڪل راضي رهڻ گهرجي ۽ زياده دخل ڏيڻ نه گهرجي.

٢- **بيان:** مادري ٻولي جي تقريري ڪم جو هڪ ٻيو استعمال، جنهن مان مادري زبان جو استاد فائدو وٺي پنهنجن شاگردن کي مادري زبان جي استعمال ۾ چڱيءَ حد تائين قابل بنائي ٿو سگهي، سو آهي بيان ڪرڻ سيکارڻ. ظاهريءَ ريت ائين معلوم ٿيندو آهي ته ڪنهن به شيءِ، حقيقت يا موقعي جو مادري زبان ۾ بيان ڪرڻ آسان ۾ آسان ڪم آهي، مگر آزمائي ڏسو پوي ٿو ته، "گفتن کردن فرقي دارد." اسڪول ماسترن ۽ پبلڪ آفيسرن کي بخوبي معلوم آهي ته عام طرح سندن شاگردن ۽ رواجي عرضدارن جي گفتگو توڙي تحرير صاف ۽ بامطلب نه هوندي آهي. اهو ثابت ٿو ڪري ته اسان جي مادري زبان جي ڄاڻن ۾ ان جي مڪمل اثرائتي استعمال جي لياقت گهٽ آهي. تمام ٿورا ڪي ماڻهو ملندا جن ۾ چڱي بياني طاقت هوندي آهي ۽ جي ڪنهن به چيز، حقيقت يا واقعي جو بيان نهايت موزون ۽ اثرائتن لفظن ۾ اختصار سان ڪري سگهندا هجن. مگر اها هڪ اهڙي لياقت آهي، جا ٿوري توجهه ۽ استعمال سان اسڪولي شاگردن جي تقرير توڙي تحرير ۾ پيدا ڪري ٿي سگهجي. جنهن صورت ۾ مادري زبان جو صاف، چٽو ۽ صحيح استعمال مادري زبان جي تعليم جو هڪ اهم مقصد آهي، ان صورت ۾ اسان کي ان طرف خاص توجهه ڏيئي، اسڪولي شاگردن ۾ اهڙي قابليت پيدا ڪرڻ گهرجي. اسڪول ۾ روزانو گهڻيئي اهڙا موقعا بڻجن ٿا، جن جي استعمال ڪرڻ سان شاگردن کي بيان ڪرڻ جي تعليم ۽ تربيت ڏيئي سگهي ٿو. مادري زبان جي استاد کان سواءِ ٻين ڪمن جا سيکاريندڙ به پنهنجن ڪمن جي سيکاريندي شاگردن کان بيان بازيءَ جي استعمال ڪرائڻ سان مادري زبان جي خدمت ڪري سگهن ٿا.

ڊرائينگ ۽ دستڪاريءَ جي ڪم هلائڻ ۾ به بيان جو استعمال ڪرائي سگهجي ٿو. شاگردن کي ٽولين ۾ ڪم ڪرائجي ۽ هرهڪ ٽوليءَ کي پنهنجي ڪم ۽ ان جي طريقي متعلق گفتگو ڪرڻ لاءِ همٿائجي. ڪڏهن مختلف ٽولين جي شاگردن کي چئجي ته هو پنهنجي ڪارگذاريءَ بابت سڄي ڪلاس کي بيان ڪري ٻڌائين. ٻارن جي کيل راندين بابت استاد کي راڳ ۽ بيت هٿ ڪري سگهي ته بهتر. اهڙي قسم جا بيت گهرن ۾ مائرون به پنهنجن ٻارن کي سيکارينديون آهن. ٻارن کي انهن جي ڳائڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو آهي.

شاگردن جي بيان ڪرڻ وقت هيٺين ڳالهين ڏانهن توجهه ڏيڻ گهرجي:

**الف:** بيان صاف، چٽو ۽ درست ٻوليءَ ۾ ڪيل هجي.

ب: موضوع مطابق، موزون ۽ اثرائتو هئڻ گهرجي؛ جيئن ٿورن ٿي لفظن ۾ ٻڌندڙ تي اهو اثر ٿئي جنهن جي ان بيان ۾ ڪوشش ڪيل هجي.

ج: بيان ۾ اجائي ڊيگهه يا ٻٽاڙ هئڻ نه گهرجي؛ مگر موزون لنبائيءَ جو هجي، جنهن ۾ ضروري حقيقتون درج ڪيل هجن ۽ غير ضروري حقيقتون ترڪ ڪيل هجن.

د: بيان جو سلسلو درست هجي يعني ضروري: مکيه حقيقتون پهريائين ۽ پوءِ ان کان گهٽ ضروري حقيقتون ڏنل هئڻ گهرجن.

ه: استاد کي ٻارن کان زباني ڪم جي هلندي اهڙي بيانن ڪرائڻ وقت سندن عمر ۽ لياقت جو خيال ضرور رکڻ گهرجي. ان مطابق بيانن جا موضوع آسان ۽ دلچسپ هئڻ گهرجن. هيٺين درجن جي ٻارن لاءِ سندن روزاني دلچسپيءَ جي موضوعن تي بيان ڪرائڻ زياده ڪارگر ۽ اثرائتو ٿيندو. مثلاً "لاٿئون ڪيئن هلائجي. ڪوٽ ۾ بٽڻ ڪيئن لڳائجي. ڪوهه مان پاڻي ڪيئن ڀرجي. ڪالهه مون ڪيئن ڪاٽو. اسان جي اسڪول ۾ ڇا ڇا آهي" وغيره. اهڙي قسم جا موضوع جن جو ٻارن جي زندگيءَ سان گهرو تعلق آهي جو هو روزمره ڏسن وائسن يا آزمائين ٿا. تن جي بيان ڪرڻ ۾ هو نهايت گهڻي دلچسپي وٺندا، جنهنڪري سندين ڪوشش ۾ آساني ٿيندي.

٣- **راند:** ٻارن کي ناٽڪ ڪرڻ ۽ ٻين اسڪولي يا خانگي معاملات بابت راند ڪرڻ لاءِ گهڻو شوق هوندو آهي. هو رڌڻ پچائڻ، گهر هلائڻ ۽ اسڪولي پڙهائڻ جهڙين راندين جا شائق ٿيندا آهن. اهڙين راندين کي زباني ڪم ڪرائڻ جو عمدو ذريعو بنائي سگهجي ٿو. انهن راندين ۾ گهرو بيت ۽ لوليون ٻارن کي ياد ڪرائي ڳارائي سگهجن ٿيون.

٤- **آکاڻيون:** آکاڻيون ۽ ڪهاڻيون ننڍي وڏي لاءِ دلچسپيءَ جو سامان آهن. آکاڻي ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ انسان جي هڪ فطرتي مشغولي آهي ۽ سندس جهوني ۾ جهوني وندر آهي. اڄ به آکاڻي کي اهائي اهميت حاصل آهي، جا ڪيس ڪي صديون اڳي حاصل هئي. شايد علم ادب جو اهو ئي هڪ پهلو آهي، جنهن جي دلچسپيءَ تي صدين جي گذرڻ بعد به ڪو اثر نه ٿيو آهي. انهيءَ ڪري اسڪول جي شاگردن کي آکاڻي ٻڌائڻ ۾ ماهر بنائڻ معنيٰ آهي منجهن هڪ معاشرتي لياقت پيدا ڪرڻ، جا ڪين زندگيءَ جي ڪنهن به منزل تي ۽ هر ڪنهن سوسائٽيءَ ۾ ڪم ڏيئي سگهي ٿي. آکاڻي ٻارن لاءِ عمدي، تربيت ۽ مسرت جو باعث بڻجي ٿي. آکاڻي ٻوليءَ جي زباني استعمال ڏيڻ جو هڪ بهترين ۽ دلچسپ طريقو آهي. ڪنهن به استاد جيڪڏهن ڪلاس ۾ زباني ڪم ڪرائڻ جا مختلف طريقا استعمال ڪيا هوندا ته اسان سان هن راءِ ۾ ضرور شامل

ٿيندو ته آکاڻي زباني ڪم جـو سيني کان آسان، وڌندڙ ۽ اثرائتو طريقو آهي. ان جي علاوه آکاڻي ٻارن ۾ آزاد خيالي ۽ اصليت پيدا ڪري ٿي ۽ سندن تصور جي طاقت کي تحرڪ ۾ آڻي سندن ذاتي اظهار لاءِ هڪ زرين موقعو ميسر ڪري ٿي. جڏهن مختلف طريقن ۽ وسيلن جي ذريعي ٻـارن ۾ آکاڻي ٻڌائڻ جو ڍنگ ۽ لياقت پيدا ٿي وڃي ٿي، تڏهن آهستي آهستي هو پنهنجون ننڍيون آکاڻيون ٻڌائڻ شروع ڪن ٿا، جو هڪ نهايت ئي مفيد استعمال آهي. اهڙين ننڍين ننڍين شروعاتين ڪرڻ سان ئي ٻار رفته رفته پنهنجي مادري زبان جا چڱا حڪايت نويس، ناول نويس ۽ ناٽڪ نويس بنجي پنهنجي مادري زبان جي علم ادب جي پيدائش ۾ چڱو بهرو وٺي سگهن ٿا. انهيءَ ڪري مادري زبان جي استاد کي گهرجي ته هو ٻارن جي شروعاتي ڪوشش کي همٿائيندو ۽ انهن جي رهنمائي ڪندو رهي ۽ اوائلي ڪوشش ۾ سندن همت افزائي ڪندو رهي. ٻارن کي ٻهريائين ٻڌڻ ۽ پڙهيل آکاڻين ۽ پوءِ پنهنجي آکاڻين ٻڌائڻ لاءِ هيٺين قسم جا استعمال نهايت مفيد ثابت ٿيندا.

الف: استاد ڪنهن آکاڻيءَ جـو پهريون حصو پاڻ ٻڌائي ۽ ڪنهن مکيه هنڌ تي آکاڻي بند ڪري ٻارن کي چوي ته هو پاڻ اها آکاڻي ختم ڪري ٻڌائين. شروع ۾ ٻارن کان آکاڻيءَ جو باقي ٿورو رهيل حصو پاڻ چورائجي ۽ پوءِ آهستي آهستي گهڻو حصو سندن پوري ڪرڻ لاءِ ڇڏي ڏجي.

ب: استاد آکاڻيءَ جو منڍ ۽ پڇاڙي بورڊ تي لکي ۽ ڪلاس جي شاگردن کي چوي ته آکاڻي جو وچ پاڻ ٻڌائين. انهيءَ استعمال ۾ ٻارن جو ڪم درجي بدرجي ڏکيرو ڪيو وڃي.

ج: استاد آکاڻيءَ جي پڇاڙي ٻڌائي ٻارن کي چوي ته ان لاءِ موزون شروعات جي پاڻ تجويز ڪن. هن قسم جو ڪم ٻارن لاءِ البت ڏکيو آهي ۽ فقط چڱي استعمال ڏيڻ بعد آزمائجي.

د: تصويرن جي رستي به ٻارن مان آکاڻي ڪڍائي سگهجي ٿي. ٽي چار سلسليوار تصويرون ٻارن کي ڏيکاري ۽ انهن تي سوال ڪري ٻارن کي چئجي ته انهن تصويرن ۾ جيڪا آکاڻي ڏيکاريل آهي، سا زباني ٻڌائين ۽ ان بعد لکي ڏيکارين.

هه: انهن سيني کان زيـاده دلچسپ نمونو آهي جملن واري آکاڻي. هن ۾ استاد پنهنجي هڪ جملي سان آکاڻي شروع ڪري ۽ هرهڪ شاگرد کي ان جي پٺيان پنهنجي طرفان هڪ جملي گڏڻ لاءِ چوي. ان نموني تي ٺهيل آکاڻي هڪ تمام عجيب دلچسپ چيز ٿي پوندي ۽ ممڪن آهي ته ڪڏهن ختم به نه ٿئي جيسين استاد پاڻ ان کي ختم نه ڪري.

و: آڪاٽي ناهڻ جو ٻيو نمونو آهي ٽپڻ مان آڪاٽي بڻائڻ. ٻارن کي آڪاٽي جا ٽپ ڏيئي ڪانئن آڪاٽي ٺهرائي سگهجي ٿي. رفته رفته جملن جي جاءِ تي فقط لفظ ڏجن ۽ ٻارن کي چئجي ته انهن لفظن جي يادداشت مان آڪاٽي ناهي ڏيکارين.

آڪاٽين ناهڻ ۽ ٻڌائڻ جو اهڙو استعمال جيڪڏهن شاگردن کان پرائمري اسڪول ليونگ سرٽيفڪيٽ امتحان جي درجي تائين ڪرايو وڃي ته به ان ۾ هرج ڪونهي. ٻارن جي ڳالهائڻ ۽ لکڻ جي ڍنگ ۽ نوع ۾ فطرتي رواني، سادگي ۽ آزادي پيدا ڪرڻ جو اهو ئي طريقو آهي. سندن آڪاٽين ۾ وري فطرتي جذبو، زندگي ۽ چٽائي قائم رکڻ لاءِ ٻارن کي هدايت ڪجي ته ٻنهنجون اڪاٽيون اهڙي نموني ۾ شروع ڪن ۽ اهڙي طرز تي جاري رکن، جنهن نموني ۽ طرز تي ڪنهن دوست يا مٽ مائٽ کي آڪاٽي ٻڌائيندا آهن.

**٥- تصويري مضمون:** زباني ڪم ۾ تصويرون به هڪ تمام مکيه پارٽ ادا ڪن ٿيون. ٻارن کان تصويرن ۽ انهن ۾ ڏيکاريل ماڻهن ۽ چيزن بابت گفتگو ڪرائڻ گهرجي. مثلاً، استاد ٻارن کي تصوير ۾ آيل ماڻهن بابت پنهنجي هڪ آڪاٽي ٻڌائي ۽ پوءِ ڪبن به انهن بابت ڪجهه چوڻ لاءِ همٿائي ۽ رفته رفته تصوير بابت مفصل بيان ڪرائي ۽ ان مان ظاهر ٿيندڙ آڪاٽي چوائي سگهي ٿو. پرائمري اسڪولن جي چوٿين درجي جي ٻارن کي اهو ڪم چڱيءَ طرح اچڻ گهرجي. ان استعمال ذريعي مٿين درجن جا شاگرد اهو ڪم نهايت ۽ عمدي ۽ اعليٰ نموني ۾ ادا ڪرڻ جهڙا ٿي سگهن ٿا. آڪاٽين وانگر تصويرون به شاگردن جي عمر ۽ درجي جي لحاظ کان درجي بدرجي ڏکيريون ٿيڻ گهرجن. هيٺين درجن لاءِ تصويرون صاف، ساديون ۽ وڏيون هئڻ گهرجن ۽ سندن شڪليون صاف ۽ چٽيون ڏيکاريل هئڻ گهرجن. وڏن درجن لاءِ به تصويرون وڏيون ۽ صاف هئڻ ضروري آهن، مگر انهن ۾ حقيقتون ۽ آڪاٽي چٽيندڙ تصويرون شاگردن کي زياده پسند ايندڙيون آهن.

**٦- تقرير:** مادري ٻوليءَ جي زباني ڪم جو مکيه طريقو آهي تقرير ڪرائڻ. اسان جي اڄوڪي مهذب زندگيءَ ۾ تقرير جي لياقت به هڪ نهايت اهم ۽ ضروري لياقت آهي، جنهن جي وسيلي ڪو به انسان پنهنجي سوسائٽيءَ جو ڪارآمد جزو بنجي سگهي ٿو، جنهن صورت ۾ اسڪول آئينده جي زندگيءَ لاءِ هڪ پيش خيمو آهي، جتي ٻارن کي هڪ ڪامياب زندگي گذارڻ لاءِ تيار ڪري ان لاءِ تربيت ڏني وڃي ٿي، ان صورت ۾ ضروري آهي ته مادري زبان جي پهرين استعمالن سان گڏ ٻارن کي تقرير ڪرڻ جو ڍنگ سيکاريو وڃي. حقيقت ۾ هن ڪم جي شروعات گفتگو، سوال جواب، آڪاٽي ۽ بيان جهڙن زباني ڪمن سان ٿئي ٿي، جي ٻارن کي هيٺين ڪلاس کان وٺي سيکارجن ٿا. انهن استعمالن ذريعي زباني ڪم ڪرائڻ سان رفته رفته شاگردن ۾ ايتري لياقت پيدا ٿي وڃي ٿي، جو جڏهن پنجين يا ڇهين درجي ۾ اچن ٿا، تڏهن ڪو موضوعن تي ننڍين ننڍين تقريرن

جي ڪرڻ جي لائق ٿي وڃن ٿا. شروعات ۾ اهڙيون تقريرون بلڪل بي تڪلف نموني ۾ هلائڻ گهرجن ۽ آهستي آهستي منجهن تڪلف ۽ موزون تياري به داخل ڪري سگهجي ٿي. موضوع جي انتخاب لاءِ ڪابه حد مقرر هئڻ نه گهرجي. شاگردن کي اجازت ڏجي ته جنهن موضوع تي ڪين وڻي ان تي تقرير ڪن. تقرير جي موقعي تي هڪ شاگرد صدر مقرر ڪجي ته ڪارروائي هلائي. استاد کي هڪ تماشبين جي حيثيت ۾ ڪلاس سان گڏجي ويهڻ گهرجي. ڳالهائيندڙن کي پنهنجن تقريرن کي زياده دلچسپ ۽ واضح ڪرڻ لاءِ تصويرون، ماڊلن ۽ چارٽن جي استعمال ۽ پين ڪتابن مان حوالات ڏيڻ لاءِ به همٿائجي. تقرير جي ختم ٿيڻ بعد ڪلاس جي شاگردن کي اجازت ڏجي ته پلي هو ان تقرير تي تبصره يا ٽيڪا ٽپڻي ڪن.

اها سموري ڪارگذاري ٻارن کان راند روند جي نموني ۾ ڪرائجي. اهڙن موقعن تي ٿيندڙ تقريرن جو معيار جيتوڻيڪ اهڙو اعليٰ نه هوندو آهي، ته به اهي شاگردن کي خود ضابطي ۽ خود انتظام ۾ تربيت ڏيڻ ۽ سندن معلومات کي وسيع ڪرڻ لاءِ نهايت عمدو وسيلو آهن. تقرير هلندي استاد کي گهرجي ته هو شاگردن جي غلطين جا نوٽ وٺندو رهي ۽ موقعو ملڻ تي انهن جي درستي ڪري ڇڏي؛ مگر ڪنهن به حالت ۾ شاگردن کي اهو محسوس ڪرڻ نه ڏئي ته سندن پرک ٿي رهي آهي. تقرير بعد استاد کي به پين شاگردن ئي وانگر بحث مباحثي ۾ بهرو وٺڻ گهرجي. ڪلاس جي شاگردن کي جڏهن اهڙي بحث مباحثي جو استعمال ٿي ويندو، تڏهن هڪ ڪلاڪ ۾ اهڙي قسم جي تقرير فقط هڪ پوري ڪري سگهبي. اسڪول جي رواجي ۽ روزانن موقعن کان ٻيا به اهڙا موقعا بنائڻ گهرجن، جشن تي شاگردن کان تقريرون ڪرائجن. اسڪول جي راندين، ساليانی امتحان، وڏن ڏينهن ۽ جلسن جي موقعن تي شاگردن کي تقريرون ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ گهرجي، جيئن هو پنهنجي تقرير کي ڪن خاص موقعن جي مدنظر تيار ڪري سگهن. اهڙيءَ ريت خاص موقعن تي تقرير ڪرڻ کان سواءِ شاگردن کي ڪن اختلافي موضوعن تي تقرير ڪرڻ جي آزمائش ڏيڻ گهرجي. انهن جي ذريعي شاگردن ۾ بحث مباحثي ۽ مناظري ڪرڻ جون لياقتون پيدا ٿينديون. انهن ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ شاگردن کي پنهنجي دليلن ۽ حجتن کي نروار ڪرڻ جي طرز؛ انهن کي مضبوط ۽ مؤثر بنائڻ لاءِ انهن جي تائيد ۾ عمدين چوڻين، پيتن ۽ مثالن ڏيڻ جي ترغيب ۽ مخالف پارٽيءَ جي دليلن کي بي اثر ۽ ڪمزور بنائڻ لاءِ رد قد ڏيڻ جي رمز به سيکارڻ گهرجي.

ڏٺو ويو آهي ته اسان جي اسڪولن ۾ اهڙين مشغولين کي وقت جو زيان تصور ڪيو ٿو وڃي، مگر اهو نظريو اڻ ڄاڻائيءَ جي بنياد تي منحصر آهي. هن کان اڳي اسين شاگردن جي مادري زبان جي تعليم ۾ زباني تقريري ڪم جي اهميت معلوم ڪري

چڪا آهون. ان ڪان پوءِ به جيڪڏهن اسان تقريري ڪم کي مادري زبان جي تعليم ۾ ڪابه جاءِ نه ڏني ۽ ان جي استعمال لاءِ موقعا نه بنايا ته اسان جي زبان جي بدقسمتي ليکبي. حقيقت هيءَ آهي ته، جيسين اسان جي معلم طبقي مان غلط فهمي دور نه ٿي آهي، تيسين ان تقريري ڪم جي اهميت محسوس ڪري ان کي پنهنجي اسڪول ۾ عملي طرح رائج نه ڪيو ويو آهي، تيسين اسان جي مادري زبان جو بنياد ڪچو ٿي رهندو ۽ اسان جا تعليم يافته نوجوان پنهنجي مادري زبان جي تقريري توڙي تحريري استعمال ۾ دقت محسوس ڪندا رهندا.

٧- **تبصره يا تنقيد:** اهڙي قسم جي تقريرن ڪرائڻ بعد شاگردن کي ڪتابن تي تبصره ڪرائجي. سمجهو ته ڪو شاگرد هڪ ڪتاب پڙهي ٿو جو کيس پسند يا ناپسند پوي ٿو. هو ان ڪتاب متعلق پنهنجي هم ڪلاسين کي واقف ڪرڻ لاءِ تنقيد جي هڪ ڇوٽي تقرير تيار ڪري ٿو. ان تقرير ۾ پنهنجي پسنديءَ يا ناپسنديءَ جو دليلن ۽ حجتن سان اظهار ڪري ٿو ۽ ڪتاب مان حوالا به ڏئي ٿو. اهڙو شاگرد ٻين شاگردن جي سوالن جي جواب ڏيڻ لاءِ به تيار رهي ٿو. هن قسم جو ڪم مٿين درجن جي شاگردن ڪان ڪرائڻ گهرجي، مگر ان جي ابتدا چوٿين درجي کان ٿيڻ گهرجي.

٨- **ڊائلاگ:** ڊائلاگ (گفتگو) ڪرائڻ جي ذريعي به ٻارن کي ڪنهن آکاڻي پڙهائڻ يا ٻڌائڻ بعد کين چئجي ته ان آکاڻيءَ جي گفتگو ڪري ڏيکارين. جيترا ٻار گهربل هجن اهي چونڊي کين پنهنجو پارٽ سونپي ڪم شروع ڪجي. ڊائلاگ جي لاءِ ڪنهن به تياريءَ جي ضرورت نه آهي ڊائلاگ هلندي تقريرون ۽ اشارا پاڻمرادو ادا ٿيندا ويندا. ممڪن آهي ته پنجين يا ڇهين درجي جي شاگردن کان به پهريون دفعو اهڙي ڊائلاگ ڪرائڻ وقت اسان کي سڀئي تقريرون ۽ درست اشارا ڏسڻ ۾ نه اچن. شروعات ۾ ضرور ايئن ٿيندو مگر زياده آزمائش ۽ استعمال بعد شاگرد بلڪل عمدا ڊائلاگ ڪري سگهندا ۽ ايئن پيو معلوم ٿيندو ڄڻ ته ڪا گهڻي تياري ڪيل اٿن. ڊائلاگ ڪرائڻ جو ڪم ٻئي درجي کان وٺي شروع ڪجي. پهرياڻين بلڪل ننڍيون ۽ سوليون آکاڻيون ڪڍجن جن ۾ ٿورن ٻارن جي ضرورت هجي ۽ ڳالهائڻو به گهٽ پوي. باقاعدي ۽ لاڳيتي ڪم ڪرڻ سان چوٿين درجي ۾ پهچڻ وقت شاگرد نهايت عاليشان ڊائلاگ ڪري سگهندا.

پيري پيري سان جڏهن ڪلاس جي هڪ ٽولي ڊائلاگ ڪري پورو ڪري ته وري ٻيءَ ٽوليءَ کان اهو ڊائلاگ ڪرائجي ۽ ان بعد ٽين ٽوليءَ کان. اهڙيءَ طرح جنهن ٽوليءَ جون تقريرون ۽ گفتگو زياده پسند پون، ان جون تقريرون ڪلاس جي آئينده ڪم

لاءِ لکي سانديي رکجن. ڊائلاگ جي هلندي جيڪڏهن شاگرد وچ وچ ۾ بيهي رهن ۽ هڪبڪي کي زياده اشارا ڏيڻ لاءِ ڊائلاگ بند ڪئي ڪن، ته به ان جو فڪر ڪرڻ نه گهرجي. ڊائلاگ ڪرائڻ ۾ اسان جو مقصد آهي ته ٻار پنهنجي خيالن ۽ ڦڪرن جو اظهار ڪن ۽ ڊائلاگن جي وچ ۾ هڪبڪي سان صلاح مصلحت ڪرڻ ۾ به خيالن جو اظهار ۽ ڏي وٺ ٿئي ٿي، جا بلڪل مفيد آهي.

۹- **بحث مباحثو:** زباني ڪم کي مفيد بنائڻ جو ٻيو طريقو آهي ٽولين جو بحث ڪرائڻ. هن ۾ شاگردن جي هڪ ٽولي ڪلاس جي اڳيان بيهي ڪنهن مضمون يا موضوع تي بحث ڪري ٿي. بحث جو موضوع اڳواٽ رٿيو وڃي ٿو ۽ ٽوليءَ جا ميمبر ان ۾ ڀاڱي وٺڻ لاءِ اڳواٽ تياري ڪري اچن ٿا. بحث جي دوران ۾ هرهڪ ميمبر ڪيترا دفعا به ڳالهائي ۽ پڇي سگهي ٿو. مقرر وقت تي بحث جي ختم ٿيڻ بعد سڄو ڪلاس ان تي راءِ ڏئي ڪري سگهي ٿو. اهڙي قسم جو بحث رواجي مناظري (Debate) کان زياده مفيد ۽ قابل پسند آهي. مناظري جي حالت ۾ ڳالهائيندڙ کي فقط هڪ طرفو خيال ۽ هڪ طرفو بحث ڪرڻو پوي ٿو ۽ جيتوڻيڪ دل ۾ هو ٻئي طرف جي ڳالهه کي سچ ٿي سمجهي، ته به پنهنجي ڳالهه مٿي ڪرڻ ۽ ٻئي طرف سان عيب ڪڍڻ جي ڪوڙي ڪوشش ۾ لڳو رهي ٿو. انهيءَ ڪري ٻارن لاءِ درست تربيت ڪرڻ لاءِ مناظرو تمام ناقص شيءِ آهي، جنهن جي ذريعي ٻارن لاءِ حقيقتن تائين پهچڻ تمام ڏکيو آهي. ان جي برعڪس بحث مباحثي مان نه فقط مناظري جا سڀ فائدا حاصل ٿين، پر ان جي خامين کان به نجات ملي ٿي. بحث جي حالت ۾ ٽوليءَ جا سڀ شاگرد هڪ مقصد حاصل ڪرڻ ۾ مشغول رهن ٿا ۽ پنهنجي واقفيت ۽ آزمودي کي سڀني جي فائدي لاءِ استعمال ڪن ٿا.

---

# ۲- آواز ۽ اُچار جي تربيت

پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيندڙ نون ٻارن ۽ ٻين هيٺين درجن جي شاگردن ۽ آوازن ۽ اچارن جون خاميون ڏسڻ ۾ اينديون آهن، جن جا ڪي سبب هوندا آهن. مادري زبان جي استاد جو فرض آهي ته مادري ٻوليءَ جي ٻين ڳالهين سان گڏ هو انهيءَ طرف به خاص توجه ڏئي ۽ ٻارن مان اهڙن نقصن جي دور ڪرڻ لاءِ حتي الامڪان

ڪوشش وٺي. هونءَ ته سڀني ڪلاسن جي استادن کي انهيءَ ڳالهه ڏانهن توجهه ڏيڻ ضروري آهي، مگر پهرئين ۽ ٻئي درجي جي استادن لاءِ انهيءَ طرف خاص توجه ڏيڻ بلڪل لازمي آهي. هن هيٺ اسين ڏسنداسين ته اسڪولي ٻارن ۾ آوازن ۽ اچارن جون ڪهڙيون خاميون ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن ۽ انهن جا سبب ڪهڙا آهن. انهن بعد اهو معلوم ڪنداسين ته انهن خامين جي دور ڪرڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ وٺي تا سگهجن.

ٻارن ۾ هيٺيون خاميون ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن:

١- ٻاتائڻ - مثلاً، ڪڪڙ کي ”تتل“ ۽ آرسيءَ کي ”آلتي“ چوڻ.
٢- حرفن جا غلط آواز ڪرڻ - مثلاً، ز کي جي، س، کي ش ۽ غ کي گ چوڻ.
٣- ڳالهائڻ ۾ اٽڪ محسوس ڪرڻ يا هڪڙ هڻڻ.
٤- سهڪڻ يا ڪو لفظ يا جملو هڪ ساهيءَ ۾ چئي نه سگهڻ.
٥- نڪ مان ڳالهائڻ يا گُڻهو هڻڻ.

انهن عام خامين کان سواءِ ڪڏهن ڪڏهن ٻيون به خاميون ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن، مگر اهي اهڙيون نه هونديون آهن، جن جو هتي ذڪر ڪجي، ٻارن ۾ آواز ۽ اچار جي انهن خامين جا هيٺيان سبب ٿي سگهن ٿا:

١- **ننڍي عمر:** ننڍي هوندي ٻارن جا آواز ڪندڙ عضوا ڪچا ۽ ضعيف ٿين ٿا ۽ سندن ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو استعمال گهٽ رهي ٿو. ان ڪري ڪن آوازن ڪرڻ ۾ ٻارن کي تڪليف ٿئي ٿي، جا وقت گذرڻ سان دور ٿي وڃي ٿي.

٢- **آواز ڪندڙ عضون جي خامي ۽ ڪمزوري:** اسان جو آواز ڪيترن ئي عضون جي گڏيل استعمال جو نتيجو آهي. جڏهن زبان، چپ، ڏند، تارون، ڪاڪڙو، ڪليون، گلو، ڳل ۽ ڦڦڙ گڏجي پنهنجو ڪم ڪن ٿا، تڏهن اسين آواز ڪري ۽ ڳالهائي سگهون ٿا. انهن عضون مان جيڪڏهن ڪو به عضوو ضعيف يا ناقص آهي ته اسان جو آواز به ناقص ٿئي ٿو.

٣- **عام جسماني ڪمزوري:** جسم ڪمزور هئڻ سبب ٻارن جون عام قوتون به گهٽ ٿين ٿيون، جنهنڪري سندن آواز ۾ به ڪمزوري پيدا ٿئي ٿي.

٤- **ماحول جو غلط اثر:** ٻار تي سندس آسپاس ۽ ماحول جو اثر تمام گهڻو ٿئي ٿو. ننڍيءَ عمر ۾ ٻار جو وجود گراموفون جي هڪ اڻهندڙ رڪارڊ وانگيان آهي، گهر ۽ آسپاس ۾ ٻار جيڪڏهن غلط اچار ٻڌندو هوندو ته ضرور هو به غلط آواز ۽ اچار ڪندو. ٻار جو پهريون استاد ماءُ آهي. جيڪڏهن ماءُ ۽ گهر جا ڀيا ڀاتي ناقص ٻولي ڳالهائيندا هوندا ته ٻار تي ان جو اثر پوندو. اهڙيءَ طرح اسڪول ۾ جيڪڏهن

خود استاد جو آواز منجهيل ۽ تلفظ غلط آهي ته ٻارن لاءِ درست اچار ۽ آواز جهٽڻ بلڪل ناممڪن آهي. ولايت ۾ آواز سڌارڻ واريون اسپتالن داخل ٿيندڙ ٻارن متعلق انگن اکرن مان معلوم ڪيو ويو آهي ته انهن ۾ زياده ترين تعداد ٻارن جو آهي، جيڪي وڏي ڪٽنب ۾ پيدا ٿيل آهن يا جن جي مائرن جو آواز بلڪل چچريل ۽ خراب آهي.

**۵- ڊپ ۽ هراس:** ڊپ ۽ هراس ۾ ماڻهو ننڍا ۽ ٽڪڙا ٽڪڙا ساهه کڻي ٿو ۽ رت جو دورو تڪڙو ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري ڊپ ۽ هراس جي حالت ۾ ٻار منجهي منجهي ڳالهائيندا آهن ۽ سندن آواز ۾ هٻڪ ٿيندي آهي. جيڪڏهن اها ڊپ ۽ هراس جي حالت دائمي آهي ته ٻار جي اها هٻڪ به هڪ دائمي نقص بڻجي پوي ٿو.

**٦- نفسياتي سبب:** ننڍي هوندي ٻار جي نفسياتي حالت تمام نازڪ ٿئي ٿي. ان عرصي ۾ جيڪڏهن ٻار کي ڪو اوچتو ڌڌڪو يا سندس جذبات کي ڪا چوٽ رسي ٿي ته ان جو اثر ڪيترين ئي صورتن ۾ نمايان ٿئي ٿو، جن مان آواز جي خامي به هڪ آهي. اهڙن صدمن جي حالت ۾ ٻار اڪثر هڪڙا ٿي پوندا آهن.

مٿين سببن جي مدنظر مادري زبان جي استاد کي هر طرح خبرداريءَ ۽ ڪوشش کان ڪم وٺڻ گهرجي، جيئن ٻار ۾ غلط آوازن ۽ اُچارن جي عادت نه پوي ۽ جيڪڏهن منجهس ڪا خامي موجود آهي ته ان جي دور ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ۽ اپاءُ وٺڻ گهرجن.

## آواز جي خامين جا اُپاءَ:

١- ٻار ۾ غلط آواز يا اُچار جي عادت پوي ۽ ان جو علاج ڪجي ۽ ان کان بهتر آهي ته ٻار ۾ اهڙي عادت پوڻ جي امڪان کي دور ڪجي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته ٻار جي گهر ۾ سندس ماءُ ۽ پيءُ ۽ ڀاڻر ڀينرون يا آس پاس ۾ رهندڙ ماڻهو درست ٻولي ڳالهائيندڙ هجن. ان لاءِ ٻار جي والدين جو تعاون تمام ضروري آهي، جنهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ اُستاد کي ڪوشش وٺڻ گهرجي. ازانسواءِ استاد کي پنهنجي گفتي ۽ ڪلام تي به چوڪسي رکڻ گهرجي، سندس آواز صاف، چٽو ۽ بلند هئڻ گهرجي، جيئن ٻارن کي درست ٻوليءَ جي جهٽڻ ۾ آساني ٿئي.

٢- ٻارن ۾ آوازن يا اُچارن جي خامي موجود هئڻ جي حالت ۾ استاد کيجي پڪا ان جي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي، تنهن ۾ به ڪيس احتياط ۽ هوشياريءَ کان

ڪم وٺي گهرجي. مثلاً، جيڪڏهن ڪنهن ٻار جي آواز يا اُچارن جي غلطيءَ جي درستي ڪرڻي هجي ته اها اهڙيءَ ريت ڪجي؛ جو هو ائين محسوس ڪري ته اها درستي اتفاقاً ڪئي ويئي. ائين نه ٿئي؛ جو ٻار جي غلطي سڄي ڪلاس ۾ نمايان ڪري ڪيس وٺي چنگ چاڙهجي، ڇو تہ ائين ڪرڻ سان اصلاح جي عيوض ٻار جي جذبات کي ڇڪ اچڻ جو امڪان آهي. اهڙين حالتن ۾ استاد کي خبرداريءَ کان ڪم وٺي ڪيل غلطيءَ جي درستي هڪ معمولي ڳالهه وانگر ادا ڪري ڇڏڻ گهرجي، جيئن ان کي ڪا خاص اهميت نہ ملي. البتہ استاد کي اهڙن اتفاقي موقعن مان فائدي وٺڻ لاءِ هر وقت تيار رهڻ گهرجي. بلڪل محجوب مهاڇڙن شاگردن جي حالت ۾ درستيءَ جو ڪم مستقبل تي ڇڏي ڏجي ۽ پوءِ ساڳئي ڏينهن يا ٻئي ڪنهن موقعي تي پورو ڪري ڇڏجي. ڪن حالتن ۾ هڪ هڪ شاگرد جي غلطيءَ جي عيوض سڄي ڪلاس کي استعمال ڏيڻ بہ سيائپ جو ڪم آهي. ڪڏهن ڪڏهن ٻارڙن جون غلطيون اهڙيون هونديون آهن؛ جن کي بروقت درست ڪرڻ تمام ضروري هوندو آهي. غلطين جي درستي ڪرڻ وقت اهي ورجائڻ نہ گهرجن ۽ نڪي ان لاءِ ڪو زياده گفتگو ڪرڻ گهرجي. ٻاڪ چپ چاپ ۾ درست نمونو ٻڌائڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪلاس ۾ ڪي غلطيون عام طرح ٿينديون آهن تہ ڪنهن خاص موقعي تي انهن سڀني جي درستي ڪرائي ڇڏڻ گهرجي. بهرحال، استاد کي گهرجي تہ هو پنهنجي حڪمت عملي ڪم آڻي ۽ غلطين جي سڌاري واسطي انهن جي موقعي ۽ طريقي جي موزون چونڊ ڪري ۽ ٻارن جي نقل ڪرڻ ۽ اثر پذيريءَ جي خاصيت مان مڪمل فائدو وٺي.

٣- ننڍي عمر ۽ آواز ۾ مدد ڪندڙ عضون جي ڪمزوريءَ جي حالت ۾ استاد کي تحمل کان ڪم وٺڻو پوندو جيسين ٻار جا اهي عضوا طاقت حاصل ڪري پنهنجو پنهنجو ڪم مڪمل طور ادا ڪري سگهن. ان هوندي بہ جيڪڏهن استاد ٻارن کي جدا جدا آوازن، لفظن ۽ جملن جي ورجائڻ جي مشق ڪرائيندو تہ اميد تہ هو ٻارن کان درست آواز ۽ تلفظ ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيندو. ڪن حالتن ۾ جيڪڏهن ٻار الف - ب جي ڪن حرفن جو درست آواز ڪڍي نہ سگهن تہ ڪانئن اهڙا لفظ ورجائجن جن ۾ اهي حرف جدا جدا حالتن ۾ استعمال ٿيل هجن. تہ ئي سگهي تہ انهن حرفن جي اچارڻ وقت وات ۽ ان جي ٻين عضون جي شڪل جيڪا بڻجي ٿي، انهن جون تصويرون ڪلاس ۾ ٽنگي ڇڏين. جدا جدا پکين، جيتن ۽ جانورن جي آوازن ۽ ٻولين جي نقل ڪرائڻ سان اهو ڪم بيحد دلچسپ بڻائي سگهجي ٿو.

٤- عام جسماني ڪمزوري يا آوازن ۾ مدد ڪندڙ عضون جي ناقص هئڻ جي حالت ۾ اسڪول ۾ ملندڙ جسماني تعليم بہ گهڻي مدد ڪري سگهي ٿي. راند روند جي دوران بہ ٻارن کان رانديون ڪرائجن جن ۾ هو وڏن ساهن کڻڻ تي هرن. مثلاً، ڪين

ٻڪن جي سنهن ڪنين ڪي ڦوڪ سان هوا ۾ چاڙهڻ يا آڏانءَ ۽ وڏي ساهه سان گل يا عطر سنگهڻ جون رانديون ڪرائيون ته منجهن وڏن ساهن کڻڻ جي عادت پوندي ۽ سندن ڦڦڙ به زور وٺندا. جيڪڏهن ٻارن جي ٻين عضون ۾ ڪابه خامي آهي ته ان لاءِ ڊاڪٽر کان ٻار جي تپاس ڪرائجي ۽ علاج لاءِ ان سان مشوره ڪجي ۽ مائٽن جو سهڪار حاصل ڪجي. ٻارن ۾ نڪ، وات، زبان، ڏند، چپن، ڪاڪڙي ۽ نارون جي صاف رکڻ جي عادت پيدا ڪرڻ گهرجي. کين ڪائڻ، چٻاڙڻ، نڪ صاف ڪرڻ ۽ ساهه کڻڻ جو درست طريقو به ذهن نشين ڪرڻ گهرجي. ٻوڙاڻ جي حالت ۾ به آواز جي خامي پيدا ٿئي ٿي، ان جو به جيترو علاج ٿي سگهي، مائٽن جي مدد سان ڪجي.

د- ماحول جي غلط اثر جي حالت ۾ جيتوڻيڪ استاد جو وس گهٽ هلي ڪين سگهندو، ان هوندي به پنهنجي وس آهر ڪيس ٻار جي گهرو ماحول کي درست بنائڻ جي حتي الامڪان ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ انهيءَ جي ڪري پيدا ٿيل خاميءَ جي دور ڪرڻ لاءِ اپاءَ وٺڻ گهرجن. استاد کي پنهنجي آواز جي صفائيءَ، چٽائيءَ ۽ بلنديءَ طرف به چڱو ڌيان ڏيڻ گهرجي.

٦- ڊپ ۽ هراس ٻار لاءِ بلڪل نقصانڪار آهي. ان جي ڪري نه فقط ٻار ۾ آواز جي خامي پيدا ٿئي ٿي، مگر منجهس احساس ڪمتريءَ جو هڪ مضبوط بنياد پئجي وڃي ٿو جنهنڪري هرهڪ انسان لاچار ٿي پوي ٿو ۽ زندگيءَ جي ڪنهن به شعبي ۾ ڪامياب ٿي نٿو سگهي، ان ڪري ٻارن ۾ ڊپ ۽ هراس پيدا ٿيڻ کان جيترو گوشو ڪجي؛ اوترو چڱو. ان سبب پيدا ٿيل خامين جو علاج مائٽن جي صلاح ۽ مدد سان ڪري سگهبو، ڇو ته گهڻين حالتن ۾ ٻار جي ڊپ جو سبب مائٽ ئي هوندا آهن. جيڪڏهن خوف ۽ هراس سبب ٻار ۾ ڪجهه سهڪ سان هڪ پيدا ٿي ويئي هجي ته ان لاءِ هيٺيان اپاءَ وٺڻ گهرجن.

الف: ٻار کي بلڪل پيار محبت ۾ دلداريءَ سان سيکارجي ۽ وقتاً فوقتاً سندس همت افزائي ڪجي، جيئن پنهنجي خاميءَ سبب هو پاڻ کي گهٽ سمجهڻ نه لڳي. اسڪول توڙي ڪلاس ۾ کين اهڙين مشغولين ۾ حصو ڏجي، جن ۾ هو پاڻ کي موکي سگهي. استاد جي طرفان ڏيندڙ حوصلي افزائي خود اعتماديءَ جي ذريعي به هو پنهنجين خامين تي غالب پئجي سگهي ٿو.

ب: ٻار جي درستي ڪرڻ يا آواز سڌارڻ جي ڪوشش ڪرڻ وقت منجهس (Self Consciousness) ذاتي شعور پيدا ٿيڻ نه ڏجي، يعني سندس خامين جي نمائش نه ڪجي. بهتر آهي ته، خانگي طرح ان جي رهنمائي ڪجي.

ج: ٻار جي تنتي سرشتي تي اجائي بوجي وجهڻ، کيس گهٽي ٿڪاوٽ ڏيڻ ۽ جوش ڏيکارڻ کان پاسو ڪجي. ان ۾ مائٽن جي مدد به ضروري آهي.

د: اهڙن ٻارن کي چئجي تہ هو خانگي طرح وڏي آواز سان ڪتاب پڙهڻ جي ڪوشش ڪن.

هہ: زبان هيٺان مٿڪا يا گول ٽڙيون رکائي ڪائِنِ ڳالهائڻ ۽ واڪن ڪرڻ جي آزمائش ڪرائجي.

و: ٻارن جي زبان اڪيلڻ لاءِ ڪائِنِ اهڙا جملا چورائجن، جن ۾ هڪ اکر، آواز يا هڪجهڙن لفظن جو زيادہ استعمال ٿيل هجي. مثلاً، هيٺيان جملا شاگردن کان ٽڪڙو ٽڪڙو وري وري چورائجن.

۱- پياري پٽ، پيءُ، پوهوءِ، پينگهي پٺيان پاڙ پڄائي پوءِ پاٿي پيتو.
۲- سست شمن، عثمان جو سهٹو شيشو وسپت شام جو پڄي چڏيو.
۳- گابا بہ مير باگي جا، باغ بہ مير باگي جو،
واهہ ڙي مير بابا گا، تنهجو باغ کائي ويا گابا.
۴- چيلو ٻڌي چيلو ڪاٺ، ڪتو ٻڌي چيلو ڪاٺ.
ٻيا بہ گهڻيئي اهڙا جملا استاد هٿ ڪري سگهي ٿو.

۷- ڪن خاص حرفن جي اچارڻ وقت ٻار کي ڏڪ ٿيندي هجي تہ کيس اهڙيون تصويرون ڏيکارجن ۽ انهن جا نالا چورائجن، جن جا نالا انهن حرفن سان شروع ٿيندا هجن.
۸- ٻارن کان اونهن ساهن کڻڻ جون راندڀون ڪرائجن.
۹- ٻارن کان اهڙا بيت ۽ راڳ چورائجن، جن ۾ وندر سان گڏ آواز جو استعمال بہ ٿئي.

# ۳- صحيح تلفظ

جهڙيءَ طرح زماني گذرڻ سان انسان بدلبو رهي ٿو، تهڙيءَ طرح زماني جي گردش سبب سندس آسپاس ۽ ماحول ۾ بہ گهڻي تبديلي ٿيندي رهي ٿي. اسين جيڪڏهن پنهنجي اڳوڻي تهذيب، پنهنجيءَ خوراڪ ۽ پنهنجن مڪانن وغيرہ ڏانهن نظر ڪنداسين تہ منجهن هڪ وڏو انقلاب آيل محسوس ڪنداسين. اهڙيءَ ريت جيڪڏهن هن وقت جي سنڌي زبان ۽ ڪجهہ وقت اڳي جي سنڌي زبان، مثلاً، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي زماني جي سنڌي زبان جي ڀيٽ ڪنداسين تہ ٻنهي جي درميان زمين آسمان جو فرق معلوم ٿيندو. ممڪن آهي تہ اسان مان ڪيترا شاهہ صاحب جي ڪلام سمجهڻ ۾ گهڻي دقت محسوس ڪن. اهو ثابت ٿو ڪري تہ زماني جي گردش مختلف تهذيبن جي ملاوت ۽ سنڌ جي عام ادب جو تبدل ٻين شين کان سواءِ سنڌي زبان تي بہ ڪافي اثر

ڪري ڏ-و. هن وقت جي سنڌي زبان جي جيڪڏهن تفريق ڪبي ته منجهس ڪيترن ئي زبانن جو اثر معلوم ٿيندو. بنيادي سنسڪرتي ۽ پراڪرتي بناوت يا جوڙجڪ کان سواءِ منجهن پارسي، عربي ۽ انگريزي ٻولين جو اثر به پيو معلوم ٿيندو. سنڌي زبان جي موجوده آئيوڻتا شروع ٿيڻ بعد منجهس فارسيءَ جو واهپو هيڪاري گهڻو وڌي ويو آهي ۽ هن وقت منجهس عربي ۽ فارسي لفظ تمام گهڻي انداز ۾ استعمال ٿا ٿين. مگر انهن زبانن مان ورتل لفظن تي نظر ڪبي ته معلوم ٿيندو ته اسان جي زبان انهن لفظن کي قبول ڪرڻ سان گڏ سندن صورت بدلائي ۽ بگاڙي ڪين سنڌي جامو پهرائي پاڻ ۾ جذب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. حقيقت ۾ دنيا جي سڀني ٻولين جي اها هڪ خصوصيت آهي، جو ڪنهن به ڌاريءَ زبان جي لفظ کي پاڻ ۾ جذب ڪرڻ وقت ان جي اصلي صورت کي بگاڙي پنهنجي زباني قالب اندر مروڙي، مٿس پنهنجي لهجي جو رنگ چاڙهي پوءِ پنهنجي استعمال جي دائري ۾ داخل ٿيون ڪن. اهڙي حالت اسان جي زبان ۾ جذب ٿيندڙ فارسي، عربي ۽ انگريزي لفظن جي ٿيندي رهي ٿي. مگر جيڪڏهن انهن جي اهڙي نموني جي تبديليءَ تي چشم پوشي ڪري ويهجي ۽ ڪين انهيءَ بگاڙيل صورت ۾ استعمال ڪبو رهجي ته ممڪن آهي ته ڪجهه عرصي گذرڻ بعد سندن شڪل ۽ شبيهه اجان به بگڙجي هڪ عجيب صورت اختيار ڪري وڃي، جنهنڪري اهي سڃاڻڻ کان ئي نڪري وڃن. انهيءَ ڪري اسان جي زبان جي ڪن ماهرن ۽ سڄڻن، وقت سر اهڙي غلط رغبت جي خلاف آواز اٿاريو آهي ۽ انهن زبانن مان ورتل لفظن جي درست صورت ۽ تلفظ جي حق ۾ هڪ مبارڪ تحريڪ شروع ڪئي آهي. سندن زور انهيءَ ڳالهه تي آهي ته تعليم يافته طبقي کي اهڙي غير سنڌي لفظن جو درست استعمال ڪرڻ گهرجي ۽ اسڪولي شاگردن کي انهيءَ باري ۾ شروع کان ئي درست صورت، اچار ۽ استعمال جي تعليم ڏجي جيئن وڏي هوندي هو انهن متعلق ڪنهن به غلطيءَ ۾ مبتلا نه ٿين. اها تحريڪ زبان دانيءَ جي ڪن بنيادي قانونن ۽ زبان جي صحت ۽ مقبوليت جي مدنظر شروع ڪئي وئي آهي، جا اميد ته اسان جي سدوري سنڌيءَ جي گهڻگهرن جي تعاون ۽ سهڪار ذريعي ضرور ڪامياب ٿيندي. غير سنڌي زبان جي لفظن جي تلفظ ۽ درست استعمال ڪرڻ واري تحريڪ جي حق ۾ زياده هي دليل آهن:

١- اسان جي اسڪولن ۽ انهن جي معلمن جو فرض آهي ته ٻارن کي درست تعليم ڏين، ڇو ته ننڍي هوندي جون پرايل ڳالهيون سڄي عمر قائم رهنديون. غير سنڌي لفظن جي تلفظ ۽ انهن جي استعمال جي باري ۾ جيڪڏهن شروع ۾ غفلت ڪئي ويئي ته پوءِ پڪن گهڙن کي نوان ڪنان وجهڻ ڏاڍو مشڪل ٿي پوندو. انهيءَ ڪري ضروري آهي ته اسانجن اسڪولن ۾ زباني تعليم جو معيار بلڪل اعليٰ ۽ درست اصولن تي مبني هجي.

٢- اسان جي سنڌي زبان ۾ ڪي لفظ بلڪل ويجهڙائيءَ ۾ داخل ٿيا آهن، جن جي اصليت، صحيح صورت ۽ صحيح تلفظ جي اسان کي بخوبي خبر آهي. ان جي باوجود جيڪڏهن هينئر ئي انهن جي بگڙيل صورت جي مروج ٿيڻ بابت چشم پوشي ڪنداسين ته جلد ئي اسان جي زبان بگڙيءَ هڪ ڪريل زبان ٿي پوندي.

٣- جن ٻولين جا لفظ ۽ محاورا اسان جي زبان ۾ مروج ٿيا آهن، سي زنده زبانون آهن ۽ جي خود اسان مان گهڻا لکي پڙهي ۽ ڳالهائي ڄاڻن ٿا. هت وٺي انهن زبانن جو غلط استعمال ڪيڻ ۽ اهو سيڪارڻ حد درجي جي بيوقوفي ٿيندي جا هڪ مهذب ۽ متمدن قوم جي منهن تي ٿڪي پوي.

٤- اهڙين غير زبانن مان اختيار ڪيل لفظن جو تعداد بالڪل گهٽو آهي. جيڪڏهن هن وقت انهن جي غلط تلفظ استعمال بابت چشم پوشي ڪئي ويندي ته اسان جي زبان جي هڪ اهم حصي جي تعليم ۽ ان جي گرامر وغيره جي سکيا بالڪل غلط حقيقتن تي ڏيئي پوندي. مثلاً، جيڪڏهن مُڪَرَّم (جنهن جي عزت ڪجي) لفظ جي عيوض اسين غلطيءَ کان مُڪْرِم يا مُڪَرِّم (عزت ڪري) سيکاريندا سين ته لفظن جي مطلب ۽ سندن استعمال وغيره ۾ وڏو رولو پئجي ويندو.

انهيءَ ڪري حالتن جي ضرورتن جي مدنظر اسين هن هيٺ ڪن مروج عربي لفظن ۾ درسي ڪتابن مان ڪن لفظن جي ياداشت سندن صحيح تلفظ سميت ڏيون ٿا، جا اميد ته سنڌي دانن ۽ استادن لاءِ چڱيءَ رهبريءَ جو باعث ٿيندي.

اسان جي سنڌي زبان ۾ عربيءَ جي مصدر، فاعل ۽ مفعول جو زياده استعمال ٿيندڙ آهي؛ جنهنڪري ان طرف خاص توجه ڏيڻ گهرجي. ياداشتن ۾ وزن وارن لفظن جو درست تلفظ حرڪتن ذريعي واضح ڪيل آهي. هرهڪ دفعي ۾ آيل لفظن جو تلفظ انهن لفظن مطابق ٿيندو.

١- وزن - فعل (فعل)

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| جذب | ڇڪي وٺڻ، ڪشش ڪرڻ | جمع | ڪٺو |
| حرب | جنگ | نزع | مرڻ |
| ضرب | مارڻ | برق | وڄ |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| جرح | زخم | ڪشف | واضح ڪرڻ |
| ذبح | سر وڍڻ | عرق | پگهر |
| شرح | کولڻ | فرق | تفاوت |
| فتح | سوڀ | جهل | ناداني |
| مدح | تعريف | فضل | مهرباني |
| حمد | تعريف | عدل | انصاف |
| رعد | گوڙ | عقل | ڄاڻ، دانائي |
| قصد | ارادو | فصل | جدائي |
| وجد | بيخودي جي حالت | قتل | ڪهڻ |
| صبر | ماٺ | رسم | رواج |
| قهر | ظلم | ختم | پورو |
| غدر | بيوفائي | رحم | ٻاجه |
| نثر | پکيڙڻ | عيب | وڏ |
| نظم | پوئڻ، ترتيب ۾ آڻڻ | صيد | شڪار |
| نقش | صورت | خوف | ڊپ |
| قبض | قابو | موت | موت |
| عرض | بيان يا التماس | هول | ڊپ |
| قرض | ڪپڻ، اوڌر | قول | گفتار |
| وعظ | تقرير | صوم | روزو |

۲- وزن ـ فعل (فِعل)

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪذب | ڪوڙ | عشق | دل لڳائڻ |
| ذڪر | ياد | شرڪ | خدا سان ڀائيوار ٺهرائڻ |
| فڪر | سوچ | خلط | گڏڻ |
| شعر | ڇاڻو، بيت | حلم | بردباري |
| حرص | لوڀ | فقه | دانائي |
| حفظ | ياد ڪرڻ | فسق | بڇڙائي |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| | | ٣- وزن - فعل (فعل) | |
| رعب | دهد ہو | بسر | سولائي |
| قرب | ويجهڙائي | ڪفر | انڪار |
| خبث | پليدي | حڪم | امر |
| زهد | پرهيزگار | ظلم | ڏاڍ |
| شڪر | ٿورو، احسان | حزن | غم |
| عسر | تنگي | صبح | صبح |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| | | ٤- وزن - فعل (فعل) | |
| حمق | بيوفي | عمق | اونهائي |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| | | ٥- وزن - فعل (فعل) | |
| طلب | گهر | قلق | بيقراري |
| غضب | ظلم | عمل | تعمير |
| فرح | خوشي | ڪسل | سستي |
| حسد | ساڙ | عدم | نابودي |
| خطر | هلاڪت ۾ پوڻ | طرف | خوشي |
| ظفر | فتح | غرض | مطلب |
| تلف | بربادي | قدم | قدم، پير |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| | | ٦- وزن - فعل (فعل) | |
| ڪبر | ڪراڙائي، بزرگي، وڏپڻ | قدم | قديميائي - جهونائي |
| ثقل | ڳوراڻ | صغر | ننڍپڻ |
| عظم | وڏائي | | |

## ٧- وزن - فعلت (فعلت)

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| حسرت | افسوس | رحمت | مهرباني |
| حضرت | حاضري | رغبت | خواهش، لاڙو |
| | | زحمت | تڪليف |
| خلوت | تنهائي، اڪيلائي | شقوت | بد بختي |
| دولت | گردش | طلعت | جسم - ديدار |
| دهشت | خوف | رجعت | واپسي |
| لعنت | ڦٽڪار | حشمت | دهشت، رعب |
| نوبت | وارو | جلوت | ظاهر ٿيڻ |
| وحشت | ديوانگي | بهجت | تازگي، خوشي |
| | | حيرت | تعجب |
| | | لذت (لذ ذت) | مزو - سواد |

## ٨- وزن - فعلت (فعلت)

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| بدعت | خراب عادت | نعمت | دولت |
| حڪمت | دانائي | هجرت | لاڏاڻو |
| خدمت | چاڪري | حرفت | هنر |
| رشوت | ناجائز نذرانو | عشرت | خوشي |
| شرڪت | ڀائيواري | ذڪوت | ذڪيائي |
| عبرت | حيراني | ذلت (ذل لت) | خواري |
| عصمت | پاڪائي | همت (هم مت) | مردانگي |
| قسمت | ورهاڱو | قلت (قل لت) | ٿورائي |
| محنت | ڪوشش | ملت (مل لت) | قوم، مذهب |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| | **٩- وزن - فعلت (فعلت)** | | |
| حرمت | عزت | عزلت | گوشي نشيني |
| رخصت | موڪلائي | فرقت | جدائي |
| سرعت | جلدي - تيزي | قدرت | طاقت |
| شهرت | مشهوري | نصرت | مدد، فتح |
| ظلمت | اونده | غربت | غريبي |
| اجرت | اجورو | خطبت | وعظ |
| | **١٠- وزن - فعلت (فعلت)** | | |
| برڪت | ڀاڳ | شفقت | مهرباني |
| حرڪت | چرپر | | |
| | **١١- وزن - فعال (فعال)** | | |
| خراب | ڪنو | حرام | حرام - ناپاڪ |
| شباب | جواني | ڪمال | پورائي |
| صلاح | نيڪي | وبال | بار |
| فلاح | بهبودي، چوڻڪارو | سلام | سلامتي |
| نشاط | خوشي | ڪلام | ڳالهه |
| سماع | راڳ | اذان | بانگ جو آواز |
| طواف | ڦرڻ | بيان | تقرير |
| جلال | بزرگي | ملال | مونجهه |
| حلال | ٻانهن جي ڪمائي | ضلال | گمراهي |
| صباح | صبح | جمال | سونهن |
| زوال | گهٽتائي | خيال | خيال |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|

## ١٢- وزن - فعال (فعال)

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| حساب | ڳاڻاٽو، علم رياضي | مزاج | طبيعت |
| سباب | گاربون | نڪاح | شادي |
| ڪتاب | ڪتاب | جهاد | ڪوشش |
| علاج | بيماري جي دوا | قياس | اندازو |
| نزاع | جهيڙو | فراق | جدائي |
| لحاظ | مروت | نفاق | ڦوٽ |
| خلاف | ابتڙ | جدال | جنگ |
| قتال | لڙائي | وصال | ملڻ |
| قيام | بيهڻ | | |

## ١٣- وزن - فعال (فعال)

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| سوال | درخواست | براق | براق |
| زڪام | ليس | رواق | ايوان |
| شعاع | روشني، تجلي | | |

## ١٤- وزن - فعالت (فعالت)

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| امانت | سونپيل شيءِ | سعادت | نيڪ بختي |
| بشاشت | اخلاقي خوشي | شجاعت | بهادري |
| بلاغت | علم بيان جي انتها | شقاوت | بد بختي |
| جسامت | جسم جي وڏائي | ظلالت | گمراهي |
| جلالت | بزرگي | طراوت | تازگي |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| جهالت | بي عملي | طهارت | پاڪائي |
| حماقت | بيوقوفي | ظرافت | دانائي |
| حلاوت | شيريني، مٺاج | علالت | بيماري |
| خسارت | نقصان | فصاحت | خوش بياني |
| دلالت | هدايت ڪرڻ | قباحت | بڇڙائي |
| رذالت | رذيل ٿيڻ | قناعت | صرفو |
| وڪالت | ڪارسازي | ڪشافت | گندگي |
| سخاوت | خدا جي راهه ۾ ڏيڻ | ڪسالت | سستي |
| قدامت | جهونائي | لطافت | عمدگي |

## ١٥- وزن - فعالت (فَعالت)

| | | | |
|---|---|---|---|
| إمارت | دولتمندي، اميري | خيانت | دغا |
| بصارت | اکين جو سوجهرو | رسالت | پيغمبري |
| تجارت | واپار | رعايت | نگهباني |
| تلاوت | قرآن شريف پڙهڻ | ضيافت | دعوت |
| حڪايت | آکاڻي | عبارت | تحرير |
| حقارت | نفرت، ڌڪار | فراست | دانائي |
| رياست | سرداري | ڪتابت | لکڻ |
| زيادت [ه] | گهٽائي | شڪايت | گلا ڪرڻ |
| زيارت | سڳوري شئي جو ڏسڻ | روايت | ڳالهه ڪرڻ |
| سيادت | سرداري | هدايت | سونهپ |
| سياست | حڪومت | درايت | سمجهه |
| حمايت | طرفداري | لياقت | لياقت |

## ١٦- وزن - فعول (فُعول)

| | | | |
|---|---|---|---|
| ثبوت | ثابتي | خسوف | چنڊ گرهڻ |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| خروج | نڪرڻ | فسوق | بد ڪاري |
| سجود | جمع سجدي جو | حصول | حاصل ٿيڻ، پرائڻ |
| شهود | حاضر | نزول | نازل ٿيڻ |
| طهور | پاڪائي | وصول | حاصل ٿيڻ |
| ظهور | ظاهر ٿيڻ | هجوم | غابو |
| جلوس | ويهڻ | جنون | چرپائي |
| خصوص | خاص ٿيڻ | خلوص | خالص ٿيڻ |
| طلوع | اڀرڻ | فلوس | پيسو |
| وقوع | نازل ٿيڻ | عروج | چڙهڻ |
| بلوغ | پهچڻ | نجوم | تارا |
| علوم | علم جو جمع | فنون | فن جو جمع |

١٧- وزن - فعولت (فعولت)

| | | | |
|---|---|---|---|
| برودت | ٿڌاڻ | سڪونت | رهڻ جو هنڌ |
| حڪومت | باد شاهي | | |
| سهولت | آساني | نبوت | پيغمبري (نبووت) |
| مروءت | ماڻهپو (مروت) | فتوت | جوانمردي (فتووت) |

١٨- وزن - فعلان (فعلان)

| | | | |
|---|---|---|---|
| جريان | جاري ٿيڻ | حيوان | ساهه وارو |
| خفقان | دل جو ڌڪڻ | دوران | گهمڻ |

١٩- وزن - فعلان (فعلان)

| | | | |
|---|---|---|---|
| حرمان | نا اميدي | رضوان | رضامندي |
| عرفان | معرفت | عصيان | نافرماني |
| نسيان | وسارڻ | | |

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| | ٢٠- وزن - فعلان (فعلان) | | |
| بنيان | بنياد رکڻ | بهتان | تهمت رکڻ |
| سبحان | پاڪائي | طغيان | حدکان وڌڻ |
| فقران | بخشش | فرقان | فرق ڪرڻ |
| قرآن | پڙهڻ | قربان | نزديڪ ٿيڻ |
| ڪفران | ناشڪري | | |
| | ٢١- وزن - مفعلت مفعلة (مفعلة) مفعله | | |
| مرحمت | مهرباني | مسئله | سوال ڪرڻ |
| | | مشوره | صلاح |
| مسڪنت | مفلسي | مظلمه | ظلم |
| مصلحت | خوبي، بهتري | | |
| مملڪت | باد شاهي | مفسده | اها ڳالهه جا فساد ڪرائي |
| منقبت | وصف (اصحابن جي) | | |
| | ٢٢- وزن - فعيلت (فعيلة) فعيله | | |
| بصيرت | دل جي روشني | فضيلت | وڏائي، خوبي |
| غنيمت | لٽ | مديحت | مدح |
| فضيحت | رسوائي | جريده | اخبار |
| وديعت | امانت | وسيله | ذريعه، آذار |
| | ٢٣- وزن - (اِفعال) اِفعال | | |
| اِطناب | ڊگهو رسو ڏيڻ | اِخبار | خبر ڏيڻ |

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| إعراب | چٽو ڪرڻ | اِظهار | ظاهر ڪرڻ |
| إثبات | ثابت ڪرڻ | اِفطار | روزو رکڻ |
| إحداث | نئين ڳالهه ڪرڻ | اِنشاءُ | عبارت - طرز - تحرير |
| إخراج | خارج ڪرڻ | اِقرار | وعدو |
| إصلاح | سڌارو | اِنعام | انعام |
| إشاد | رهنمائي ڪرڻ | اِعزاز | عزت |
| اِلحاد | بي ديني | اِڪرام | انعام |
| إمداد | مدد ڪرڻ | اِجلاس | ويهڻ |
| إيجاد | نئين ڳالهه ڪرڻ | اِفلاس | سڃائي |
| إسقاط | ڪيرائڻ | اِجماع | ڪنهن ڪم ۾ متفق ٿيڻ |
| اِنڪار | ناڪار | اِقبال | بخت، سامهون اچڻ، قبول ڪرڻ |
| اِنزال | لاهڻ | اِنصاف | عدل |
| اِجمال | ڪولي چوڻ | اِصرار | وري وري چوڻ |
| اِسلام | دين محمدي جو نالو | اِيمان | عقيدو |

## ٢٤- وزن - اِفالت (اِفالت)

| | | | |
|---|---|---|---|
| اِجابت | قبوليت | اِقامت | ويهڻ |
| اِجازت | موڪل | اِحاطه | گهيرو |
| اِشاعت | شايع ڪرڻ | اِراده | اراده، قصد |
| اِطاعت | پيروي ڪرڻ | اِشاره | اشارو |
| اِعانت | مدد | اِفاقه | هوش ۾ اچڻ |

عربي ۾ قاعدو آهي ته جن فعلن جي وچ ۾ ”و“ ۽ ”ي“ هوندا آهن، تن جو اِفعال وزن اِفاله (سنڌي ۾ افالت - افاله) وانگر ٿي پوندو آهي.

## ٢٥- وزن - آفعال (آفعال)

| | | | |
|---|---|---|---|
| آخبار | خبر جو جمع | آخلاق | خلق جو جمع، چال |

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| آنوار | نور جو جمع | آسرار | سر جو جمع، ڳجهه |
| آفعال | فعل جو جمع | آحرار | حر جو جمع |
| آطوار | طور جو جمع | آداب | ادب جو جمع |

## ٢٦– وزن – اِفتعال (اِفتعال)

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اِجتناب | پرهيز ڪرڻ | اِحتياج | گهرج |
| اِرتڪاب | گناهه | اِختلاج | عضوي جو ڦڙڪڻ |
| اِضطراب | بيقراري | اِصطلاح | لفظ جي معمولي معنيٰ ڪانسواءِ ٻي معنيٰ ڪڍڻ |
| اِنتخاب | چونڊ | اِجتهاد | ڪوشش |
| اِلتفات | توجهه - مهرباني | اِعتقاد | عقيدو |
| اِبتهاج | خوش ٿيڻ | اِعتماد | ڀروسو |
| اِختصار | ٿورو | اِعتراف | قبول |
| اِشتهار | عام پڌرائي | اِعتڪاف | خلوت ۾ رهڻ |
| اِنتظار | ڳڻتي | اِشتياق | ٿوڙڻ |
| اِحتراز | پرهيز ڪرڻ | اِنتقال | مرڻ - جاءِ بدلائڻ |
| اِمتياز | سمجهه | اِنتظام | بند وبست |
| اِلتماس | عرض | اِنتقام | بدلو |
| اِحتياط | پرهيز | اِمتحان | آزمائش |
| اِختلاف | خلاف هجڻ | اِعتبار | ويساهه |

## ٢٧– وزن – اِفتعال (اِفتعال)

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اِتحاد | ٻڌي | اِتفاق | اوچتو |
| اِتخاذ | پڪڙڻ | اِتقاءُ | پرهيز گاري |
| اِتباع | پيروي ڪرڻ | اِتساع | ڪشادگي |

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اِطلاع | خبر ڏيڻ | | |

جڏهن فعل جو پهريون حرف ”الف“ يا ”و“ هوندو آهي، تہ افتعال وزن ۾ اهو منجهي ”ت“ تي پوندو آهي. مثلاً وفق جو افتعال ٿيندو اِتفاق - اِتتفاق - اِتفاق.

### ٢٨- وزن - اِستفعال (اِستفعال)

| | | | |
|---|---|---|---|
| اِستعداد | لياقت | اِستقبال | سلاميءَ لاءِ اڳي وڃڻ |
| اِستمداد | مدد ڪرڻ | اِستدعاءُ | خواهش |
| اِستحقار | حقير سمجهڻ | اِستسقاءُ | پاڻي گهرڻ |
| اِستغفار | بخشش ڪرڻ | اِستغفاءُ | بخشش جي طلب |
| اِستمرار | هميشگي | اِستظهار | ٽيڪ ڏيڻ |
| اِستفهام | پڇڻ - سمجهڻ | اِستحضار | حاضر ٿيڻ |

### ٢٩- وزن - اِستفعال (اِستعفال)

| | | | |
|---|---|---|---|
| اِستقامت | بيهڪ، سڌو رهڻ | اِستطاعت | سگهہ |
| اِستراحت | آرام | اِستخاره | چڱائي جي گهر |
| اِستعانت | مدد وٺڻ | اِستغاثه | فرياد، مدد جي طلب |
| | | اِستفاده | فائدو وٺڻ |

عربيءَ جو قاعدو آهي تہ جن فعلن جي وچ ۾ ”و ۽ ي“ هوندا آهن، تنجو استعمال وزن اِستفالت وانگي تي پوندو آهي.

### ٣٠- وزن - اِنفعال (اِنفعال)

| | | | |
|---|---|---|---|
| اِنقلاب | تبديلي، ڦيرو | اِنڪشاف | کلڻ، واضح ڪرڻ |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| اِنفراد | اڪيلو رهڻ | اِنحصار | لاڳاپو هئڻ |
| اِنڪسار | عاجزي - ٽٽڻ | اِنقسام | ونڊجڻ |
| اِنحراف | ڦري وڃڻ | | |

## ٣١- وزن - تفعل (تَفَعُّل)

| | | | |
|---|---|---|---|
| تعجب | اچرج ۾ پوڻ | تبدل | تبديل ڪرڻ |
| تعصب | طرفداري | تجمل | زينت |
| تغلب | غلبو ڪرڻ | تحمل | برد باري |
| | | تخيل | خيال ڪرڻ |
| تشهد | ڪلمہ شهادت | توڪل | خدا تي ڀروسو رکڻ |
| تولد | ڄمڻ | تيمم | پاڻيءَ جي عيوض خاڪ سان وضو ڪرڻ |
| تصور | ڌيان، خيال | تلون | رنگ بدلجڻ |
| تدبر | دورانديشي | توطن | وطن بنائڻ |
| تعسر | مشڪل هجڻ | توجهہ | ڪنهن ڏانهن منهن ڪرڻ |
| تفڪر | فڪر ڪرڻ | تڪبر | وڏائي يا هٺ |
| تجسس | ڳولا ڪرڻ | تخلص | خلاصو شاعراڻو نالو |
| تقدس | پاڪائي | تفحص | ڳولا يا تلاش |
| تلفظ | اُچار | توقع | اميد رکڻ |
| توقف | دير ڪرڻ | تسلط | غلبو |
| تبرڪ | برڪت حاصل ڪرڻ | تأمل | خيال ڪرڻ |

نوٽ: جڏهن ان وزن واري لفظ جي پڇاڙي "ي" اچي، تہ سندن اڳيان ايندڙ حرف کي زير ڏبي آهي، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| تاذيِ | ڏکويل هجڻ | ترقيِ | واڌارو |
| تسلي | دلاسو | تجلي | روشن يا ظاهر ٿيڻ |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| تشفي | تسڪين | تشڪي | شڪايت ڪرڻ |

نوٽ: بعضي انهيءَ وزن ۾ ي جي بجاءِ الف ڪم ايندو آهي، مثلاً:

| | | | |
|---|---|---|---|
| تولي | ڪنهن سان محبت رکڻ | تجلي | روشني |
| تبري | بيزاري | تمنا | خواهش |

نوٽ: مٿين لفظن جي اڳيان "م" ڪڻڻ سان اسم فاعل ٿيندو آهي، مثلاً: متشڪي، متبرڪ وغيره.

## ٣٢- وزن - تفاعل (تفاعل)

| | | | |
|---|---|---|---|
| تعاقب | پٺيان پوڻ | تواتر | سانده رهڻ |
| تقارب | ويجهو ٿيڻ | تعارف | هڪبئي کي سڃاڻڻ |
| تناسب | پاڻ ۾ نسبت رکڻ | توافق | موافقت رکڻ |
| تفاوت | فرق | تڪامل | سست ۽ ڪاهل ٿيڻ |
| توارد | وارد ٿيڻ | تعاون | مدد ڪرڻ |
| تفاخر | فخر ڪرڻ | توازن | وزن |
| تدارڪ | تلافي | تهاڻ | سستي |

## ٣٣- وزن - تفعيل (تفعيل)

| | | | |
|---|---|---|---|
| تدبير | اٽڪل، ڪوشش | تعظيم | عزت |
| تاديب | ادب سيکارڻ | تسبيح | پاڪائي سان بيان ڪرڻ |
| ترتيب | سلسلو | تشريح | کولي بيان ڪرڻ |
| ترحيب | مرحبا چوڻ | تصحيح | صحيح، برابر ڪرڻ |
| ترغيب | لاڙو، رغبت | تفريح | فرحت وٺائڻ |
| ترڪيب | اٽڪل، ڍنگ | تشديد | شد ڏيڻ |
| تڪذيب | ڪوڙو ڪرڻ | تبليغ | اشاعت ڪرڻ |
| تهذيب | پاڪ ڪرڻ | تغليط | غلط ڪرڻ |

| لفظ | معني | لفظ | معني |
|---|---|---|---|
| ترويج | رواج ۾ آڻڻ | تفريق | جدا ڪرڻ |
| ترجيح | ٽيڪو ڏيڻ | تقطيع | شعر ڪي وزن ۾ پيچڻ ياڪپڻ |
| تعليم | تعليم | تقرير | وعظ |

٣٤- وزن - تفعله (تفعيل)

| | | | |
|---|---|---|---|
| تبصره | ظاهر ڪرڻ | تصفيه | صاف ڪرڻ |
| تجربه | آزمودو | تسميه | نالو رکڻ، بسم الله |
| تذڪره | ذڪر ڪرڻ | تجزيه | جزا ڪرڻ |

٣٥- وزن - مفاعلت (مفاعلة) مفاعله

| | | | |
|---|---|---|---|
| مباحثه | بحث ڪرڻ | مبالغه | وڌائڻ |
| مجاهده | دشمن سان جنگ ڪرڻ | مشاهده | ڏسڻ |
| مراسله | موڪليل | مناظره | بحث |
| ملاحظه | ڏسڻ | مقابله | سامهون، چٽاپيٽي |
| ممانعه | منع ڪرڻ | مقاتله | قتل ڪرڻ |
| مشاعره | شاعرن جي چٽاپيٽي | مراقبه | ڌيان ڏيڻ - انتظارڪرڻ |
| مشاهره | پگهار مهيني جو | | |

نوٽ: "ه" کي عربيءَ ۾ "ت" سان مٽائيندا آهن.

| | | | |
|---|---|---|---|
| ممانعت | منع ڪرڻ | ملازمت | نوڪري ڪرڻ |
| مباشرت | صحبت ڪرڻ | مخالفت | برخلافي ڪرڻ |
| مداخلت | داخل ڪرڻ | مطابقت | برابري ڪرڻ |

٣٦- وزن - مفاعات (مفاعله)

| | | | |
|---|---|---|---|
| مباهات | فخر يا ناز ڪرڻ | ملاقات | ملڻ، ميلاپ |
| مساوات | برابري ڪرڻ | مناجات | التجا، دعا |
| مڪافات | بدلو | | |

# درسي ڪتابن تان ورتل

## درجو پهريون (١)

| | | |
|---|---|---|
| نقاره | قدر | محل |
| ملڪ | آربعاءُ | خيرات |
| لذت | نبض | مهرباني [ف] |
| اسڪول | هردم | شربت |
| روشن | پختا | صبح |
| تڪرار | وقت | شڪر |
| ڇهبڪ | هفتو | ملڪ |
| | آربعا | پاڪستان |
| جعفر | جمعو | اوچو |

## درجو ٻيو (٢)

| | | |
|---|---|---|
| نواب | منت | معاف |
| مقرر | دقت | نظر |
| موسم | شڪ | رعيت |
| خبر | آمير | عوض |
| عجب | سر [مثنو ـ ف] | ضرور |
| همت | قصو | مشهور |
| نظاره | خيال | انعام |
| آصل | نعل | مدد |
| هضم | مڪتب | فصل |
| دماغ | رحم | معصول |
| آسرار | | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| قدرت | مزت | مزدور | ظلم |
| مهربان | صبر | بخت | آمن |
| حکم | محبت | پرستان | نصيحت |
| ډرتي | همت | جلسو | حب |
| چلکن | يکدم | خلق | ګلزار |
| خدمت | عمدو | نعمت | نقصان |
| محنت | عزيز | لشکر | درد |

## درجو ليبون (٣)

| | | |
|---|---|---|
| حاصل | منزل | ساعت |
| حرکت | صحت | قناعت |
| حق | رمضان | ضايع |
| مختار | دخل | غلاظت |
| حضرت علي | مصالح | مسعل |
| إختياري | معافي | مرتبو |
| دعوي | تعلق | نعمت |
| إتفاق | خط | عمارت |
| محو | قوت | آکثر |
| رضا | مشابهت | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| تعريف | نظم | مخدوم | مقبرو |
| بيمثل | صحبت | سرير | مصلا |
| فيصلو | إقبال | عطر | هرګز |
| فخر | عيب | طبيعت | مضبوط |
| ترقي | نفرت | عدل | کهل |
| مشهور | مرحوم | کلکل | رب |
| مشرقي | مهلت | مسکين | قوت، |
| معدني | دفن | مهر | مطلب |

## درجو چوٿون (۴)

| | | |
|---|---|---|
| واقفيت | ڪرم | رسم |
| ملاح | فياض | تربيت |
| عادل | قتل | آخبار |
| جواب | صباح | صديق |
| تشريف | دلال | بالڪل |
| ماهر | ترقي | جواهر |
| رقعو | عطر | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| آصحابي | فتح | تحصيل | عرصو |
| سخت | اعلان | معتبر | جذبو |
| تقرير | آصول | غفلت | ريگستان |
| مقبول | تعمير | فضيلت | صنعتي |
| تحريڪ | حليم | رحلت | محسوس |
| إعتبار | شڪست | فرق | شرم |
| درجو | لذيذ | عظمت | حملو |
| سنسار | سياح | بينظير | إطلاع |

## درجو پنجون (۵)

| | | |
|---|---|---|
| وصول | مقرب | مباحثو |
| مدعي | حشمت | محرر |
| شڪل | ولي | دهقاني |
| رسالو | تحرڪ | بي حد |
| تصوف | درهم | فن |
| متعاوي | خفت | همعصر |

| | | | |
|---|---|---|---|
| هجري | قرب | قهر | لطف |
| سرتاج | خلعت | حسن | تفريح |
| حيرت | تربت | نشست | إنصاف |
| مخلوق | تجويز | سبحان | شدت |

| | | | |
|---|---|---|---|
| فيض | جنت | محفوظ | عضوو |
| ذکر | مثل | خوشحال | زينت |
| غلطي | لعنت | آکسير | قسمت |
| کعبو | تهمت | مفيد | دلگير |

## درجو ڇهون (٦)

| | | |
|---|---|---|
| اِستقامت | مماتي | مدعا |
| برخاست | عبارت | اِنحرافي |
| مقاطعو | محفل | مصنف |
| مراقبو | لقاءُ | نيت |
| جرائت | تسلي | مفاصلو |
| تقويت | قطب‌الدين | بالفعل |
| نقاش | محض | آخلاق |
| معدنيات | | |

## درجو ستون (٧)

| | | |
|---|---|---|
| مقدمو | مائل | سخن |
| علميت | قابليت | معتبر |
| قسطنطنيه | ورق | قواعد |

# باب چوٿون

# پڙهڻ

## پڙهڻ جا مختلف نمونا

هن ڪان اڳي ٻوليءَ ۽ ان جي پڙهڻ ۽ سيکارڻ جي مختلف طريقن بابت بحث ڪري آيا آهيون. انهن طريقن جون خوبيون ۽ خاميون به جاچي ڏٺيونسين ۽ اهو به معلوم ڪيوسين ته نفسياتي نقطهٔ نگاهہ کان ڪهڙو طريقو زياده قابل پسند ۽ زياده مفيد آهي. هتي اسين پڙهڻ متعلق ٻين ڳالهين تي بحث ڪنداسين.

**ضرورت ۽ فائدا:** پڙهڻ هرهڪ شخص ننڍي توڙي وڏي، امير توڙي غريب لاءِ هڪ بلڪل مفيد ۽ ڪارآمد شعبو آهي، جنهن جي ذريعي هو پنهنجي زندگي ڪامياب بنائي سگهي ٿو. پڙهڻ جي عادت هڪ نيڪ عادت آهي، جنهن جي معرفت انسان دنيا جي علمي ذخيرن مان فائدا حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ پنهنجي علمي لياقت وڌائي پاڻ کي ٻين لاءِ ڪارگر بنائي سگهي ٿو. هڪ استاد لاءِ به پڙهڻ تمام ضروري آهي. ان جي ذريعي هو پنهنجي ڌنڌي مان چڱيءَ طرح واقف ٿئي ٿو ۽ تعليم جي جديد طريقن ۽ طرزن بابت واقفيت حاصل ڪرڻ بعد پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي اسڪول لاءِ نيڪ نامي حاصل ڪري سگهي ٿو. هرهڪ استاد جو فرض آهي ته هو فقط استاد ٿي ڪم ڪري، مگر ساري عمر هڪ شاگرد به ٿي رهي ۽ پنهنجي علميت ۽ علم واقفيت ۾ اضافي ڪرڻ لاءِ مطالعو ڪندو رهي. اهڙيءَ طرح ئي هو هڪ سچي استاد سڏائڻ جو حقدار ٿي سگهي ٿو. پڙهڻ جي ڪري انسان جي ذهني ۽ دماغي قابليت ۾ اضافو ٿئي ٿو ۽ سندس اخلاق تي به سهڻو اثر ٿئي ٿو. ان کان سواءِ پڙهڻ واندڪائيءَ جي وقت لاءِ هڪ بينظير وندر آهي. استاد کي گهرجي ته مادري زبان جي تعليم ڏيڻ ۾ وقت بوقت شاگردن کي سهڻن ۽ سٺن ڪتابن طرف متوجهه ڪري، انهن جا حوالا ڏيئي انهن مان ڪي دلچسپ ٽڪر پڙهي ٻڌائي ۽ انهن جون خوبيون بيان ڪري، انهن مان ڪين لطف اندوز ڪري. اهڙي دستور هڪ قابل استاد، ڪلاس جي شاگردن ۾ پڙهڻ لاءِ ذوق ۽ شوق پيدا ڪري مادري زبان جي وڏي خدمت ڪري سگهي ٿو.

**پڙهڻ جا مختلف نمونا:** مختلف مقصدن ۽ ضرورتن مطابق پڙهڻ جا مختلف نمونا استعمال ڪبا آهن، جي هي آهن:

(۱) بلند آواز سان پڙهڻ. (۲) دل ۾ پڙهڻ.

(۳) وندر لاءِ پڙهڻ. (۴) واقفيت لاءِ پڙهڻ.

۱- **بلند آواز سان پڙهڻ:** هن قسم جي پڙهائي اسڪولن ۾ شاگردن کي پڙهڻ جي استعمال ڏيڻ ۽ سندن قابليت جي آزمائش واسطي يا ڪلاس کي ڪنهن واقفيت ڏيڻ يا حقيقت سمجهڻ واسطي ڪئي ويندي آهي. اسڪولن کان ٻاهر اسان جي روزانه زندگي ۾ به بلند آواز سان پڙهڻ جي لياقت هڪ بلڪل ڪارگر لياقت آهي، جنهن جي وسيلي ٻئي کي فائدو پهچائي سگهي ٿو. اهو شخص، جو بلند آواز مان بلڪل عمدي ۽ فطرتي نموني ۾ رواني سان پڙهڻ جي لياقت رکي ٿو. هو پنهنجي شهر يا ڳوٺ جي ماڻهن جون ڪئين ضرورتون پوريون ڪري سگهي ٿو. اسانجي سنڌ جي ڳوٺن ۾ اهڙي قسم جي لياقت وارا ماڻهو ڪيتريقدر ڪارائتا ۽ اثرائتا ٿي سگهن ٿا، سو اهو شخص جنهن کي سنڌ جي ڳوٺن جي بخوبي واقفيت آهي، سمجهي سگهي ٿو. ان ڪانسواءِ نفسياتي آزمائش مان به ڏٺو ويو آهي، ته ڪي شاگرد ٻڌڻ جي ذريعي ڪيتريون ڳالهيون سمجهي ۽ سکي سگهندا آهن. هو ڪنهن حقيقت يا مضمون کي وري بلند آواز سان پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان انکي يڪدم ياد ڪري وٺندا آهن. اهڙن ڪيترن شاگردن جي لاءِ ڪلاس ۾ بلند آواز سان پڙهائي ڪرائڻ بلڪل مفيد ثابت ٿئي ٿي. ازانسواءِ ٻارن کي ٻوليءَ جي مختلف اصطلاحن ۽ محاورن جي استعمال جي طريقن ذهن نشين ڪرڻ ۽ منجهن انهن کي عملي ريت ڪم آڻڻ جي عادت پيدا ڪرڻ لاءِ ڪائنن بلند آواز سان پڙهائڻ ضروري آهي. اهڙي قسم جي پڙهائي ڪرائڻ سان شاگردن جي ادائگيءَ مان اسين اهو معلوم ڪري سگهنداسين ته هنن مضمونن جي معني ۽ مطلب ڪيتريقدر سمجهيو آهي. موزون ڍنگ ۽ وڻندڙ نموني ۾ پڙهڻ جي ذريعي پڙهندڙ شخص، ٻڌندڙ جي دلين کي سوگهو جهلي سندن دلين ۾ مضمون جي اندر سمايل احساسات ۽ جذبات پيدا ڪري سگهي ٿو.

استاد کي گهرجي ته پنهنجن شاگردن کي اهڙيءَ ريت تيار ڪرڻ واسطي ڪلاس کان وقت بوقت اهڙي پڙهائي ڪري ۽ ان جي دوران ۾ اهي سڀ خوبيون پيدا ڪري جيڪي چڱي پڙهڻ لاءِ تمام ضروري آهن. شاگردن کي اهڙي تربيت ڏيڻ ۽ ان جي فائدي ڏيڻ لاءِ استاد کي هيٺين درجن کان وٺي مٿين درجن تائين سڀني ڪلاسن جي رهنمائي ڪرڻ گهرجي. هيٺين ڪلاسن ۾ استاد جي معياري يا آدرشي پڙهائي بعد ڪلاس جي سڀني ٻارن جي گڏيل پڙهائي ڪرائڻ گهرجي. ان بعد سندن جدا جدا پڙهائي ڪرائجي.

شاگردن جي پڙهڻ وقت هيٺين ڳالهين جو ڌيان رکڻ گهرجي:

١- پڙهڻي اهڙي هجي، جنهن مان مضمون جو مطلب بلڪل صفائيءَ ۽ چٽائيءَ سان ظاهر ٿي سگهي. مضمون اهڙي وضاحت سان پڙهائجي، جو هرهڪ لفظ توڙي جملي جو آواز بلڪل چڱيءَ ريت پڌري ۽ ان جو مطلب سمجهي سگهجي. ان لاءِ هيٺيان نقطا قابل توجه آهن:

الف: پڙهڻ وقت مضمون جي موضوع جو خيال رکجي، ته اهو ڪهڙي جذبي هيٺ ۽ ڪهڙي نوع ۾ رکيل آهن ۽ لکندڙ جو ان جي لکڻ ۾ ڪهڙو مقصد آهي. پڙهڻ وقت پڙهندڙ کي ڪوشش ڪري ٻڌندڙن ۾ انهن جذبن جي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ ان لاءِ پنهنجي آواز ۽ ڍنگ ۾ مناسب تبديلي آڻڻ گهرجي. ان لاءِ ضروري آهي ته پڙهندڙ مضمون کي سمجهه سان پڙهي ۽ پڙهڻ وقت ان جو مطلب سمجهندو ۽ ظاهر ڪندو هلي.

ب: پڙهڻ وقت آواز پورو ڪڍجي، نه تمام جهيڻو هجي ۽ نه تمام بلند هجي.

ج: لفظن جو تلفظ بلڪل درست هئڻ گهرجي.

د: پڙهڻ وقت بيهڪ جي نشانين جو خيال رکجي ۽ انهن موافق وچ وچ تي موزون ساهي کڻجي.

ه: پڙهڻ جي رفتار به فطرتي گفتگو جي رفتار جهڙي هئڻ گهرجي، نه تمام تڪڙي هجي ۽ نه تمام ڍري هجي.

٢- پڙهڻ جو ڍنگ بلڪل فطرتي هئڻ گهرجي، يعني جيئن ڳالهائجي يا گفتگو ڪجي، تيئن پڙهجي. راڳ ۽ رينگي سان نه پڙهجي. اسڪولي ٻارن ۾ اها خامي بلڪل عام آهي، جا سختيءَ سان ترڪ ڪرڻ گهرجي.

٣- پڙهڻي بلڪل لسي ۽ روان هئڻ گهرجي. جمان جي وچ ۾ يا غير موزون هنڌن تي بيهڻ نه گهرجي ۽ نڪي گڏ ڪم ايندڙ ڳالهائڻ جا لفظ هڪٻئي کان جدا جدا ڪري پڙهجن، ڇو ته انهيءَ ڪري مضمون بلڪل بي معنيٰ تي پوندو ۽ ٻڌندڙ به جلدي خفي ٿي پوندو.

٤- پڙهڻ جو ڍنگ اهڙو اثرائتو هجي، جو مطلب سمجهڻ سان گڏ ٻڌندڙ تي ضروري ڪيفيت به طاري ٿيندي وڃي.

٥- پڙهڻ وقت پنهنجي بدن کي سنئون جهلجي ۽ ڪنڌ سڌو جهلي ڪتاب منهن کان هڪ فوٽ جي مفاصلي تي جهلي پڙهجي.

متي اسان ڪلاس جي گڏريل پڙهائيءَ طرف اشارو ڏنو آهي. هن وقت تعليمي ماهرن جو تمام رايو اهڙي قسم جي پڙهائي ڪرڻ جي برخلاف آهي، ڇو ته جيڪڏهن ان ۾ خبرداري کان ڪم نه ورتو ويو ته فائدي جي عيوض نقصان آهي. مگر جيڪڏهن خبرداريءَ کان ڪم ورتو ويو تہ منجهانئس ڪيئين فائدا آهن. خاص طور محجوب، گهٽ ذهن ۽ ذاتي شعور (Selfconsciousness) رکندڙ شاگردن جي لاءِ اهڙي پڙهائي همت افزائيءَ جو باعث ٿئي ٿي. اهڙي پڙهائي ڪرائڻ وقت هيٺيون خبرداريون ڪرڻ گهرجن:

الف: گڏ پڙهائڻ وقت جيترو ٿي سگهي، اوترو ڪتاب ۾ گهٽ ۽ ڪلاس تي سرس نگاهه ڪجي.

ب: اها جانچ رکجي تہ برابر سڀيئي شاگرد آواز سان پڙهن ٿا، يا فقط چپ پيا چورين.

ج: ڪوشش ڪري هرهڪ شاگرد جي چپن جي چرپر مان جاچي ڏسجي تہ برابر درست پڙهي ٿو يا نه.

د: اهو بہ ڏسجي تہ سڀيئي شاگرد گڏجي هڪ آواز سان پڙهن ٿا يا ڪي اڳي ۽ ڪي پوءِ ٿا پڙهن.

هہ: ڪتاب اڳيان کليل اٿن ۽ سبق ڪولي ان تي آڱر هلائيندا وڃن ٿا يا نه؟

۲- **دل ۾ پڙهڻ (خاموش خواني):** تعليم جي جديد اصولن مطابق دل ۾ پڙهڻ بهترين قسم جو پڙهڻ سمجهيو وڃي ٿو. ان جي ذريعي تعليم جي ڪم ۾ بهترين نتيجا حاصل ڪري ٿا سگهون. ڪن تعليمي ماهرن جو چوڻ آهي تہ هن وقت تائين ٻارن کان بلند آواز سان پڙهائڻ ۽ ڪتابن کي ڏاڍهڻ واري طريقي تي عمل ڪندي فقط وقت ۽ قوت جو زيان پئي ڪيو اٿئون ۽ هائي وقت آيو آهي، جو اهڙن جهونن طريقن کي ڇڏي پڙهڻ جا زيادہ ڪارگر ۽ مفيد طريقا عمل ۾ آڻيون. خاموش خوانيءَ (دل ۾ پڙهڻ) مان هيٺيان فائدا آهن:

الف: اسان کي معلوم آهي تہ رواجي طرح جڏهن بہ ڪو شخص پنهنجي وندر يا واقفيت واسطي پڙهندو آهي تہ خاموشيءَ سان دل ۾ پڙهندو آهي ۽ تڪڙو تڪڙو پڙهندو مضمون سمجهندو ويندو، ڪنهن مضمون کي پڙهڻ ۽ يڪدم سمجهڻ جي تربيت ڏيئي سگهجي ٿي، جا لياقت کين هميشه ڪم ايندي ان ڪري خاموش خواني ڪرڻ معنيٰ اڻ سڌيءَ طرح ٻارن کي آئينده جي واسطي تيار ڪرڻ.

ب: خاموش خوانيءَ جي ذريعي ٻارن کي ڪنهن به نصابي ڪم جو باريڪ مطالعو ڪرڻ سيکاري سگهجي ٿو، جو نهايت ڪارآمد ثابت ٿئي ٿو. اهو سبب آهي، جو علم‌النفس جا ماهر خاموش خوانيءَ کي ٻين قسمن جي پڙهڻ تي ترجيح ڏين ٿا.

ج: خاموش خوانيءَ ۾ پڙهڻ جي رفتار تکي ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ ته مضمون کي پڙهڻ سان گڏ ان جي ورجائڻ لاءِ وقت وڃائڻو ڪونه ٿو پوي. زبان سان ورجائڻ واسطي زياده وقت جي ضرورت ٿئي ٿي ۽ رفتار گهٽ ٿئي ٿي.

د: دل ۾ پڙهڻ سان پڙهيل مضمون سنئون سڌو ٻار جي دماغ ۾ داخل ٿئي ٿو، ۽ سندس قوتون مضمون وارن لفظن کي اچارڻ تي خرچ ٿيڻ جي عيوض ان جي سمجهڻ ۽ هنڊائڻ ۾ صرف ٿين ٿيون.

هه: خاموشيءَ سان پڙهڻ جي عادت ڪري ڇڏڻ سان ٻارن ۾ ڪنهن به مضمون جي مکيه حقيقت جهٽڻ ۽ ان جي اختيار ڪرڻ جي قابليت پيدا ٿئي ٿي.

و: جنهن به اسڪول ۾ خاموش خواني ڪرائڻ جو طريقو عمل ۾ ايندو هوندو، ان اسڪول جو ضابطو به سٺو رهي ٿو؛ ڇو ته شاگردن ۾ ازخود پاڻ تي ضابطي رکڻ ۽ خوديا وريءَ جو انگ پيدا ٿئي ٿو ۽ استاد تي آڌار رکڻ جي عيوض هو پاڻ تي ڀاڙڻ سکن ٿا.

ز: ڪلاس ۾ خاموش خواني ڪرائڻ سان پاسي وارن ڪلاسن جي ڪم ۾ رنڊڪ پوڻ جو انديشو نٿو رهي.

مٿين حقيقتن مان معلوم ٿيندو ته خاموش خواني مادري زبان جي تعليم جو هڪ تمام مکيه پهلو آهي، جنهن جي ذريعي ٻارن ۾ آزاد نموني ۾ مصالح ڪرڻ ۽ سمجهڻ جي خوبي پيدا ڪري سگهجي ٿي، جا هو ٻين نصابي ڪمن ۾ به استعمال ڪري فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا. خاموش خوانيءَ جي مقصدن حاصل ڪرڻ ۽ ان کي مفيد بنائڻ لاءِ ضروري آهي ته ان جي استعمال ڪرڻ وقت استاد ٻارن جي چڱي طرح رهبري ڪري ۽ هر دفعي جڏهن ڪيتي اهڙو موقعو ڏئي، تڏهن کين سمجهائي ته ڇا ڪرڻو آهي. پرائمري اسڪولن جي هيٺين درجن کان وٺي ٻارن کي اهڙي قسم جي تربيت ڏئي سگهجي ٿي.

ننڍن ٻارن جي حالت ۾ راند روند جي طريقي ٻارن کان خاموش خواني ڪرائجي. مثلاً، ڪي ننڍا حڪمي جملا بورڊ يا چارٽ تي لکي ٻارن کي چئجي ته واري واري تي اهي پڙهندا انهن موجب عمل ڪندا وڃن. آهستي آهستي جملن کي وڌائجي ۽ انهن ۾

ڏنل اشارن کي ۽ حڪمن کي زياده پيچيدو ڪبو وڃجي. اهڙيءَ ريت ٻارن جو پڙهڻ يا مطلب يا معنيٰ ڪري سگهي ٿو. وڏن شاگردن جي حالت ۾ درسي ڪتاب کي خاموش خواني جي واسطي استعمال ڪري سگهجي ٿو. ڪين ڪنهن سبق جي خاموش خواني ڪرائڻ وقت ان جي مضمون تي هڪ ٻه مقصودي سوال ڏجن، ته پڙهڻ بعد ان جو جواب ڏين. جڏهن هو پڙهي ختم ڪن، تڏهن ڪائنن ان جو جواب وٺجي ۽ ٻيا ٻه ڪي اهڙا سوال ڪجن، جن مان معلوم ٿي سگهي ته ٻارن برابر مضمون سمجهيو آهي. ان جي چڪاس جو ٻيو طريقو هي آهي ته ڪين چئجي ته پڙهيل ٽڪرو اختصار جي صورت ۾ لکي ڏيکارين.

۳- **وندر لاءِ پڙهڻ:** پڙهڻ جو ٽيون قسم آهي وندر لاءِ پڙهڻ. هن قسم جي پڙهائي واندڪائيءَ جي وقت کي مفيد ۽ وندرائيندڙ نموني ۾ صرف ڪرڻ لاءِ ڪم ايندي آهي. واندڪائيءَ جي وقت کي درست نموني ۾ استعمال ڪرڻ، جنهن مان ٻاڻ نوڙي ٻنهي کي فائدو رسي، هڪ اعليٰ تهذيب جي نشاني آهي. افسوس آهي جو ٻارن ۾ اهڙي قسم جي عادت پيدا ڪرڻ ۽ ڪين ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن جي پڙهائيءَ مان لطف وٺڻ ۽ پنهنجي فراغت جي وقت کي پڙهڻ جهڙي مفيد مشغوليءَ ۾ صرف ڪرڻ جي تربيت ڏيڻ جي باري ۾ اسان جا اسڪول بلڪل پوئتي پيل آهن. اسان جا نوجوان پنهنجو فالتو وقت بيفائده ڌاڙن هڻڻ ۽ ٻين مشغولين ۾ رائگان وڃائين ٿا. ان جي عيوض جيڪڏهن اهو وقت ڪن مفيد ڪتابن ۽ اخبارن پڙهڻ ۾ صرف ڪن ته جيڪر وندر ۽ تفريح حاصل ڪرڻ کان سواءِ سندن دماغ ٻه کلي، سندن خيالن ۽ فڪرن جو دائرو وسيع ٿئي ۽ سندن اخلاق تي ٻه سٺو اثر پوي. ان ڪري مادري زبان جي استاد کي گهرجي ته پنهنجي فرض جي بجاآوري ڪندي هو ڪوبه اهڙو موقعو هٿان نه وڃائي، جنهن تي پنهنجن شاگردن ۾ ڪتاب بيني جي عادت پيدا ڪري سگهي.

ٻارن ۾ ڪتابن پڙهڻ جو شوق پيدا ڪرڻ واسطي استاد کي خاص تڪليف وٺڻي ڪانه پوندي. ٻارن ۾ فطرتي طرح اثر پذيريءَ جي خاصيت ٿيندي آهي، جنهنڪري هو ٻاڻ کان وڏن جي خيالن ۽ عملن جو نقل ڪندا رهندا آهن. جيڪڏهن استاد پنهنجو فالتو وقت ڪتاب بينيءَ ۾ صرف ڪندو هوندو، ته ضرور ڪنهن نه ڪنهن وقت پنهنجن شاگردن کي ٻه ان مشغوليءَ جي فائدن ۽ مزي کان واقف ڪندو ۽ آڻ سڌيءَ طرح انهن ۾ ٻه ڪتابن پڙهڻ واسطي شوق پيدا ڪندو رهندو. ان کان سواءِ مادري زبان جي سيکارڻ ۾ درسي ڪتابن جي پڙهائڻ وقت ڪئين اهڙا موقعا بنجن ٿا، جن تي استاد ٻارن کي ڪتابن ۽ انهن جي آئين طرف متوجه ڪري سگهي ٿو. موقعن کي بخوبي استعمال ڪرڻ بعد ڪيس فقط ٻارن جي فطرتي شوق کي اڀارڻو ۽ دڳ لائڻو آهي ۽ ان پورائيءَ لاءِ موزون ڪتابن جي صورت ۾ ضروري مصالح موجود رکڻو آهي. هڪ دفعو جيڪڏهن

شاگردن اهڙي قسم جي پڙهائيءَ مان مزو ڏنو تہ وري ڪڏهن بہ اها عادت هٿان ڪين ڇڏيندا ۽ پڙهڻ کي پنهنجي دائمي خوراڪ ڪري سمجهندا. درسي ڪتابن جي مضمونن، آڪاڻين ۽ نظمن پاڙهڻ وقت استاد جيڪڏهن لئبرريءَ ۾ رکيل ڪتابن ۽ سندن آڪاڻين ڏانهن ٻارن کي رجوع ڪندو ۽ انهن جي آڪاڻين بابت ڪجھ اشارا ۽ هدايتون ڏيندو تہ پوءِ ٻار ازخود انهن ڪيءِ جنبي ويندا. ان جي علاوه ٻارن کي وندر لاءِ مطالع جي استعمال ۽ آزمائش ڏيڻ واسطي اسڪولن جي ٽئين درجن تي درسي ڪتابن کان سواءِ ٻيو بہ هڪ ڪتاب مقرر ڪرڻ گهرجي. اسڪول ۾ ان جي پڙهڻ ۽ ان مان لطف وٺڻ جي طرز جو استعمال ڏيڻ بہ خانگي مطالع کي همٿائڻ جو هڪ لاثاني طريقو آهي.

ٻارن جي اهڙي آزاد ۽ خانگي مطالع ۾ سندن زياده دلچسپي ڪيئن پيدا ڪجي ۽ ان کي ڪلاس جي عام بحث جو موضوع ڪيئن بڻائجي، ان بابت اسين زباني ڪم واري باب ۾ اڳيئي ذڪر ڪري چڪا آهيون. ان طرح هرهڪ شاگرد جي ڪيل ڪم ۽ محنت مان سڄي ڪلاس کي فائدو پهچائي سگهجي ٿو. بهرحال اسان کي اهو ڪڏهن وسارڻ نہ گهرجي تہ مادري زبان جي تعليم لاءِ فقط درسي ڪتابن جو پاڙهڻ ڪافي نہ آهي. ٻارن کي پنهنجي مادري زبان ۾ ڪافي مهارت ڏيڻ ۽ منجهن مطالع ڪرڻ جي دائمي عادت وجهڻ لاءِ ڪانئن اهڙا ڪتاب پڙهائڻ ضروري آهن. اهو ئي مطالعو آهي، جو اسين پنهنجي زندگيءَ ۾ زياده عرصي تائين جاري رکي سگهون ٿا ۽ نوخيز جوانن ۾ ان عادت وجهڻ سان پنهنجي زبان جي علم ادب جي خدمت ڪري سگهون ٿا.

(وڌيڪ ڏسو "ڪلاس لئبريري)

٤- **واقفيت لاءِ پاڙهڻ:** وندر واسطي پڙهڻ سيکارڻ سان ٽئين ڪلاسن جي شاگردن کي واقفيت واسطي پڙهڻ جي طرز بہ سيکارڻ گهرجي. عام طرح اسان کي ڪنهن بہ قسم جي واقفيت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي قسم جي ڪتابن، اخبارن، مخزنن ۽ رسالن کي اٿلائڻو پوي ٿو. انهن ڪتابن جي چنڊڇاڻ ڪرڻ، ضروري واقفيت گهولي ڪڍڻ ۽ ان جي پڙهڻ بعد سيني ذريعن مان حاصل ڪيل واقفيت کي هڪ مضمون جي صورت ۾ پيش ڪرڻ هڪ وڏي قابليت آهي، جا اسان جي شاگردن کي اسڪول ۾ ئي سيکاري وڃي. مادري زبان جي سيکاريندڙ استاد جو فرض آهي تہ هو وقت بوقت شاگردن کي اهڙا موقعا ڏئي، جنهن ۾ هو سندس رهنمائي هيٺ اهڙي قسم جو مطالعو ڪن. ان ڪم جي ابتدا ۾ استاد کي شاگردن کي هيٺيان استعمال ڪرائڻ گهرجن ۽ رفتہ رفتہ مختلف ڪتابن مان ضروري واقفيت حاصل ڪري مضمون لکڻ سيکارجن.

١- لغت استعمال ڪرڻ ۽ ان مان لفظن جون مختلف معنائون، انهن جو درست استعمال ۽ درست تلفظ معلوم ڪرڻ جو ڏانءُ سيکارڻ.

٢- ڪتابن، رسالن ۽ مخزن جي شروعات ۾ ڏنل مضمون جي فهرست جاچڻ ۽ ان جي مدد سان گهربل مضمون يا حقيقت جلدي ڳولي ڪڍڻ.

٣- ڪتابن جي پڇاڙيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اهڙن موضوعن جي هڪ ياداشت ڏنل هوندي آهي، جن جو ڪتاب ۾ ذڪر آيل هوندو آهي. ڪتابن مان اهڙي قسم جي ياداشت جي ذريعي ڪنهن مضمون بابت واقفيت حاصل ڪرڻ.

٤- ڪنهن به رسالي، مخزن يا اخبار جي جلدن مان ڪنهن خاص موضوع بابت معلومات ڳولي ڪڍڻ ۽ ان جو پنهنجي نوع ۾ اختصار ڏيڻ.

٥- ڪنهن خاص مضمون بابت مختلف ڪتابن ۽ رسالن مان معلومات هٿ ڪرڻ ۽ ان کي جوڙي، ملائي مضمون لکڻ.

اهڙي قسم جي آزمائش ڏيڻ سان شاگردن ۾ هڪ نهايت ئي مفيد لياقت پيدا ڪري سگهجي ٿي. جا هنن کي نه فقط شاگرديءَ جي زماني ۾، مگر آئينده زندگيءَ ۾ به ڪم اچي سگهي ٿي.

# ٣- درسي ڪتاب ۽ ان جو صحيح استعمال

اسان جي اسڪولن ۾ درسي ڪتابن متعلق هڪ وڏي غلط فهمي پيدا ٿيل آهي. عام طرح ائين سمجهيو ويندو آهي ته مادري زبان سيکارڻ معني درسي ڪتاب پڙهائڻ. جنهن وقت استاد درسي ڪتاب جو مقرر نصاب پڙهائي پورو ڪندو آهي، تنهن وقت هو ائين سمجهندو آهي ته شاگردن مادري زبان جي تعليم پوري ڪئي، اها غلط فهمي ايتري قدر ته عام آهي، جو استاد، ممتحن توڙي عام ماڻهو، درسي ڪتاب کي مادري زبان جي سيکارڻ لاءِ هڪ وسيلي سمجهڻ جي عوض ان جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ کي مادري زبان جي تعليم جو هڪ مقصد ڪري سمجهندا آهن. اها ڳالهه قابل افسوس آهي ۽ ثابت ٿي ڪري ته اسان جا استاد پنهنجي ڌنڌي جي فرض ۽ جوابدارين مان ڪيتري قدر نه اڻ واقف آهن. البته ائين نه آهي ته پنجئي آڱريون هڪجهڙيون آهن. ڪي اهڙا سجاڳ ۽ قابل استاد

بہ آهن جي درسي ڪتابن کي مادري زبان جي سيکارڻ جو صرف هڪ وسيلو سمجهي استعمال ڪندا آهن ۽ ان جي پاڙهڻ ۾ زياده مؤثر ۽ مفيد عمل ۾ آڻيندا آهن. مگر بهترين ۾ بهترين استاد جي لاءِ بہ اهو تمام ضروري آهي، تہ کيس معلوم هجي تہ درسي ڪتابن جو اصلي مقصد ڇا آهي ۽ انهن جي استعمال ڪرڻ ۽ منجهانئن پوري فائدي حاصل ڪرڻ جا ڪهڙا شرط آهن. جيسين کيس اها خبر نہ آهي، تيسين شايد سندس سڀ محنتون ۽ ڪوششون ضروري نتيجا نہ ڏيکاري سگهن.

الف: درسي ڪتابن جي باري ۾ پهريائين هيءَ حقيقت ياد رکڻ گهرجي تہ اهي هڪ ضروري وسيلو يا هٿيار آهن، جن جي مدد سان اسين پنهنجي شاگردن کي ٻولي سيکاريون ٿا. فقط درسي ڪتاب پاڙهڻ، ان جا مختلف سبق پڙهائڻ ۽ ان ۾ ڪم آيل ڏکين لفظن، اصطلاحن ۽ پهاڪن جون معنائون يا اشتقاق سمجهائڻ، ڪنهن بہ حالت ۾ اسان جو آخرين مقصد ٿي نٿو سگهي. اسان کي گهرجي تہ درسي ڪتابن کي فقط سونهان ڪري سمجهون؛ جن جي مدد ۽ رهبريءَ سان اسان کي مادري زبان جي آخري مقصد، يعني ٻارن کي ٻوليءَ جي استعمال ۾ مهارت ڏيڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي. انهيءَ ڪوشش ۾ جيڪڏهن فقط اڌ ڪتاب پڙهائڻ سان اسين ڪاميابي حاصل ڪري سگهون تہ پوءِ هرويرو سڄي ڪتاب پوري ڪرڻ جو ضرور نہ آهي. درحقيقت اهو اسان جي امتحانن جي طريقي جو هڪ نقص آهي، جو انهن ۾ درسي ڪتاب جي پوري ڪرڻ لاءِ سختيءَ سان تقاضا ڪئي ويندي آهي. درسي ڪتاب پڙهائڻ نہ فقط اسان جي مقصد حاصل ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي. جيڪڏهن اسين مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃون، تہ پوءِ باقي اڌ ڪتاب کي پوري ڪرڻ ۾ ڪهڙو نقصان آهي؟ انهن حقيقتن کي پيش نظر رکندي اهو تمام ضروري معلوم ٿئي ٿو تہ اسين استادن يا شاگردن جو درسي ڪتاب بابت نظريو بدلايون ۽ کين درسي ڪتابن جي غلام بنجڻ جي عيوض اهڙي ترغيب ڏيون، جيئن هو انهن کي پنهنجو غلام بنائي، انهن مان جائز فائدو حاصل ڪري سگهن.

ب: درسي ڪتابن متعلق ٻي هيءَ بہ حقيقت ياد رکڻ گهرجي تہ مادري زبان تعليم ڏيڻ لاءِ فقط هڪ درسي ڪتاب ڪافي نہ آهي. ڪنهن بہ زبان يا ٻوليءَ جي اصولن ۽ ان جي ادب جي واقفيت هڪ ڪتاب مان ڏيئي نہ سگهبي. هڪ چاڙهوءَ جو رايو آهي تہ درسي ڪتاب ٻوليءَ جي هڪ خسيس ڪولي آهي، جنهن کي سال پيهڻ ۽ گهوٽڻ سان بہ ٻوليءَ جي سکيا ۾ ڪا نمايان ترقي ڪري ڪانہ سگهبي. درسي ڪتاب ٻولي جي فقط ڪن ٿورن مثالي اصولن ۽ ادبي انتخاب جو مجموعو آهي، جنهن جي سکڻ ۽ سمجهڻ بعد ان کي انهن ڪان ٻاهر نڪري. ان ۾ ٻڌايل راهہ تي هلي، ٻوليءَ جي

زياده وسيع ميدان ۾ اچڻو آهي ۽ ٻارن کي ان جي ادبي خزانن مان بهره‌ور ڪرڻو آهي. بيشڪ درسي ڪتاب اسان جي اوائلي محنت جو هڪ مرڪز آهي، جو اسان جي ڪوشش ۾ يڪساني يا هڪجهڙائي پيدا ڪري ٿو، مگر ان مرڪز جي چوگرد هڪ وسيع دائرو آهي، جنهن ۾ جيتري زياده آزمائش ڪبي، اوتري زياده مهارت پنهنجي مادري زبان ۾ حاصل ڪري سگهبي. درسي ڪتاب جي ڪم پوري ڪرڻ بعد ايئن سمجهڻ گهرجي ته زبان جي تعليم جي ابتدا اڃان هاڻي ٿي. مثلاً، پهرئين درجي جي استاد کي ايئن سمجهڻ نه گهرجي ته درسي ڪتاب جي سبقن ۾ آيل مختلف لفظن کي آوازن جي ذريعي سيکارڻ سان هو ٻارن کي نون لفظن جي سڃاڻپ، پڙهڻ، لکڻ ۽ سيکارڻ واريءَ جوابداريءَ کان آجو ٿيو، بلڪ کيس گهرجي ته درسي ڪتاب ۾ آيل مثالي لفظن جي سيکارڻ بعد ٻيا به لفظ هٿ ڪري ۽ ٻارن کي انهن جي پڙهڻ ۽ لکڻ جي آزمائش ڏئي.

ساڳيءَ طرح ٻين درجن کي پڙهائڻ وقت به استاد کي گهرجي ته سبق جي ڪم پوري ڪرڻ بعد شاگردن کي ان تي مدار رکندڙ مختلف قسمن جون آزمائشون ۽ استعمال ڪرائي، جيئن سندن حاصل ڪيل واقفيت جو بنياد پختو ۽ وسيع ٿئي. مثلاً، آڪاڻين وارن سبقن جي پڙهائڻ بعد شاگردن کان ڪٿين قسم جون وندرائيندڙ تحريري توڙي تقريري آزمائشون ڪرائي سگهجن ٿيون. جيڪڏهن استاد چاڙهو ۽ محنتي آهي ۽ ڪم ڪرڻ جو ڏانءُ اٿس، ته اهڙي قسم جي استعمالن کي هو وندر توڙي واقفيت جو باعث بنائي سگهي ٿو. اهڙي قسم جي آزمائش جا چند مثال هيٺ ڏجن ٿا:

۱- ڪلاس کي چئجي ته پڙهيل آکاڻي پنهنجن لفظن ۾ ٻڌائين.

۲- ڪلاس کي چئجي ته پڙهيل آکاڻي متعلق هڪبئي کان سوال جواب ڪن.

۳- ڪلاس کي چئجي ته آکاڻيءَ ۾ آيل ٻن ماڻهن يا جانورن جي وچ ۾ گفتگو ناهي ٻڌائين.

۴- ڪلاس کي چئجي ته آکاڻيءَ ۾ آيل ماڻهن يا جانورن مان هڪ جي واتان اها آکاڻي ٻڌائين.

۵- ڪلاس کي چئجي ته پڙهيل آکاڻيءَ ۾ ڪا حقيقت يا واقعو بدلجي ٻيءَ طرح ٿي پوي ها، ته پوءِ جيڪي ٿئي ها، سو بيان ڪن.

۶- ڪلاس کي چئجي تـه سبق پڙهيل نون لفظن جي لاءِ ٻيا جيترا لفظ ٻڌائي سگهن؛ سي ٻڌائين.

۷- ڪلاس کي چئجي ته آکاڻيءَ ۾ آيل ڪنهن شخص يا جانور جي بيان ڪرڻ لاءِ جيترا صفاتي لفظ ٻڌائي سگهن؛ سي ٻڌائين ۽ انهن جي ياداشت ناهين.

٨- ڪلاس کي چئجي تہ آکاڻيءَ ۾ آيل جدا جدا شخصن يا جانورن جو بيان ڪري ٻڌائين ۽ انهن جي وچ ۾ ڀيٽ ڪري ڏيکارين.

٩- ڪلاس، کي چئجي تہ سبق ۾ ڪم آيل ڪنهن چوڻيءَ يا پهاڪي جهڙو ڪو ٻيو پهاڪو ٻڌائين، ان پهاڪي جي تصديق ۾ پنهنجي هڪ آکاڻي ٻڌائين.

١٠- ڪلاس کي چئجي تہ آکاڻيءَ ۾ آيل هڪ ماڻهوءَ يا جانور؛ جيڪي دل ۾ چيو هوندو، سو بيان ڪري ٻڌائين.

١١- ڪلاس کي چئجي تہ آکاڻيءَ ۾ ذڪر ڪيل ڪنهن هڪ شخص يا جانور جي رواجي روزاني زندگيءَ جو بيان ڪن.

١٢- ڪلاس کي چئجي تہ سبق ۾ جن شين جو بيان آيل آهي، سي شيون ڪيئن ٺهنديون آهن ۽ ڪٿي ٺهنديون آهن، ان جو ذڪر ڪن.

١٣- ڪلاس کي چئجي تہ سبق جي آکاڻي گفتگو جي صورت ۾ آڻي ڏيکارين.

١٤- ڪلاس کي چئجي تہ سبق ۾ ڪم آيل لفظن جا ضد ٻڌائين.

١٥- ڪلاس کي چئجي تہ پڙهيل سبق مان گرامر جا ڪي لفظ ڳولي ڏيکارين.

١٦- ڪلاس کي چئجي تہ پڙهيل آکاڻيءَ مان ڪنهن پهاڪي يا ٽڪر جي سهڻن اکرن ۾ مشق لکي ڏيکارين.

مٿيان درسي ڪتاب تي مدار رکندڙ استعمالن جا چند مثال آهن، جن جي آڌار تي ٻيا بہ ڪيترا استعمال استاد پاڻ ڪم آڻي سگهي ٿو. البت استاد کي شاگردن جي عمر ۽ لياقت جي مدنظر استعمالن جي آسانيءَ ۽ دلچسپيءَ جو خيال رکڻو پوندو. پهرئين، ٻئي توڙي ٽئين درجي جي ٻارن لاءِ راند روند جي طريقي تي مبني استعمال نهايت دلچسپ ۽ مفيد ثابت ٿين ٿا.

مطلب تہ درسي ڪتاب جي هرهڪ سبق پڙهائڻ بعد شاگردن کي ٻين موزون ۽ دلچسپ استعمالن ۾ مشغول رکڻ ۽ ٻين ڪتابن طرف متوجہ ڪرڻ سان مادري زبان جو استاد مادري زبان ۽ ان جي علم جي عمدي خدمت ڪري سگهي ٿو. مادري زبان جي عام استعمال ۾ زياده محاوري ڏيڻ ۽ ڪين واندڪائيءَ جي وقت ۾ پنهنجي واقفيت ۽ ونڊر واسطي مطالع ڪرڻ جي تربيت ڏيڻ لاءِ اسڪولي شاگردن واسطي درسي ڪتابن کان سواءِ ٻيا بہ نئيا اضافي ڪتاب مقرر ڪيا ويا آهن. انهن ڪتابن جي پڙهڻ لاءِ شاگردن جي موزون رهنمائي ڪرڻ سان شاگردن ۾ ڪتاب بينيءَ جهڙي نيڪ عادت پيدا

ڪري سگهجي ٿي. جيڪڏهن ڪو اهڙو ڪتاب ڪنهن آڪاڻيءَ يا ناول جي صورت ۾ آهي، ته زياده دلچسپ ثابت ٿو ٿئي. اهڙي ڪتاب جي شروع لاءِ استاد کي گهرجي ته ان ڪتاب جي آڪاڻي اختصار جي نموني ۾ شاگرد کي ٻڌائي، منجهن ان جي پڙهڻ لاءِ چاهه پيدا ڪري. ان بعد کين چئي ته پنهنجي روءِ سوءِ ان کي پڙهن ۽ منجهانئس لطف وٺن. شاگردن جي ڪم ۽ محنت جي چڪاس ڪرڻ ۽ سندن همت افزائيءَ واسطي زباني ڪم ڪرائڻ وقت کين ان ڪتاب تي ڪجهه سوال جواب ڪرڻ يا راءِ زني ڪرڻ جو موقعو به ڏيڻ گهرجي.

# ٣- نثر پڙهائڻ

اسين مٿي ڏسي آيا آهيون ته درسي ڪتاب مادري زبان جي سيکارڻ جو فقط هڪ ذريعو آهي، جنهن جي وسيلي شاگردن کي سندن زبان جي واقفيت ڏيئي، انهن جي مشق ڪرائي وڃي ٿي. ان کان سواءِ درسي ڪتاب جي نثر ۽ نظم جي مختلف سبقن جي وسيلي کين مادري زبان جي علم ادب جي واقفيت ڏيئي، ان جي خوبين معلوم ڪرڻ ۽ انهن مان لطف اندوز ٿيڻ جي تربيت ڏني وڃي ٿي، جيئن منجهن پنهنجي مادري زبان جي ادب پڙهڻ جو شوق پيدا ٿئي ۽ اڳتي هلي اهڙيءَ طرح کين آئينده جا اديب بنايو وڃي. درسي ڪتاب کي اهڙي مقصد جي حاصلات لاءِ استعمال ڪرڻ جا ڪئين طريقا ٿي سگهن ٿا، جي سڀ مادري زبان جي سيکارڻ وارن مختلف طريقن ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا. جيتوڻيڪ پوليءَ جي سيکارڻ لاءِ نثر پڙهائڻ جا ظاهري طريقا مختلف آهن، ته به اهي سڀيئي ڪن عام تعليمي اُصولن جي بنياد تي ٻيٺل آهن، جي هر حالت ۾ ساڳيا آهن. اهي اصول هي آهن:

١- ڪتاب جي ڪنهن به سبق جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ کان اڳ ان جي موضوع تي اچڻ لاءِ اول زباني ڪم ڪرڻ ذريعي تياري ڪرائڻ گهرجي. اهو زباني ڪم شاگردن جي اڳينءَ واقفيت جي آڌار تي سوال جواب يا بحث مباحثي جي صورت اختيار ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن سبق ۾ ڪا تصوير آيل آهي، ته ان بابت گفتگو ۽ ان جو بيان ڪرائجي. ضرورت سمجهجي ته سبق ۾ ڪم آيل نون لفظن ۽ اصطلاحن جي ڪجهه اڳواٽ سمجهاڻي ڏجي. اهڙيءَ طرح شاگردن کي جسماني ۽ دماغي طرح نئين سبق لاءِ مڪمل طور تيار ڪرڻ بعد اهو شروع ڪجي.

٢- سبق کي بلند آواز سان پڙهڻ کان اڳ شاگردن کان اهو دل ۾ پڙهائجي. اهڙيءَ خاموش خوانيءَ ڪرڻ وقت شاگردن جون شخصي تڪليفون حل ڪجن. خاموش

خواني شاگردن جي اسڪولي زندگيءَ ۾ جيترو ٿي سگهي، اوترو جلد شروع ڪجي.

٣- شاگردن جي خاموش خواني ڪرڻ ۽ ڪين سبق جي مختلف فقرن جي مڪمل سمجهاڻي ڏيڻ بعد استاد کي اهو ٽڪر آدرشي يا معياري نموني ۾ هڪ يا ٻه دفعا ڪلاس کي پڙهي ٻڌائڻ گهرجي، ان کان پوءِ شاگردن کان پڙهائڻ گهرجي.

٤- سموري ڪم پوري ڪرڻ بعد استاد کي سوالن ذريعي اهو معلوم ڪرڻ گهرجي ته شاگردن پڙهيل ٽڪر جو مطلب برابر سمجهيو آهي يا نه، ان جي سمجهڻ بعد ان مان ضروري واقفيت يا لطف حاصل ڪيو آهي يا نه.

# پهرئين درجي کي نثر پڙهائڻ

پهرئين درجي جي درسي ڪتاب کي جيڪڏهن غور سان جاچيو ويندو ته معلوم ٿيندو ته اهو ٻولي سيکارڻ جي لفظي طريقي تي ٺاهيو ويو آهي. يعني ان ۾ ٻولي سيکارڻ جي شروعات لفظن سان ڪئي وئي آهي، جي ٻارن کي آوازن جي ذريعي سيکاريا وڃن ٿا. نفسياتي نقطهءِ نگاه کان ٻوليءَ جي سيکارڻ جي بهترين طريقن مان اهو هڪ طريقو آهي. آوازن جي ذريعي شاگردن کي مڪمل لفظن جي صورت ذهن نشين ڪرڻ ڪري، ڪين طوطي وانگر هجي ياد ڪرائڻ جي ضرورت بہ ڪانہ ٿي پوي. آوازن جي معرفت سيکارڻ سان لفظن جي بناوت جا بنيادي اصول جلدي سکيو وڃن، جنهنڪري وقت جو ڪيترو بچاءُ ٿئي ٿو ۽ ٻارن جي تعليم صحيح ۽ جٽادار ٿئي ٿي. ان کان سواءِ ٻارن ۾ ننڍي هوندي کان ئي درست اُچارن جي عادت وجهڻ لاءِ سڪون ۽ تشديد جا سبق داخل ڪيا ويا آهن، جي منجهن درست تلفظ جي بنياد وجهڻ لاءِ بلڪل ڪارائتا ثابت ٿيندا. ساڳيءَ طرح پچاڙيءَ وارن صحت ۽ صفائيءَ متعلق سوڪس جي ۽ اخلاقي ڳالهين وارن سبقن ۾ بہ هڪ نهايت اهم ضرورت پوري ڪئي وئي آهي.

**پڙهائڻ جو طريقو:** ڪتاب جي شروع ڪرڻ کان اڳ بهتر آهي ته ٻارن کي انهيءَ نئين ڪم جي سکڻ ۽ سمجهڻ لاءِ جسماني توڙي دماغي طرح تيار ڪيو وڃي. استاد کي اهو هرگز وسارڻ نه گهرجي ته پهرئين درجي جا ٻار پهريون ئي دفعو پنهنجي گهرو ماحول مان نڪري اسڪول جي نئين فضا ۾ اچن ٿا، جتي گهڻيون ڳالهيون سندن واسطي بلڪل نيون آهن، انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته استاد ڪين پيار محبت ۽ دلداريءَ جي وسيلي نئين ماحول ۾ باآرام بنائي ۽ ان کان پوءِ پنهنجو دستوري ڪم شروع ڪري. ٻارن کي اسڪول ۽ ڪلاس جي ضابطي نشست برخاست جي طريقن ۽ علم اصولن جي واقفيت ڏيڻ

لازمي آهي. استاد کي گهرجي ته ٻارن جي داخل ٿيڻ بعد ڪجهه ڏينهن تائين کين اهڙي واقفيت ڏيڻ لاءِ ڪي عملي آزمائشون ڪرائي. مثلاً، قطار ۾ کيئن هلجي، ڪلاس جي اندر کيئن اچجي، ٻاهر کيئن وڃجي، اندر اچڻ مهل استاد کي ڇا چئجي، ٻاهر وڃڻو هجي ته ڇا چئجي، استاد سوال ڪري ته پهريائين ڇا ڪجي؛ جواب لاءِ اشارو ڪري ته پوءِ ڇا ڪجي وغيره. اهڙن استعمالن سان گڏ ٻارن کي لکڻ جي تياري ڪرائڻ ۽ سندس هٿن ۽ آڱرين کي مضبوطي ڏيکارڻ لاءِ آڱر، تيلي ۽ چاڪ سان زمين، واريءَ ۽ بورڊ تي مختلف قسمن جي ليڪن پائڻ ۽ شڪلين ڪيڏڻ جي به آزمائش ڏيڻ ضروري آهن. اهڙيءَ ريت ٻارن کي مختلف قسمن جي راندين، وندرن ۽ استعمال ڏيڻ ذريعي سندن حجاب ۽ هراس دور ڪرڻ ۽ کين نئين ماحول ۾ مڪمل طرح جاگير ڪرڻ بعد درسي ڪتاب جو ڪم بلڪل آسانيءَ سان شروع ڪري سگهجي ٿو.

**پهريان سبق:** جديد پهرئين ڪتاب جا "پهريان سبق" جو فقط جدا جدا لفظن جي صورت ۾ آهن. انهن سبقن جو هرهڪ لفظ آواز ڪرائڻ جي ذريعي هيٺئين سلسلي ۾ پڙهائڻ گهرجي:

١- تصوير يا جنسي شيءِ ڏيکاري يا فقط زباني سوال ڪري نالو ڪيائڻ.

٢- درست تلفظ ٻڌائي ان ۾ تلفظ ۽ آواز جو تعداد پڇڻ ۽ جنسي آواز چوائڻ.

٣- هرهڪ آواز حرڪت سميت بورڊ تي لکي پڙهائڻ.

٤- اهو آواز چارٽ تان پڙهائڻ. چارٽ تي ٻيا به آواز هئڻ گهرجن، جن مان ٻار گهربل آواز چونڊي پڙهي ٻڌائي.

٥- اهو آواز تختين منجهان چونڊائڻ.

٦- ميز تي ڪوڏين، ڇيڇڪن ۽ تيلين سان انهيءَ آواز جا اندا پرائڻ.

٧- واريءَ تي آڱر يا تيليءَ سان استاد جي لکيل آواز تي اندا پرائڻ.

٨- بلئڪ بورڊ تي استاد جي لکيل آواز تي چاڪ سان اندا پرائڻ.

٩- سليٽن تي پهريائين اندا پرائڻ ۽ پوءِ پنهنجي ڪوشش سان لکائڻ.

١٠- هر ڪنهن لفظ جا مختلف آواز اهڙي نموني ۾ سمجهائڻ بعد اهي گڏ تلفظ چوائڻ، مٿئين نموني ۾ لکي ڏيکارڻ، سجائائڻ ۽ لکائڻ.

مثال طور، هٿ لفظ سيکارڻ لاءِ استاد کي گهرجي تہ پهريائين پنهنجا يا ٻئي ڪنهن شاگرد جا ٻئي هٿ شاگردن کي ڏيکاري يا انهن جي تصوير ڏيکاري ٻارن کان پڇي تہ "هي ڇا آهي؟" جواب ملندو تہ "هي هٿ آهن." ان بعد ٻارن کي ان لفظ جو درست تلفظ ذهن نشين ڪرڻ لاءِ آواز صاف ۽ چٽي نموني ۾ پاڻ چئي ٻڌائي ۽ ٻارن کان انهيءَ نموني ۾ چوائجن. ائين ڪرڻ سان ٻارن کي درست تلفظ بہ ڏيان ۾ ويهندو ۽ اهو ذهن نشين ٿيندن تہ لفظ مختلف آوازن جي ملاوت سان ٺهن ٿا. جڏهن ٻار اهڙي نموني ۾ لفظ جا آواز جدا جدا ڪري ٻڌائي وڃن، تڏهن ڪانئن پڇجي تہ هٿ لفظ ۾ ڪيترا آواز آهن ۽ اهي ڪهڙا آهن. آوازن ٻڌائڻ بعد کين اطلاع ڏيئي هرهڪ آواز جي مڪمل صورت لکي ڏيکارجي. جيئن تہ هٿ لفظ جو پهريون آواز هہ بورڊ تي لکي ڪانئن پڇجي تہ مون بورڊ تي ڇا لکيو آهي. لکڻ وقت شاگرد جو ڌيان ان آواز جي لکڻ جي طريقي ۽ ان جي صورت ڏانهن ڇڪائڻ گهرجي، جيئن ٻوءِ لکڻ وقت هو درست نموني ۾ هٿ هلائين. هہ آواز جي صورت ذهن نشين ڪرڻ بعد ڪانئن اهو آواز چارٽ تي لکيل مختلف آوازن مان چونڊائجي، جيئن هو ان جي صورت ياد ڪري سگهن. ان بعد سچائپ جي زياده استعمال ڏيڻ لاءِ اهو آواز تختين مان چونڊائجي، سچائپ ڪرائڻ ۽ پاڙهڻ بعد اهو آواز لکائڻو آهي. ٻارن کان لکڻ جي ڪم وٺڻ وقت استاد کي نهايت خبرداريءَ کان ڪم وٺڻو آهي؛ ڇاڪاڻ تہ ٻارن جي اکرن ٺهڻ يا بگڙجڻ جو وقت اهو ئي آهي. ان لاءِ بهترين طريقو هيءُ آهي تہ **ٻارن کي هن شروعاتي منزل تي ڪڏهن بہ پنهنجي منهن لکڻ نہ ڏجي؛** بلڪل استاد جي لکيل حرف تي يا آواز تي مٽڪن، ڪوڏين يا دائن سان اندا پرڻ سيکارجن. ان بعد واريءَ تي، سليٽ ۽ ڪاپي تي اندا پرڻ سيکارجن. جيڪڏهن استاد پاڻ خوش خط آهي تہ اميد آهي تہ اهڙي قسم جي آزمائش ڏيڻ سان بہ ٻارن جا اکر بہ سهڻا ٿي پوندا. هٿ لفظ لاءِ هہ آواز پوري ڪرڻ بعد ٽ آواز بہ ساڳيءَ ريت ٻارن کي ذهن نشين ڪجي ۽ ان جي لکڻ جو استعمال ڏجي، جڏهن ٻارن کي جدا جدا آوازن جي پڙهڻ ۽ لکڻ جي ڪافي آزمائش ٿي وڃي، تڏهن اهي گڏي لفظ جي صورت ۾ پڙهڻ ۽ سڃاڻڻ سيکارجن. آخر ۾ بورڊ، سليٽ ۽ ڪاپيءَ تي لکڻ جي آزمائش ڏجي.

اهڙن سبقن جا سيئي لفظ مٿئين نموني ۾ سيکارڻ گهرجن. هرهڪ سبق سيکارڻ بعد ساڳين آوازن ۾ ٻين لفظن جي بہ ٻارن کي آزمائش ڏيڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح پهرئين ڪتاب جي اوڻيهن سبقن پوري ڪرڻ بعد ٻارن کي **الف ب جا حرف سلسليوار سندن نالن سميت سيکارجن.** جيڪڏهن ڪو استاد هرهڪ سبق پوري ڪرڻ بعد ان سبق ۾ استعمال ڪيل حرف سيکاريندو ۽ انهن جا نالا ٻڌائيندو تہ ان ۾ بہ ڪو اعتراض

ڪونهي. البت هڪ ڳالهه جا سيکاريندڙن کي ڌيان ۾ رکڻي آهي ۽ جنهن تي خاص عمل ڪرڻو آهي سا هيءَ آهي ته انهن سبقن ۾ ٻرن کي هجي ڪرڻ باڪل نه سيکارڻي آهي. حقيقت ۾ جيڪڏهن پهرين ڪتاب جا سبق آوازن جي اصولن مطابق پوري ڌيان ۽ غور سان پاڙهيا ويندا ته هجي ڪرائڻ جي ڪابه ضرورت ڪانه ٿيندي.

ڪتاب جي يارهين سبق کان پوءِ اهڙا سبق آهن جن ۾ حرف علت جي ملائڻ سان ٺهندڙ ڊگهن آوازن وارن لفظن جو استعمال ڏنل آهي. اهي سبق به مٿي ٻڌايل طريقي موجب سيکارڻ گهرجن. فرق فقط هيءُ ٿيندو ته هن بعد لفظن جي سمجهائڻ لاءِ هر هڪ آواز واسطي چارٽ ۽ تختين استعمال ڪرڻ جي ضرورت نه ٿيندي ۽ فقط مڪمل لفظن جي سڃاڻپ ڪرائڻ لاءِ چارٽ ۽ تختيون استعمال ڪيون وينديون. اهو ان ڪري جو هن منزل تي ٻارن کي الف - بي جي سڀني حرفن ۽ انهن مان جڙندڙ آوازن جي آزمائش ملي ڇڪي هوندي. البت جيڪڏهن استاد، ڪلاس جي لياقت جي مدنظر اهڙي استعمال ڏيڻ جي ضرورت محسوس ڪري ته بلاشڪ ڏئي.

انهن سبقن ۾ ڪجهه جملا ۽ مضمون ڏنل آهن. انهن جي سيکارڻ کان اڳ ۾ پاڙهيندڙن کي گهرجي ته پهريائين اهڙيون تصويرون ڪم آڻين، جن تي معمولي سوال ڪرڻ سان هي جملا يا مضمون نڪري اچن. پوءِ انهن جي زباني مشق ڪرائڻ بعد لفظ لفظ ڪري سيکارجن.

**نون غنه وارا سبق:** نون غنه وارا لفظ ساڳيءَ ريت آواز ڪرائي پوءِ سيکارڻ گهرجن. مثال طور ”چنڊ“ لفظ جي آوازن پڇڻ تي جڏهن ٻار ٻڌائين ته پهريون آواز ”چَنْ“ آهي ته اهو انهيءَ مڪمل صورت ۾ لکي ڪين ڏجي ته اهو مون ”چَنْ“ جو آواز لکيو آهي. ان بعد ”ڊ“ آواز سمجهائجي. پوءِ ٻئي آواز گڏي لکي ڏيکارجن ۽ ان جو وڌيڪ استعمال ڏجي.

**سڪون ۽ شد وارا سبق:** اسان جي زبان ۾ ڪئين اهڙا نج سنڌي ٻين ٻولين جا لفظ آهن، جن جي درست تلفظ ڪرائڻ واسطي سڪون ۽ تشديد ۽ انهن جي استعمال جي واقفيت ڏيڻ تمام ضروري آهي، هاڻي جنهن صورت ۾ درست لفظ جي تعليم ضروري آهي ان صورت ۾ واجب آهي ته ان ڪم جي شروعات ابتدا کان ئي ڪئي وڃي. انهيءَ خيال کان جديد پهرئين ڪتاب ۾ سڪون ۽ شد جا سبق به درج ڪيا ويا آهن. انهن سبقن جي لفظن سيکارڻ جو طريقو به بجنسي اڳئين جهڙو ٿيندو. ”فَرْشُ“ لفظ سمجهائڻ لاءِ جنسي فرش ڏاهن يا ان جي جنسي تصوير ڏانهن اشارو ڪري ان جو نالو ڪيائي

سندس درست تلفظ جو استعمال ڏجي (ڏسو سبقن جا نوٽ). جڏهن ٻار درست تلفظ ڪري وڃن، تڏهن "فرش" لفظ ۾ آوازن جو تعداد پڇجين. ممڪن آهي ته ٻار ان جي ٻڌائڻ ۾ غلطي ڪن ۽ ٻن آوازن جي بدران ٽي آواز چون. ان حالت ۾ ڪين وري به آواز ڪري ڏيکارجن ۽ هرهڪ آواز جدا جدا چٽي ٻڌائجي. پهرئين آواز ڏانهن سندن خاص توجه ڇڪائڻ گهرجي ۽ کين ذهن نشين ڪجي ته "فرَ" چوڻ وقت فقط هڪ آواز ٿو نڪري. ان بعد کين "فَرْ" آواز لکي ڏيکارجي. هن منزل تي سڪون جي نالي ٻڌائڻ جو ضرور ڪونهي. زياده ۾ زياده شاگردن کي اهو سمجهائجي ته ان ۾ "ر" اکر کي جدا آواز ڪونهي، مگر ماٺ ۾ آهي، انهيءَ ڪري ان تي اها نشاني (ْ) ڏجي ٿي. اهڙيءَ ريت "فرْ" آواز جي سڃاڻپ، پڙهڻ ۽ لکڻ جي آزمائش ڏيڻ بعد "شْ" آواز دستوري طريقي موجب سيکارجي ۽ پوءِ ٻنهي آوازن کي گڏي لفظ ٺهرائي ان کي سڃاڻپ، پڙهڻ ۽ لکڻ جو استعمال ڏجي. اهڙي دستور سبق جي سيني لفظن سيکارڻ بعد ٻين به ڪن اهڙن لفظن جو استعمال ڏجي جن ۾ سڪون استعمال ٿيل هجي.

تشديد وارن لفظن جي حالت ۾ به استاد کي پهريائين لفظن جي درست تلفظ ٻڌائڻ ۽ تلفظ ڪرائڻ تي خاص توجه ڏيڻو آهي ۽ ٻارن کي اهو ذهن نشين ڪرڻو آهي ته ڪيئن هڪ حرف جي آواز کي ڇڪي ٻيڻو ڪيو آهي. ان لاءِ پهريائين پاڻ درست تلفظ ڪري ڏيکارجي ۽ شد واري اکر کي ڇڪي ان جو ٻٽو آواز ڪري ڏيکارجي. مثلاً: "مَسّ" لفظ سيکارڻ لاءِ "س" جي آواز کي ٻٽو ڪري اچارڻ جي ذريعي "مَسْ" ۽ "س" ڪري ڏيکارجن ۽ ٻارن کي انهن جو استعمال ڪرائجي. ان بعد پهريون آواز "مَسْ" لکي ڏيکارجي، جو ٻار بلڪل آسانيءَ سان سمجهي ويندا ڇاڪاڻ ته (ْ) سڪون جي نشانيءَ جي کين اڳ ۾ ئي واقفيت آهي. اهڙيءَ ريت وري به دستوري سلسلي موجب کين شد واري لفظ جي جدا جدا آوازن جي آزمائش ڏجي ۽ پوءِ انهن جي گڏيل آواز ۽ صورت جو استعمال ڏجي. آواز جي گڏ لکڻ وقت استاد ٻلي ٻارن کي اهو سمجهائي ته ٻه دفعا "س" لکڻ جي عيوض هڪ جي مٿان شد جي نشاني (ّ) ڏني ويئي آهي. اهڙيءَ ريت بلڪل آسانيءَ سان جزم ۽ تشديد جا سبق سيکاري سگهبا ۽ ٻارن ۾ ننڍي هوندي درست تلفظ جو بنياد وجهي سگهبو.

جيڪڏهن ڏيکاريل طريقي موجب جديد پهرئين ڪتاب جا اٺاويهه سبق پورا ڪيا ويا ۽ انهن جي سيکارڻ ۾ ٻارن کي ٻن ٻامرين لفظن جو به استعمال ڏبو ته پوءِ باقي سبقن جي سکڻ، پڙهڻ ۽ لکڻ ۾ ٻارن کي ڪابه تڪليف ڪانه ٿيندي. استاد کي

گھرجي تہ هو شروعات کان وٺي انهيءَ طريقي تـي پابند رهن ۽ ٻارن جو بنياد مضبوط ڪري ڇڏين.

**بيت يا راڳ:** پوين سبقن ۾ جيڪي بيت ڏنل آهن، تن بہ خاصو توجهہ لهڻو. اهي بيت ٻارن کي ڳائي ٻڌائڻ گھرجن، ڇاڪاڻ تہ دراصل شعر آهي ئي ڳائڻ لاءِ. جي ڳائي نہ سگھجي تہ بہ گھٽ ۾ گھٽ سر سان پڙهي ٻڌائجن. سر سان بيتن جي ٻڌڻ يا گڏجي ڳائڻ ۾ ٻارن کي گھڻو لطف اچي ٿو ۽ سندن جذبات تي بہ سھڻو اثر ٿو پوي. ننڍا ٻار عموماً اهي بيت ازخود برزبان ياد ڪري ڇڏيندا آهن. استاد کي بہ ڪوشش وٺي سيني ٻارن کي ياد ڪرائي ڇڏڻ گھرجن. ان بعد جيڪڏهن مناسب سمجھجي تہ انهن جي لکڻ ۽ پڙهڻ جي آزمائش بہ ڏجي. منهنجي راءِ ۾ بيتن ۽ راڳن سان انهيءَ ڪم جي لاڳو ڪرڻ سبب سندن مزو گھٽجي ٿـو وڃي، تنهنڪري جيترو ٿي سگھي، اوترو بيتن وارن سبقن سان اهو استعمال لاڳو نہ ڪجي ۽ ان خسيس ڪم خاطر ٻارن جي خوشي ۽ مزو قربان نہ ڪجي.

# هيٺين درجن کي نثر پڙهائڻ

پرائمري اسڪولن جي درسي ڪتابن جا سبق مختلف موضوعن تي لکيل آهن، مگر سندن اصلي مقصد هڪ ئي آهي، يعني ٻولي سيکارڻ. لازمي طرح انهن سڀني جي پڙهڻ جو طريقو بہ هڪ ئي ٿيندو. البت جدا جدا موضوعن جي ضرورت آهر پاڙهيندڙن کي مختلف نمونني جو سامان، ماڊل، نقشا، چارٽ، وغيره تيار ڪرڻ گھرجن، جيئن انهن جي ذريعي هو ٻوليءَ جي تعليم کي دلچسپ ۽ آسان ڪري سگھن. هر حالت ۾ ٻوليءَ سيکارڻ لاءِ درسي ڪتابن جا سبق هيٺ ڏيکاريل سلسلي ۾ پڙهائڻ گھرجن. (ڏسو سبقن جا نوٽ)

١ـ شروعات.

٢ـ مراد.

٣ـ نئون سبق.

الف ـ آڪاڻي يا حقيقت ٻڌائڻ.

ب ـ سبق پڙهڻ ۽ مشڪلاتون دور ڪرڻ.

ٿ - پڙهيل سبق مان سوال ڪرڻ.

د - استاد جو پڙهڻ ۽ شاگردن کان پڙهائڻ.

۴- اٿلائي.

۱- **شروعات:** شروعات ڪرڻ جو مقصد آهي نئين سبق جي موضوع تي اچڻ. ان لاءِ هيٺين درجن کي پڙهائڻ وقت استاد کي گهرجي ته بلڪ، ڍنگ ۽ وٽندڙ نموني ۾ جنسي شين، ماڊلن، تصويرن يا چارٽن جي مدد سان سوال جواب ڪري، ڪلاس جو ان موضوع سان تعارف ڪرائي. هيٺين درجن لاءِ مقرر ڪيل ڪتابن جي سبقن ۾ گهڻو ڪري آکاڻيون ڏنل آهن. ان لاءِ آکاڻيءَ جو سرو يا ان ۾ ذڪر ٿيل ماڻهن يا جانورن جا نالا ڪڍائڻ گهرجن. جن حالتن ۾ آکاڻيءَ جي نصيحت سبق جي سري طور ڏنل آهي، انهن حالتن ۾ سري ڪڍائڻ جي عيوض آکاڻيءَ جي مکيه ماڻهوءَ جو نالو ڪڍائڻ آسان درست ٿيندو. جيئن ته ٽئين ڪتاب ۾ "اجايا پهه پچاءِ"، "ڪتي جو اڌ"، "هڪ مزور جي ڳالهه" ۽ "هڪ مهاڻي جي آکاڻي" مٿان نالو ڪڍائڻ سولو ٿيندو. جيڪڏهن سبق جو ڪم اڳي شروع ڪيل هجي ۽ ان کي اڳتي هلائڻو هجي ته ان حالت ۾ اڳئين ڪم تي دور جو سوالن ڪرڻ يا ٻئي ڪنهن نموني ۾ ان بابت استعمال ڪرائڻ سان شروعات ڪرڻ وقت اهو وسارڻ گهرجي ته اهو پنهنجي مقصد تي اچڻ ۽ ڪلاس چست ۽ تيار ڪرڻ جو ذريعو آهي. ان ڪري ان تي گهڻو وقت لڳائڻ نه گهرجي. مگر چستي سان اهو ڪم پورو ڪري يڪدم ٻئي ٽپ تي يعني سبق جي مراد تي وڃڻ گهرجي.

۲- **مراد:** مراد ظاهر ڪرڻ سان ٻارن ۾ نئين ڪم جي سکڻ لاءِ شوق ۽ خوشي جاڳائي ڪين ان جي لاءِ ذهني طرح تيار ڪري سگهجي ٿو، ان لاءِ مراد ظاهر ڪرڻ وقت ڪلاس ڏانهن منهن ڪري اعلان ڪجي ته اڄ مان اوهان کي فلاڻي يا فلاڻي آکاڻي سيکاريندس. ان بعد اها مراد مختصر لفظن ۾ بورڊ تي لکي جدا جدا شاگردن کان پڙهائجي.

۳- **نئون سبق: الف - آکاڻي پڙهائڻ:** سبق جو هيءُ ٽپ تمام مکيه آهي، هن ٽپ مان ئي پاڙهيندڙ جي لياقت ۽ سندس ڪاميابيءَ جو اندازو ڪري سگهبو آهي. آکاڻي بلڪل سهڻي ۽ وٽندڙ نموني ۾ پڙهائي آهي ۽ ان جي پڙهائڻ وقت شاگرد جي سڀني حواسن کي چڱيءَ طرح تحرڪ ۾ آڻڻو آهي. ان لاءِ جيتري قدر ٿي سگهي، اوتري قدر ٻين شين جي امداد وٺي آکاڻيءَ کي وندرائيندڙ بنائجي. ڪوشش ڪري سبق ۾ ڪم آيل نوان لفظ يا ان جي عبارت ڪم نه آڻجي ۽ ٻارن جي عمر ۽ لياقت آهر آسان ۽ سليس ٻولي استعمال ڪجي. ڪن ماهرن جو رايو آهي ته آکاڻي پڙهائڻ وقت سبق استعمال ٿيل نوان لفظ پڻ استعمال ڪجن، مگر اتي جو اتي بورڊ تي لکي ڇڏڻ گهرجي ۽ پوءِ

سمجھائي ڏيڻ وقت سمجھائجن. اسان جي خيال موجب اھو طريقو صرف مٿين ڪلاسن سان ونئون گھرجي. مگر جيڪڏھن ڪي اھڙا لفظ آھن، جي ٻارن جي وت ڪان ڪجھ قدر مٿي آھن پر روزانه استعمال ۾ ايندڙ آھن تہ پوءِ ان حالت ۾ اھي پلي ڪم آڻجن، پر انھن سان معنيٰ وارا لفظ ضرور استعمال ڪجن، جيئن ٻارن کي انھن جي مطلب سمجھڻ ۾ تڪليف نہ ٿئي. آڪاڻيءَ پڌائڻ ۾ تصويرن ۽ چارٽن وغيره جي استعمال جا ٻہ طريقا آھن. جي شاگردن جي سمجھ ۽ ضرورت مطابق استعمال ڪرڻا آھن. ھڪ طريقو آھي آڪاڻيءَ جو ڪجھ حصو بيان ڪري، چارٽ ۽ تصويرون ان جي تصديق ۾ ڪم آڻڻ. ٻيو طريقو آھي، چارٽ ۽ تصويرون ڏيکاري سوال ڪري، انھن جي مدد سان ٻارن کان آڪاڻي ٺھرائڻ ۽ پڌائڻ. ٻئي طريقا بالڪل سھڻا آھن ۽ وقت جي ضرورت ۽ حالتن موجب استعمال ڪري سگھجن ٿا. آڪاڻي ھلندي جيڪڏھن ڏسجي تہ ڪلاس ۾ ڌيان گھٽ آھي ۽ شاگرد موڪا ٿي ويا آھن يا اھا چڪاس ڪرڻي ھجي تہ ٻارن آڪاڻيءَ جو سلسلو سمجھيو آھي يا نہ، يڪدم ٻہ ٽي تڪڙا تڪڙا سوال ڪري ڪلاس کي چست ڪري ڇڏجي. آڪاڻي پوري ڪرڻ بعد جيڪڏھن ٻارن کي ڪنھن نصيحت ذھن نشين ڪرڻ جي ضرورت سمجھجي تہ ھڪ ٻہ سوال ڪري ڪانئن آڪاڻي مان نڪتل نصيحت چوارائي بورڊ تي لکي پڙھائي ڇڏجي. لنبي آڪاڻيءَ جي حالت ۾ آڪاڻي جا ٻہ حصا ڪري پڌائجن.

**ب - سبق پڙھڻ ۽ مشڪلاتون دور ڪرڻ:** آڪاڻي پڌائڻ ذريعي ٻارن ۾ چاھ جاڳائڻ بعد سندن توجہ درسي ڪتابن ڏانھن ڇڪائجي، جنھن ۾ اھا آڪاڻي لکيل آھي. پوءِ اھو سبق ولائي تڪر ڪري صفائيءَ سان پڙھڻ گھرجي. ڪنھن جملي ۾ ڪو نئون لفظ نئون محاورو يا اصطلاح اچي تہ اھو سڄو جملو پڙھي وڃجي، جيئن ٻارن کي انھيءَ جملي جي اوٽ تي نئين لفظ جي معنيٰ جو ڪجھ اشارو ملي وڃي. ان بعد انھيءَ لفظ جو درست تلفظ ٻارن کي ڏئي بورڊ تي لکجي ۽ ٻارن کان تلفظ ڪرائجي. ان کان پوءِ انھيءَ لفظ جو مطلب ٻارن کي سمجھائجي. لفظ جي سمجھائڻ جا ڪئين طريقا آھن:

١- اھو لفظ ڪنھن سولي ۽ سليس نموني ۾ جملي ۾ ڪم آڻي ٻارن کي ڏيکارجي، جنھن مان اھو مطلب يڪدم سمجھي وٺن.

٢- ٻارن کي انھيءَ تلفظ جي معنيٰ وارو ڪم جنسي ڪري ڏيکارجي، جيئن تہ "نيزاري" يا "آدرياءُ" جھڙن لفظن جي مطلب وارو ڪم جنسي ڪري ڏيکارڻ ذريعي ٻارن کي انھن جي معنيٰ سمجھائي سگھجي ٿي.

٣- نئين لفظ سان گڏ سندس ضد ٻئي جملي ۾ استعمال ڪرڻ سان بہ ان جو مطلب ظاھر ڪري سگھجي ٿو. مثلاً "خوش مزاج" لفظ سمجھائڻ لاءِ ھن قسم جو جملو

چوڻ موزون ٿيندو : "احمد جي طبيعت سٺي آهي؛ هو هميشه کاڌي مرڪي ڳالهائي ٿو ۽ چرچا يوگ ڪري ٿو، يعني هو خوش مزاج ماڻهو آهي؛ مگر هڪ خشڪ طبيعت وارو ۽ روئڻ منهون ۽ ورچڻو آهي ۽ هميشه ٿوري ۾ پيو چڙي ۽ وڙهي."

٤ـ جنسي شين پيش ڪرڻ ۽ تقرير جي رستي تشريح ڪرڻ سان به نون لفظن جون معنائون کولي سگهجن ٿيون.

مطلب ته ڪنهن خاص طريقي يا نموني استعمال ڪرڻ جو بندش نه آهي. ليڪن هرڪو استاد پنهنجي سمجهه ۽ حڪمت عمليءَ جي مدد سان ٻارن جي بهترين نموني ۾ رهنمائي ڪري سگهي ٿو. مٿين قسمن مان ڪنهن به هڪ ذريعي موزون مثال ڏيڻ بعد ان تي ڪتاب جي انهيءَ جملي تي، جنهن ۾ اهو لفظ استعمال ٿيل هجي؛ اهڙيءَ طرح سوال ڪجن جيئن انهن جي جواب ۾ اهو لفظ ملي ۽ ان جي آڌار تي ٻار ان لفظ جو مطلب يا معني ٻڌائي وڃن. تنهن کان پوءِ اها معني بورڊ تي لکي ٻارن کان پڙهائجي.

هيٺين درجن جي استاد کي هن منزل تي اهڙي ڪوشش وٺڻ گهرجي، جيئن ٻار آهستي آهستي پاڻ تي ٻاڙڻ سکن ۽ استاد جي رهبريءَ کان سواءِ خاموش خواني ڪرڻ جي ذريعي پاڻ پنهنجون مشڪلاتون کولي ڪين ۽ انهن جي سمجهڻ لاءِ استاد جي مدد وٺن. درجي بدرجي چوٿين درجي جي شاگردن کي هن ڏاڪي تي مڪمل طرح آزادي ڏجي ته هو پاڻ مضمون دل ۾ پڙهن ۽ پنهنجون مشڪلاتون استاد کي ٻڌائي ان کان مدد وٺي حل ڪن. ائين ڪرڻ سان شاگردن ۾ خوداعتماديءَ ۽ ڪتاب بينيءَ جي عادت پيدا ڪري سگهبي.

**ٿ - پڙهيل سبق تي سوال ڪرڻ:** لفظن سمجهائڻ بعد پڙهيل ٽڪري جي مضمون تي سوال ڪجن، جنهن مان معلوم ٿئي ته لفظن کان سواءِ ٻارن سبق جو مضمون سمجهيو آهي. ان لاءِ سوال به چڪاس ڪندڙ هئڻ گهرجن. جيڪڏهن جواب ڏيڻ ۾ ٻار ڪجهه منجهي پون ته سندن ڌيان ڪتاب جي مضمون طرف ڇڪائجي ته اهو وري به دل ۾ پڙهن ۽ جواب باصواب ڏين. اهڙيءَ طرح تسلي ڪرڻ بعد ائين چئي سگهبو ته ٻارن مضمون تي مڪمل طرح قبضو ڪيو.

**د - استاد جو پڙهڻ ۽ ٻارن کان پڙهائڻ:** زبان جي تعليم جي مقصد ۾ بلند آواز سان درست نموني ۾ پڙهڻ به اچي وڃي ٿو. انهيءَ ڪري درسي ڪتاب جي سيکارڻ وقت ٻارن کي درست ڍنگ ۽ بلند آواز سان پڙهڻ به سيکاريو وڃي ٿو. مضمون تي سوال ڪرڻ بعد استاد اهو ٽڪر سهڻي ڍنگ سان ٻارن کي پڙهي ٻڌائي ٿو ۽ پوءِ جدا جدا ٻارن کان پڙهائي ٿو. هيٺين درجن ۾ استاد جي پڙهڻ کان پوءِ سڄي ڪلاس کي

گڏي پڙهائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي ويندي آهي، جا ڏچڻ ۽ ناقص پارن جي همٿ افزائي جو باعث بڻجي ٿي، مگر ڪن ماهرن جو رايو آهي ته ان ۾ ڪيترين ئي غلط فهمين ٿيڻ جو انديشو آهي، تنهنڪري اهڙي وقت پڙهائيءَ جو جيترو استعمال ڪجي، اوترو چڱو. پڙهائڻ وقت پهريائين چڱن شاگردن کان پڙهائجي، جيئن باقي ڪلاس کي پڙهڻ وقت سندن ڍنگ، آواز، رفتار ۽ بيهڪ وغيره تي توجه ڏجي، غلطي ڪندڙ شاگرد کي محبت ۽ ميٺاج سان درست نموني ۾ پڙهائجي. ڪنهن به حالت ۾ شاگردن تي چٿر بازي يا ٽوڪڙني نه ڪجي. اهڙيءَ طرح ٽڪر ٽڪر ڪري سيکارجي، جيئن رٿيل ٽڪر ختم ٿئي. ان جي پوري ٿيڻ بعد شاگردن جو ڌيان نون لفظن ۽ اصطلاحن ڏانهن ڇڪائجي ۽ اهي مطلب سميت سندن نوٽبڪن تي لکائي ڇڏجن.

٤- **اٿلاڻي:** سبق جي پوري ٿيڻ بعد ڪرايل ڪم جي هڪ دفعو وري اٿلاڻي ڪرائڻ گهرجي. ان لاءِ پارن کي ڪتاب بند ڪرائي ڪانئن کي مختصر سوال ڪجن، جن مان ڪيل سبق جو اختصار نڪري اچي. ان کان سواءِ سمجهايل حقيقتن متعلق به سوال ڪجن. مثلاً، نون لفظن جو پڇجي ۽ انهن جو استعمال ڪرائجي.

# مٿين درجن کي نثر پڙهائڻ

اسين مٿي ڄاڻي آيا آهيون ته مادري زبان جي پڙهائڻ جي مقصد سان هڪ اهم مقصد اهو به آهي ته شاگردن ۾ سندن مادري زبان جي علم ادب پڙهڻ ۽ ان مان لطف وٺڻ جي لياقت پيدا ٿئي، جيئن آئينده زندگيءَ ۾ هو پنهنجو فرصت جو وقت ڪتاب بينيءَ جهڙي مشغوليءَ ۾ صرف ڪن ۽ پنهنجي زبان جي ادبي خزانن مان فيضياب ٿي پنهنجي جذبات ۽ احساسات تي سهڻا اثر وجهن ۽ پنهنجي قوم جي ادبي زندگيءَ ۾ حصو وٺي سگهن. ان کان سواءِ شاگردن کي پنهنجي مادري زبان جي لغت، اصولن ۽ ٻين خوبين مان اينريقدر واقف ڪرڻو آهي ۽ ان جي استعمال ۾ اهڙو ماهر بنائڻو آهي، جيئن هو تقرير نوڙي تحرير ڪرڻ وقت پنهنجي خيالات ۽ جذبات جي سهڻي ترجماني ڪري سگهن ۽ پنهنجي مادري زبان کي هڪ زبردست هٿيار طور ڪم آڻي سگهن. انهيءَ مقصد جي مدنظر پرائمري اسڪولن جي مٿين درجن جي استاد کي لازمي طرح پنهنجي طرز تعليم بدلائي اهڙو نمونو اختيار ڪرڻو پوندو، جيئن هو درسي ڪتاب جي سبقن ذريعي شاگردن کي آزاديءَ سان پڙهڻ، پنهنجون تڪليفون پاڻيهي دور ڪرڻ ۽ پڙهيل مضمونن جي ادبي ۽ علمي خوبين معلوم ڪرڻ جي تربيت ڏيئي سگهي. ان لاءِ ڪيس گهرجي ته هو مٿين ڪلاسن کي مادري زبان جي تعليم ڏيڻ وقت پنهنجي طريقي ۾ مناسب تبديلي

ڪري، جيئن پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي سگهي. مٿين ڪلاسن ڪي نثر سيکارڻ وقت سبق جو سلسلو هيٺين نموني جو ٿيندو:

١- **شروعات:** مٿين ڪلاسن سان سبق جي شروعات ڪرڻ وقت استاد جو توجه شروعات ڪرڻ جي ڍنگ ڪي تصويرن، چارٽن يا ماڊلن وغيره جي ذريعي دلڪش بنائڻ جي عيوض ان ڪي مفيد ۽ ڪارآمد بنائڻ جي طرف زياده صرف ٿيڻ گهرجي. ان جو مطلب اهو نه آهي ته هو ڪي بہ چارٽ يا تصويرون استعمال نہ ڪري ۽ پنهنجي ڪم ڪي دلچسپ نه بنائي، مگر ڪيس شاگردن جي علمي ۽ ذهني لياقت پيش نظر رکي اهڙي طرز ڪرڻ گهرجي، جيئن هو ڪلاس ڪي چست ۽ هوشيار بنائڻ سان ڪجهه دماغ سوزي ڪرڻ جو موقعو نه ڏيئي سگهي. مثال طور، استاد ڪي گهرجي ته درسي ڪتابن جي سبقن جي موضوع تي اچڻ واسطي شاگردن کان سندن پنهنجي پنهنجي راءِ ڏيڻ لاءِ چوي ۽ ڪري يا ڪلاس جي هڪ ٻن شاگردن کي پنهنجي پنهنجي راءِ ڏيڻ لاءِ چوي ۽ اهڙيءَ طرح ان موضوع لاءِ شوق پيدا ڪري. جيڪڏهن اڳي ڪجهه ڪم تيل آهي، ته ان بابت ڪلاس سان بحث مباحثو ڪوي ۽ سبق ۾ ڏنل حقيقتن جو بيان ڪرائجي، نون لفظن ۽ اصطلاحن جو مطلب پڇجي ۽ ان جو استعمال ڪرائجي. اهڙي دستور، مناسب وقت اندر ڪلاس کي تيار ڪرڻ بعد اڳتي وڌڻ گهرجي.

٢- **مراد:** شروعات ڪرڻ بعد دستوري طريقي موجب ڪيس نئين سبق لاءِ پنهنجي مراد جو اظهار ڪرڻ گهرجي.

٣- **نئون سبق: الف - آڪاڻي يا حقيقت پڌائڻ:** مراد ظاهر ڪرڻ بعد ڪلاس ڪي سبق جي مضمون جي مختصر حقيقت يا آڪاڻي بلڪل وٺندڙ ۽ دلچسپ ڍنگ ۾ پڌائڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪلاس جي لياقت جي مدنظر ضروري سمجهجي ته آڪاڻيءَ جو ڪجهه حصو بيان ڪري، باقي آڪاڻي جي معلوم ڪرڻ لاءِ شاگردن جو توجه ڪتاب جي طرف ڇڪائجي ۽ ڪين خاموش خواني ڪرڻ لاءِ هدايت ڪجي. اڪثر حالتن ۾ سبق جي حقيقت يا آڪاڻي بيان ڪرڻ بعد شاگردن کي ڪتاب تان پاڻ پڙهي پڌائبو آهي ۽ مناسب ٽڪر جي پڙهي پڌائڻ بعد ڪين ان جي خاموش خواني ڪرڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لاءِ چئبو آهي. بهرحال هن ٽپ جو مقصد هيءُ آهي ته شاگردن جو توجه سبق جي مضمون طرف رجوع ڪيو وڃي ۽ ڪين ان جي سمجهڻ لاءِ آماده ڪيو وڃي. سبق جي حقيقت بيان ڪرڻ وقت زياده سمجهاڻي ۾ تشريح واسطي جيڪڏهن ڪن چارٽن، تصويرن يا ماڊلن جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي ته اهي ضرور ڪم آڻجن. انهن جي استعمال ڪرڻ وقت جيتري قدر ٿي سگهي، اوتري قدر شاگردن کان سوال ڪجن ۽ ڪين پنهنجي سمجهه هلائڻ لاءِ موقعو ڏجي. آڪاڻي يا حقيقت پڌائڻ

وقت جيڪا ٻولي ڪم آڻجي تنهن ۾ شاگردن جي علمي لياقت جو خيال رکجي ۽ سندن وت آهر ان کي رنگين بنائجي. آڪائيءَ جي دوران ضرورت محسوس ٿئي ته ڪلاس کان ڪي سوال ڪجن. اهي سوال ٻڌايل ٽڪري بابت يا خيالي هئڻ گهرجن.

**ب - استاد جو پڙهڻ:** مختصر مطلب ٻڌائڻ بعد استاد کي رتيل مضمون صفائيءَ ۽ چٽائيءَ سان ڪلاس کي پڙهي ٻڌائڻ گهرجي ۽ مضمون جي سمجهڻ ۾ شاگردن جي مدد ڪرڻ گهرجي.

**ث - خاموش خواني:** سبق جي پڙهي ٻڌائڻ لاءِ شاگردن کي ڪتاب جي طرف متوجهه ڪجي ۽ کين سبق جو صفحو ٻڌائي چئجي ته مضمون ڪتاب تان کولي دل ۾ پڙهن وڏي مضمون جي حالت ۾ ان جو ڪجهه حصو مقرر ڪري ڏجين ۽ چئجين ته پڙهڻ وقت جيڪي نوان لفظ يا اصطلاح کين سمجهه ۾ اچن تن بابت شخصي هدايت طلب ڪن. خاموش خوانيءَ مان بهتر نتيجن حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ٻه مقصودي سوال بورڊ تي لکجي ۽ شاگردن کي چئجي ته خاموش خوانيءَ بعد ان جو جواب ڏين. ڪلاس جي خاموش خوانيءَ وقت استاد کي ڪلاس ۾ چوطرف چڪر ڏيئي، هرهڪ شاگرد وٽ وڃي سندس شخصي مشڪلاتون حل ڪرڻ گهرجن. ان لاءِ شاگرد کي پنهنجي حقيقي مشڪلاتن پيش ڪرڻ ۽ انهن بابت سمجهائي طلب ڪرڻ لاءِ همٿائڻ گهرجي، جو ته انهيءَ طريقي تي عمل پيرا ٿيڻ سان استادن کي شاگردن جي اصلي تڪليفن جي خبر پوي ٿي ۽ اهي حل ٿيڻ کان سواءِ رهجي نٿيون وڃن. (خاموش خوانيءَ لاءِ ڏسو صفحو ٨٣)

**د - نوان لفظ - اصطلاح سمجهائڻ:** پنجن ڏهن منٽن جي پڙهائي ڪرائڻ بعد شاگردن کان مقصودي سوالن جو جواب وٺجي. ان کان پوءِ ٽڪرٽڪر ڪري مضمون کي پڙهجي ۽ شاگردن جون مشڪلاتون هڪهڪ ڪري حل ڪجن. بهتر آهي ته مشڪلاتن جي سمجهائيءَ جي طلب پهريائين شاگردن کان ڪجي. شاگردن جي معنيٰ يا مطلب ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪرڻ بعد استاد کي پاڻ به انهن جي سمجهائي يا تشريح ڏيڻ گهرجي. لفظن جون معنائون مناسب مثالن ڏيڻ ۽ سوالن ڪرڻ سان منجهائڻ ڪيائجن. لفظن جي معنيٰ ۾ زياده ۾ زياده لفظ ڏجن. ان کان سواءِ انهن جا ضد، اشتقاق، سندن استعمال جو طريقو ۽ ٻيا لاڳاپيدار لفظ به سمجهائجن، جيئن شاگردن جي لغت ۽ واقفيت ۾ اضافو ٿئي. اصطلاحن، پهاڪن ۽ محاورن جي طرف شاگردن جو ڌيان ڇڪائجي. ان بعد جيڪڏهن مضمون ۾ پيون به ڪي ادبي خوبيون سمايل آهن ته شاگردن جي مغز ۽ سمجهه آهر انهن جي تشريح ڪجي ۽ کين سمجهائجي ته ڪيئن انهن جي استعمال سبب مضمون ۽ ان جي ادائي زياده دلڪش ۽ مؤثر ٿي پيا هن. مضمون جي طرز ۽ تحرير ان جي عبارت جي رنگيني ۽ رواني، جذبات جي پاڪيزگي ۽

انهن جي ترجماني لغت جي انتخاب ۽ استعمال، لفظن جي بيهڪ، بناوت ۽ سندن تهڪندڙ ميلاپ، دليل دلائل ڏيڻ جي ترتيب ۽ انهن جي تصديق ۽ ٻين حجتن، مثالن ۽ حوالن ڏيڻ جي طريقي طرف شاگردن جي خاص توجهه ڇڪائڻ گهرجي. مطلب ته سبق جي مضمون سمجهائڻ سان گڏ ان تي تنقيد به ڪبي هاجي ۽ ان ۾ استعمال ٿيل صنعتن وغيره جي ڇنڊڇاڻ ڪبي رهجي.

**ع - مضمون جا سوال:** اهڙيءَ ريت ڪجهه ٽڪري سمجهائڻ بعد مضمون تي سوال ڪري ڏسجن ته شاگردن جي حاصل ڪيل معلومات جي خبر پوي.

**ف - پڙهڻ ۽ پڙهائڻ:** پڇاڙي ۾ اهو ٽڪر شاگردن کان بلند آواز سان پڙهائجي. جيتوڻيڪ ڪن جي راءِ ۾ مٿين ڪلاسن جي استاد لاءِ ڪلاس کي پڙهي ٻڌائڻ اهڙو ضروري نه آهي، مگر اسان جي نظر ۾ سندس ڪلاس جي اڳيان وقت بوقت معياري نموني جي پڙهائي پيش ڪرڻ بلڪل ضروري آهي. استاد پاڻ جيڪڏهن سهڻي نموني ۾ پڙهي سگهي ٿو ته سندس پڙهڻ جو طريقو شاگردن لاءِ هڪ مثال جو ڪم ڏئي ٿو، جنهن جي نقل ڪرڻ جي هو ڪوشش ڪن ٿا. شاگردن جي پڙهڻ وقت ڪانئن به درست نموني ۾ پڙهڻ جي تقاضا ڪرڻ گهرجي.

**ع- اٿلاڻي:** آخر ۾ سمجهايل ٽڪري جو دور ڪجي. دور ڪرڻ جو آسان ۾ آسان طريقو آهي ڪيل ٽڪري تي سوال ڪرڻ. مگر ان کان سواءِ هيٺين درجن لاءِ جيڪي استعمال ٻڌايا آهن، اهي به ڪم آڻي سگهجن ٿا. سبق جي دوران ۾ ذهن نشين ڪيل ٻين حقيقتن جي زياده استعمال لاءِ شاگردن کان مضمون نويسيءَ جي آزمائش ڪرائڻ گهرجي. ساڳئي موضوع تي يا ان سان تعلق رکندڙ ٻين موضوعن تي تحريري يا تقريري مضمونن يا ٻيا استعمال نهايت ئي مفيد ۽ دلچسپ ٿي سگهندا.

مٿين ڪلاسن سان ڪم ڪرڻ جي رفتار هيٺين درجن جي ڀيٽ ۾ البته ٽڪڙي هئڻ گهرجي. جيڪڏهن شاگردن جي اڳواٽ ڪجهه تياري ڪيل آهي ته ڪم جي رفتار نهايت ٽڪڙي ٿي سگهندي. ان لاءِ شاگردن کي هدايت ڪجي ته ايندڙ جي سبق کي هميشه هو پاڻ گهر ۾ پڙهن ۽ **لغت جي ڪتاب** استعمال ڪرڻ سان ان کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪن. جيڪڏهن سندن زياده رهبريءَ جي ضرورت سمجهجي ته رٿيل ٽڪري جا نوان لفظ ۽ اصطلاح ڪين نشان ڪري ڏجن ته انهن جي مطلب سمجهڻ جي ڪوشش ڪن. هڪ ٻه مقصودي سوال به ڏجين ته مضمون جي پڙهڻ بعد ان جو جواب گهران لکي ڪٺي اچن. پٺي ڏينهن تي پهريائين ڪانئن ڏنل سوال جو جواب وٺجي ۽ پوءِ سندن گهر ۾ ڪيل ڪم جي مدد سان دستوري سلسلي ۾ ڏنل فقرن جي سمجهاڻي شروع ڪجي. اهڙيءَ ريت شاگردن جي عملي تعاون سان زباني تعليم جو ڪم نهايت ئي خوش اسلوبيءَ ۽ ڪاميابيءَ سان هلي ٿو ۽ شاگردن کي به سهڻي تربيت ملي ٿي.

# لغت جو استعمال

مٿي اسان لغت جي استعمال طرف اشارو ڪيو آهي. لغت جو استعمال نه فقط اسڪول جي چوديواريءَ تائين محدود آهي، مگر اسڪول کان ٻاهر رواجي زندگيءَ ۾ به پنهنجن روزانن فرضن جي بجاوري ڪندي هرڪنهن پڙهيل شخص کي لغت جي ضرورت پوي ٿي. مطالع ڪرڻ وقت ڪنهن لفظ جي درست هجي، درست مطلب ۽ درست استعمال جي تصديق ڪرڻ لاءِ لغت جو ڪتاب هڪ هڪيو تڪيو رهنما ثابت ٿئي ٿو. هر روز ڪئين اهڙا موقعا بڻجن ٿا، جن ۾ اسان کي اهڙين حقيقتن معلوم ڪرڻ جي ضرورت پوي ٿي. اهڙن موقعن تي لغت جو حوالو ڪئين شڪ دور ڪري اسان کي دلجاءِ ڏئي ٿو. آزمائش مان معلوم ٿيو آهي ته اهڙن وقتن تي سستي ڪرڻ سبب ۽ لغت جي استعمال کي درگذر ڪرڻ سبب، اسان نون لفظن متعلق عظيم غلطين ۾ مبتلا ٿي وڃون ٿا. انهيءَ ڪري شڪ جهڙين حالتن ۾ لغت جي ڪتاب مان جاچ ڪري تصديق ڪرڻ نه فقط مناسب آهي بلڪ تمام ضروري پڻ آهي. مادري زبان جي استاد کي گهرجي ته پنهنجن شاگردن کي ننڍي هوندي کان وٺي لغت جي ڪتاب سان ڏيٺ ويٺ ڪرائي، جيئن هو ان جي فائدن مان واقف ٿين ۽ ان کي استعمال ڪرڻ سکن. پرائمري اسڪولن جي مٿين ڪلاسن ۾ خاص طرح شاگردن کي لغت جي استعمال ڪرڻ جي ترتيب سمجهائڻ تمام ضروري آهي. لغت جي ڪم اُٿڻ سان شاگردن ۾ پنهنجي روءِ سوءِ آزاد نموني ۾ ڪم ڪرڻ جي لياقت ٿئي ٿي ۽ هو استاد جي گهٽي رهنمائيءَ کان آزاد ٿي پاڻ تي ياڙڻ سکن ٿا. افسوس آهي جو هن وقت اسان جي مادري زبان ۾ نه فقط اسڪولن ۾ ڪم آڻڻ جي ڏانو جا ننڍا لغوي ڪتاب موجود نه آهن، پر ڪا وڏي معتبر ۽ معياري لغت به اڃا تائين موجود ٿي نه سگهي آهي. اميد آهي ته اسڪولن ۾ لغت جي استعمال رائج ٿيڻ بعد ان جي ضرورت زياده محسوس ڪئي ويندي ۽ جلد نئي لغت پيدا ٿي پوندي.

لغت جي استعمال ڪرڻ سان گڏ اسڪولي شاگردن کي ڪتابن جي منڍ ۾ ڏنل بابن جي فهرست ۽ پڇاڙيءَ ۾ ڏنل مضمونن ۽ موضوعن جي يادداشت مان به فائدي وٺڻ جي تربيت ڏيڻ گهرجي. اهڙي فهرست ۽ يادداشت جي استعمال ڪرڻ جو ڏانءُ شاگردن لاءِ نهايت مفيد ڪارآمد ٿي سگهي ٿو. مثلاً، جيڪڏهن ڪين ڪنهن مضمون يا تقرير يا مناظري بابت ڪجهه معلومات هٿ ڪرڻي آهي ته جدا جدا ڪتابن جي فهرست

۽ ان ۾ ذڪر ٿيل موضوع جي يادداشت جي اچڻ سان، هو مايل موضوع بابت ضروري واقفيت، انهن ڪتابن مان يڪدم حاصل ڪري سگهندا. اهڙيءَ طرح ٿوري ئي وقت ۾ ڪيترن ئي ڪتابن جي چند چاڻ ڪري انهن مان ضروري مصالح حاصل ڪري وٺندا. پرائمري اسڪولن جي مٿين ڪلاسن جي استادن کي اهڙي قسم جي ڪارگر تربيت ضرور ڏيڻ گهرجي.

# ڪلاس لئبرري

هن ڪان اڳي اسڪولن ۾، خاص طرح پرائمري اسڪولن جي حالت ۾، لئبرري قائم ڪرڻ ۽ ان کي چالو رکڻ هڪ ادبي عيش سمجهيو ويندو هو. لئبرري جو قائم ڪرڻ اسڪول جي غير نصابي شغلن مان هڪ شغل تصور ڪيو ويندو هو. جنهن جو رائج ڪرڻ يا نه ڪرڻ اسڪول جي هيڊماسٽر تي ڇڏيل هو. مگر جديد تعليم جي طريقن ۽ ان جي استعمالي طرزن جي مدنظر اسڪول ۾ بلڪ اسڪول جي هرهڪ ڪلاس ۾، لئبرري برپا ڪرڻ هڪ لازمي امر بنجي پيو آهي. درسي ڪتابن جي صحيح استعمال متعلق بحث ڪندي اسان معلوم ڪيو ته مادري زبان جي مڪمل تعليم ڏيڻ واسطي فقط درسي ڪتابن جو پڙهائڻ ۽ سيکارڻ ڪافي نه آهي ۽ اهو معلوم ڪيو ته انهن درسي ڪتابن ۾ پرايل واقفيت کي مفيد ۽ جتادار بنائڻ لاءِ زياده استعمال ۽ ٻين ڪتابن جي مطالعي جي امداد جي ضرورت ٿئي ٿي. ان ڪان سواءِ جنهن صورت ۾ مادري زبان جي تعليم جو مقصد آهي ته شاگردن کي سندن مادري زبان جي ادب مان واقف ڪجي ۽ ان جي تقريري توڙي تحريري استعمال ۾ ماهيت ڏجي، تنهن صورت ۾ واجب آهي ته ڪين درسي ڪتاب ڪان سواءِ ٻين ڪتابن جي پڙهڻ جو به موقعو ڏجي جن کي هو پنهنجيءَ مرضيءَ موافق وندر ۽ ورونهن لاءِ پڙهن ۽ انهن مان حظ وٺن. شاگردن جي اهڙين گهرجن پورين ڪرڻ لاءِ، اسڪول جي مرڪزي ڪتبخاني ڪان سواءِ، جنهن ۾ اسڪول جي عملي ۽ مٿين ڪلاسن جي شاگردن لاءِ ڪتاب رکيل هئڻ گهرجن، هرهڪ ڪلاس ۾ هڪ ننڍڙي لئبرري هئڻ گهرجي جنهن ۾ ان ڪلاس لاءِ موزون ڪتابن جو ذخيرو رکيل هجي.

اسڪول ۾ ڪلاس لئبررين قائم ڪرڻ وقت اهو ياد رکڻ گهرجي ته اهي فقط سينگار ۽ نمائش لاءِ نه آهن. هرهڪ زنده دل استاد کي پنهنجن شاگردن کي ڪلاس لئبرريءَ مان پورو پورو فائدو ڏيڻ گهرجي. لئبرريءَ جي ڪتابن جي چونڊ ڪلاس ڪلاس جي لياقت آهر ڪرڻ گهرجي ۽ اهي سندن مشڪلات مطابق ترتيب وار نسامي رکڻ

گهرجن. شاگردن کي ڪتاب ڏيڻ وقت به خبرداري ڪرڻي پوندي، جيئن ڪين غير موزون ۽ مشڪل ڪتابن ڏيڻ سان سندن شوق پٺتي نه پوي. ڪتابن جي چونڊ ۽ استعمال لاءِ هيٺيون حقيقتون قابل توجه آهن:

۱- ڪلاس لئبرريءَ جي ڪتابن جو معيار ڪلاس جي شاگردن جي وت آهر هئڻ گهرجي. اهي نه تمام ڏکيا هئڻ گهرجن ۽ نه تمام سولا. ان جو مطلب اهو نه آهي ته ڪتابن جي مضمونن ۾ ڪوبه اهڙو لفظ نه هجي، جو شاگردن نه پڙهيو هجي، مگر نوان لفظ ايترا ۽ اهڙا نه هئڻ گهرجن، جي شاگردن جو شوق ٽوڙي منجهن ڪتابن کان تاهه پيدا ڪن. ان کان سواءِ سندن عبارت سليس ۽ جملا ننڍا ڪم آيل هجن، جيئن ٻارن کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ آساني ٿئي. سندن ڇاپو به صاف ۽ وڏو هئڻ گهرجي.

۲- ڪتابن جو مضمون وندرائيندڙ ۽ دلچسپ هئڻ گهرجي ان ڪري آکاڻين جا ڪتاب ۽ ننڍا ننڍا اخلاقي ناول زياده تعداد ۾ هئڻ گهرجن. ڪتاب جي آکاڻين جي رٿا شاگردن جي سمجهه آهر هئڻ گهرجي.

۳- ڪتابن ۾ سهڻيون ۽ دلڪش تصويرون هئڻ گهرجن.

۴- لئبرريءَ ۾ هرهڪ ڪتاب جا ڪافي جلد رکجن، جيئن شاگردن جي گهڻو ڪرڻ وقت زياده ۾ زياده شاگردن کي راضي ڪري سگهجي.

۵- ٻارن کي ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏجي ته ان کان اڳ ۾ ان بابت سندن چاهه جاڳائڻ گهرجي. ان جا ڪئين طريقا آهن، جن مان ڪي هي آهن:

الف: ڪتاب جي آکاڻيءَ مان ڪابه تصوير شاگردن کي ڏيکارجي ۽ ان جي تشريح ڪرڻ جي ذريعي ٻارن ۾ چاهه پيدا ڪجي ۽ پوءِ ڪين ڪتاب تي زباني تبصره ڪري ۽ ڪين ڪتاب جون خوبيون ٻڌائجن ۽ ان جي پڙهڻ لاءِ آماده ڪجي.

ب: ڪين چئجي ته ڪتاب جي آکاڻيءَ تي هڪ ناٽڪ يا ڊائلاگ ڪرڻو آهي. توهين پهريائين اهو ڪتاب پڙهو ته پوءِ زياده تياري ڪجي.

ج: ڪتاب جي آکاڻيءَ جو شروعاتي ٽڪر ڪين ٻڌائي سندن شوق کي ڀڙڪائجي ۽ پوءِ ڪتاب هٿ ۾ ڏجي.

د: ڪنهن مضمون، تقرير، بحث يا اسڪولي موقعي جي تياري ڪرڻ واسطي ڪو ڪتاب ڏجن، ته ان کي پڙهي، ان مان ضروري معلومات حاصل ڪن.

ه: ڪنهن به پڙهيل ڪتاب کي ڪلاس جي زباني ڪم جو موضوع بنائجي ۽ ان متعلق سوال جو جواب ۽ بحث مباحثو ڪجي يا شاگردن جا رايا رکجن. ائين ڪرڻ سان

شاگردن ۾ ڪتابن تي تنقيد ڪرڻ جو مادو پيدا ٿيندو ۽ منجهن ڪتابن لاءِ زياده چاهه پيدا ٿيندو.

مٿين نموني ۾ ڪم ڪرڻ سان ٻارن ۾ ڪتاب بينيءَ جهڙي چڱي عادت پيدا ڪري ٿي سگهجي. مطالعي جي مشغولي اختيار ڪرڻ سان ڪلاس جي عام واقفيت ۾ ڪترو اضافو ٿئي ٿو. ان کان سواءِ جو اتساهه، جا خوشي ۽ جا خود ضابطگي ٻارن ۾ پيدا ٿئي ٿي، تنهن جي ڪا حد ئي ڪانهي. ٻارن ۾ هڪ دفعو ڪتاب بينيءَ جي عادت پوي ٿي، ته اها بلڪل پختي ٿي وڃي ٿي، جنهنڪري ڪتابن جي مطالعي کي هو فرصت جي وقت لاءِ هڪ ضروري قوت ڪري ٿا سمجهن. جيڪڏهن اسين چاهيون ته اسان جي ٻارن ۾ پنهنجي مادري زبان جي علم ادب لاءِ چاهه پيدا ٿئي، منجهن ادبي شاهڪارن جي مطالع ڪرڻ ۽ انهن جي قدر و قيمت ڪرڻ جي لياقت پيدا ٿئي ۽ کين آئينده جي اديبن، عالمن ۽ معياري مصنفن بنائڻ جي شروعات ڪئي وڃي، ته پوءِ اسان کي اسڪولن ۾ اهڙين ڪلاسي لئبررين برپا ڪرڻ ۽ انهن جي صحيح استعمال لاءِ ان ٿڪ ڪوشش وٺڻ گهرجي. اوائل ۾ انهيءَ ڪم جي سرانجاميءَ ڪرڻ وقت ضرور ڪي مشڪلاتون پيدا ٿينديون، مگر پنهنجي اعليٰ مقصد کي پيش نظر رکي، جيڪڏهن سعيو ڪبو ته ڪوششون ضرور برثواب ٿينديون.

ڪلاس لئبريءَ جي ڪاميابي ۽ اثرائتي استعمال لاءِ اول اهو ضروري آهي ته استاد پاڻ به مطالعي جو شوقين هجي، جو مختلف ڪتابن جي خوبين جي چڱيءَ طرح رهنمائي ڪري سگهي. جيڪڏهن استاد خود سست ۽ اڻڄاڻ هوندو ته هو شاگردن جي ذوق ۽ شوق کي اڀارڻ جي عيوض ان کي دلشڪستو ڪري، هميشه لاءِ مرده بنائي وجهندو.

لئبرري ڪتابن کان سواءِ مخزنون، رسالا ۽ روزانيون اخبارون به شاگردن ۾ مفيد ۽ دلچسپ مطالعي جي عادت وجهڻ لاءِ تمام ڪارگر وسيلو آهن. انهن جي بدولت شاگردن جي عام واقفيت ۾ خاصو اضافو ٿئي ٿو. هرهڪ اسڪول، بلڪ هرهڪ ڪلاس کي پنهنجي لئبريءَ لاءِ ڪي چونڊ رسالا، مخزنون ۽ اخبارون ضرور گهرائڻ گهرجن ۽ شاگردن کي سڌيءَ ريت اڻ سڌيءَ طرح انهن جي عمر ۽ لياقت آهر هٿڻ گهرجن، جيئن هو انهن جي مضمونن ۾ دلچسپي وٺي سگهن. درجي بدرجي اسڪول ۾ پنهنجي هڪ مخزن چالو ڪجي، جنهن جي ذريعي شاگردن کي پنهنجن خيالات ۽ جذبات ظاهر ڪرڻ جو موقعو ڏجي. شاگردن کي همتائجي ته هو پنهنجي مخزن لاءِ پاڻ ڪجهه تحرير ڪن. جيڪڏهن مخزن ڇپائي نه سگهجي، ته بلڪل قلمي صورت ۾ ئي هلائجي؛ شاگردن کي اظهار خيالات ۽ جذبات جو موقعو ضرور ڏجي. هر سال يا هر ششماه اهڙي مخزن تيار ڪرائي ڪلاس يا اسڪول

لئبرريءَ ۾ سانڍي رکجي. اهڙين شروعاتي آزمائشن مان شاگردن کي جا تربيت ملندي ۽ جا سندن حوصله افزائي ٿيندي سا ئينده جي اعليٰ مصنفن ۽ شاعرن پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪندي.

# ٤- شعر سيکارڻ

مادري زبان لاءِ مقرر ڪيل درسي ڪتابن ۾ ٻن مکيه قسمن جا سبق درج ٿيل آهن: **(١) نثر جا سبق، (٢) نظم جا سبق.** هن کان مٿي نثر جي پڙهائيءَ متعلق اسين بحث ڪري چڪا آهيون. هاڻي ڏسڻو آهي ته نظم يا شعر سيکارڻ واسطي اسان کي ڪهڙو طريقو ياد ڪرڻو آهي. شعر جي پڙهائڻ متعلق ڪجهه ذڪر ڪجي، ان کان اڳ ۾ ڏسڻ گهرجي ته شعر ڇا آهي ۽ درسي ڪتابن ۾ ان جي درج ڪرڻ ۾ ڪهڙو مطلب رکيل آهي.

شعر جي تعريف ۾ گهڻيئي بيان آهن. شاعر جو چوڻ آهي: "شعر قوي جذبن و هڪ بي اختيار اڏمو آهي." ٻئي شاعر جي لفظن ۾ "شعر هڪ سريلو خيال آهي." هڪ اديب جو چوڻ آهي ته "شعر شاعر جو ذهني آزمودو آهي، جنهن کي هو ٻوليءَ جو هڪ رنگين ۽ دلچسپ لباس پهرائي اسان جي حظ ۽ لطف واسطي پيش ٿو ڪري." شاعر هڪ قوي جذبات ۽ احساسات جو مالڪ آهي، جنهن کي رواجي انسانن کان زياده طاقتور مشاهدي جي قوت جي عطا ٿيل آهي، جنهن جي تصور ۽ تخيل جي طاقت رواجي انسانن کان ڪئين دفعا زياده آهي، جو هڪ لحظي ۾ زمين و آسمان ۽ ڪائنات جي سموري طبقن جو سير ۽ آزمودو ڪري سگهي ٿو. هو پنهنجي جادو بيانيءَ ۽ لفظي جادوگريءَ جي معرفت ۽ انهن سڀني جي لاثاني ملاوت مان پيدا ڪيل تار ۽ سر، نغمي ۽ سرود جي ذريعي اسان جي دلين ۾ هوبهو اهي جذبا ۽ احساس، ولولا ۽ دهشتون ٿو پيدا ڪري، جي هو پاڻ آزمائي چڪو آهي. سندس شعر جي اثر هيٺ اسين موج ۽ مستيءَ ۾ اچيو وڃون ۽ ڪجهه وقت لاءِ زمين جي حالتن کي وساري تصور ۽ تخيل جي هڪڙي اهڙي عالم ۾ وڃي پهچون، جتان دنيا جي هر چيز ۽ هر شيءِ اسان کي رنگ ۽ ڍنگ ۾ نظر اچي ٿي. شاعر جي شعر جو سمورو مدار يا جادو سندس طرز بيان يعني نظم ۾ پنهان آهي. شعر جي لفظن کي سندن موزون جاءِ تان ڪڍي ڏسو ته سندن سمورو جادو ۽ اثر گم ٿي ويندو. انهيءَ مان معلوم ٿيو ته شعر جو سچو اثر لفظن جي موزون ملاوت ۽ سندن آواز ۾ سمايل آهي. يعني شعر آهي آواز، سر يا نغمو جنهن کان سواءِ هو بي اثر ۽ مرده چيز آهي.

شعر يا نظم درسي ڪتابن ۾ انهيءَ ڪري درج ٿو ڪيو وڃي جو شعر يا راڳ انسان ذات جي فطرتي ونـد ۽ ان لاءِ باعث تفريح آهي. شعر ۾ جـا لئي ۽ جو نغمو آهي، سو ٻارن جي فطرتي قوت آهي. ماءُ جي لوليءَ ۾ ٻار جي آرام ۽ فرحت جو سامان سمايل آهي. شعر ۾ جـو تخيل ۽ تصور وجـود آهي، سو ٻـار جي زندگيءَ جو روزانو آزمودو آهي. لفظن جي جهنڪار ۽ عبارت جي رنگيني ٻارن جي لاءِ باعث مسرت آهي. جو مزو ۽ لطف ٻارن کي ٻيتن ۽ راڳن مان اچي ٿو سو دنيوي ڌنڌن ۾ گرفتار ۽ ان جي فڪر ۾ غلطان ٿيل بالغن کي جزوي نصيب ٿئي ٿو. درسي ڪتابن ۾ شعر ٻارن لاءِ سوکڙي ۽ سوغات طور داخل ڪيو ٿيو وڃي جنهن جي پڙهڻ مان ٻار کي حظ وٺائو آهي ۽ سندن جذبات تي سهڻو اثـر وجهي انهن جي تربيت ڪرڻي آهي. ان کان سواءِ وڏي عمر وارن شاگردن کي اهو ثابت ڪري ڏيکارڻو آهي ته شعر هڪ هنر آهي جنهن ۾ وڏي طاقت آهي. ان سان گڏ ڪين شعر جي قـدر و قيمت سيکاري، ڪين ان ۾ طبع ڪرڻ لاءِ همتائڻو آهي.

شعر متعلق هڪڙي حقيقت جـا اسان استادن کي ذهن نشين ڪرڻ گهرجي، سا هيءَ آهي، ته شعر مادري زبـان جي دستوري سکيا ڏيڻ لاءِ ننڍو سيکاريو وڃي. يعني شعر جي ذريعي گرامر جون دقيق حقيقتون يـا نوان لفظ ۽ نوان اصطلاح سيکارڻا نه آهن ۽ نکي شاگردن جي لغت ۽ قوت اظهار ۾ اضافي ڪرڻ جـو خيال دل ۾ رکجي. ٻارن جي دل ۾ اهو ويچار ڪڏهن بـه داخل ٿيڻ نـه ڏجي، تـه شعر اهڙن بيروني حقيقتن جي سمجهڻ لاءِ پڙهيو ٿو وڃي. مگر شعر جي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ وقت دل ۾ هميشه اهو خيال رکجي، ته انهيءَ نئين آزمودي مان موج حاصل ڪرڻي آهي ۽ ٻارن جي دلين ۾ شعر لاءِ محبت ۽ جس پيدا ڪرڻو آهي. شعر جي سکيا جيڪڏهن درست نموني تي ڏني وڃي، ته ان مان هي فائدا حاصل ٿي سگهن ٿا:

١- شعر ٻارن جي جذبات کي ۽ احساسات کي تحرڪ ۾ آڻي ٿو، جنهنڪري سندن نيڪ ۽ مفيد جذبات کي، يا جيڪي بـه خاص جذبات مقصود هجن، تن کي تربيت جو موقعو ملي ٿو.

٢- شعر جي بهترين اثر هيٺ شاگرد پنهنجي قولن، فعلن، خيالن ۽ خصلتن ۾ چڱايون درج ڪن ٿا.

٣- شعر ٻـارن جي تصور ۽ تخيل جي استعمال کي طاقت ڏئي ٿو، جنهنڪري سندن زندگيءَ ۾ خوشيءَ ۽ آرام جا امڪان زياده ٿين ٿا.

٤- شعر جي اثر ڪري شاگردن جي دلين مان غير ۽ تنگدلي نڪري وڃي ٿي ۽ هو پنهنجي اندر جو آئينو صاف ڪري پنهنجي ذهنيت سڌارين ٿا.

٥- شعر پسند شخص پنهنجي فرصت جو وقت مفيد نموني ۾ صرف ڪري سگهي ٿو ۽ وقتي ان ميدان ۾ طبع آزمائي به ڪري ٿو.

شعر جا مٿيان فائدا ان جي سيکارڻ جا مقصد به آهن. مٿين مقصدن کي مدنظر رکي اسان جي اسڪول جي حالتن ڏانهن نظر ڪبي ته معلوم ٿيندو ته اتي شعر يا نظم کي نثر کان زياده ڪا به اهميت مليل نه آهي، بلڪ ڪيس نثر وانگي پڙهي ان مان زبان جي تعليم جو رواجي ڪم ورتو ٿو وڃي. عموماً شاگرد توڙي استاد شعر يا نظم جي سبقن مان دلچسپي وٺڻ جي عيوض انهن کان گريز ڪن ٿا. انهيءَ جا ڪئين سبب آهن، جن مان ڪي هي آهن:

١- ٻارن لاءِ بلڪل غير موزون ۽ بي اثر شعر چونڊيا وڃن ٿا، جنهنڪري انهن جو اثر سهڻو ٿو ٿئي.

٢- شعر پڙهائڻ جو طريقو بلڪل غلط، بي حس ۽ خشڪ آهي، جنهنڪري ٻارن کي شعر کان نفرت پيدا ٿيو پوي.

٣- ٻارن کان زوري بيت ياد ڪرايا ٿا وڃن، جنهنڪري اهي هيڪاري نفرت جي نگاهه سان ڏسڻ ٿا وڃن.

٤- امتحان باز استاد به شعر کي قابل نفرت چيز بنائڻ ۾ چڱي هٿي ٿا ڏين.

٥- روزاني استعمال جي شيءِ نه هئڻ سبب شعر ٻارن توڙي استادن لاءِ گهٽ دلچسپي جو باعث آهي.

اڄڪلهه اسڪولن ۾ نظم سيکارڻ جو دستوري نمونو هن ريت آهي. شروعات ۾ ڪن تصويرن يا سوالن جي ذريعي موضوع تي اچي مراد ظاهر ڪري، نظم جي آکائي يا حقيقت جو بيان ڪيو ٿو وڃي. وچ تي ڪي ضروري تصويرون ڏيکاري سوال ڪيا ٿا وڃن، ان بعد ڪتاب کولائي بيت ڪري ان جا نوان اصطلاح سمجهايا ٿا وڃن، جنهن بعد ٻارن کان ان بيت جو نثر ۾ مطلب ڪرايو ٿو وڃي. اهڙيءَ ريت سمورو نظم سيکاري پڄاڻيءَ جو اهو پاڻ پڙهي ٻارن کان پڙهائي ڪم ختم ڪيو وڃي ٿو يعني جڏهن ٻچ جي سمجهڻ ۽ ان مان لطف اندوز ٿيڻ جو وقت ٿو اچي، تڏهن ڪم بند ڪري شاعر جي نيڪي برباد ۽ مٿس گناهه لازم ڪري، سندس نظم کي خشڪ نثر جي صورت ۾ آندو ٿو وڃي، جنهن مان سندس ڪا به قدرداني ڪانه ٿي ٿئي.

نظم جي سبقن جي اهڙي قسم جي پڙهائي نه فقط شعر جي قدرداني ڪرائڻ ۽ ان مان وچ وٺائڻ ۾ ناڪامياب ٿئي ٿي پر شعر جهڙي هڪ لذيذ ۽ لطيف شيءِ

ڪي بہ هڪ بوجو بنايو وجهي. منهنجو تہ اهو رايو آهي تہ درسي ڪتابن ۾ نظم ۽ شعر درج ڪري انهن جي اهڙي بري حالت ڪرڻ کان بهتر آهي تہ اهي درسي ڪتابن ۾ درج ئي نہ ڪجن. جيڪڏهن مادري زبان جا گهڻگهرا چاهين ٿا تہ مادري زبان جي پڙهائي ۽ تعليم سان گڏ اسان کي ان نظم يا شعرن مان بہ بهره‌ور ڪري، حقيقي فائدو ڏنو وڃي تہ پوءِ اسان جو فرض آهي، تہ اسين نظم جي پڙهائيءَ جي موجوده طريقي ۾ انقلاب آڻيون ۽ سيکاريندڙن کي نظم جي پڙهائڻ جو درست ۽ صحيح طريقو ذهن نشين ڪريون.

شعر پاڙهڻ لاءِ ڪو خاص طريقو مقرر نہ آهي. طريقو ڪهڙو بہ اختيار ڪجي، ليڪن ان ۾ ڪو سلسلو ضرور رکڻ گهرجي. مثلاً، شعر جي ڪنهن بہ سبق ۾ هيٺيان ڏاڪا ضروري هئڻ گهرجن.

١- شروعات ۽ مراد.
٢- ڳائڻ ۽ پڙهڻ.
٣- مرڪزي خيال ۽ خاص اثر.
٤- سمجهاڻي ۽ قدرداني.
٥- پڙهائڻ ۽ پڙهڻ.
٦- اٿلائي.
٧- استعمال.

١- **شروعات ۽ مراد:** رواجي طرح تعليم جي ڪم ۾ ڪنهن بہ پڙهائڻ کان اڳ شروعات ڪئي وڃي ٿي، جنهن ذريعي مقرر موضوع تي اچجي ٿو. نظم جي حالت ۾ شروعات ڪرڻ جا گهڻيئي طريقا ٿي سگهن ٿا. جيئن تہ:

الف: هڪ ضروري سوال ڪري يڪدم نظم پڙهڻ.

ب: سوالن ذريعي نظم لاءِ موزون فضا يا ماحول پيدا ڪري نظم پڙهڻ.

ج: شاعر جي زندگيءَ جو احوال ٻڌائي موجوده نظم جي لکڻ جو سبب ۽ موقعو ٻڌائي نظم شروع ڪرڻ.

د: جيڪڏهن نظم ڪنهن وڏي آکاڻيءَ جو حصو بيان ٿو ڪري، تہ اها آکاڻي ٻڌائي پوءِ نظم پڙهڻ.

هہ: خود نظم جي آکاڻي ٻڌائڻ ۽ پوءِ ان کي پڙهڻ.

شروعات ڪرڻ جي مٿين طريقن کي پنهنجي پنهنجي خوبي آهي ۽ نظم نظم جي خاصيت ۽ ڪلاس ڪلاس جي ضرورت تي مدار رکن ٿا. [illegible] مان پوئين نمونہ

جي شروعات، جنهن نظم ۾ آيل آکاڻي خود بيان ڪئي ٿي وڃي، بلڪل اعتراض جوڳي آهي. ان ۾ شاعر کي پنهنجي ڪم ڏيکارڻ جو. نه موقعو ٿو ملي. شعر جو هڪ مشهور نقاد گريس هيڊو ته شعر سيکارڻ جي حالت ۾ ڪنهن به قسم جي شروعات ڪرڻ جي خلاف آهي. هو صاحب چوي ٿو: شاعر جي شعر پڙهڻ کان اڳ ڪنهن به قسم جي تياري ڪرڻ آهي، شاعر جي بيعزتي ڪرڻ ۽ ٻارن جي سمجهه ۾ شڪ آڻڻ جي برابر. سندس چوڻ آهي، ته اسان کي شاعر ۽ شاگردن جي درميان اٽڪاءُ ٿي بيهڻ نه گهرجي، بلڪ شاعر کي موقعو ڏجي ته هو پنهنجو ڪم پاڻ ڪري. سندس مطلب آهي ته ڪنهن به لسي چوڙي شروعات ڪرڻ جي عوض گهرجي ته اسين پاڻ پس پرده رهون ۽ ٿورن لفظن يا سوالن ذريعي شاعر جي شعر جو تعارف ڪرائي اهو پڙهڻ شروع ڪريون. مگر اسين سندس راءِ سان بلڪل متفق نه آهيون، ڇو ته شروعات ڪرڻ جي طريقي جو مدار نظم جي قسم تي آهي. ڪي نظم اهڙا آهن، جن جي حالت ۾ جيڪڏهن شاگردن کي سندن موقعي يا لکڻ جي سبب جي خبر نه آهي ته ڪين ان مان پورو لطف به نه ايندو ۽ نڪي ان جي مناسب قدرداني ڪري سگهندا. ساڳيءَ ريت جيڪڏهن نظم ڪنهن وڏي حڪايت جي ڪنهن حصي بابت لکيل آهي، ته ان لاءِ به اڳواٽ سمجهاڻي ۽ حڪايت جي واقفيت جي ضرورت آهي. انهيءَ ڪري شروعات جي ڍاڪي جي ضرورت مدنظر رکندي، جيڪڏهن شاعر يا شعر جو تعارف ڪرايو وڃي، ته ان ۾ ڪوبه اهم ڪونهي. بشرطيڪ اعتدال ۽ مناسبت کان ڪم ورتو وڃي ۽ مقصد تي پهچڻ جي ذريعي کي پنهنجو مقصد بنائي، اجائي ڊيگهه نه ڪئي وڃي. مثال طور، چوٿين درجي ۾ سر سورٺ پاڙهڻ وقت شروعات ۾ ڪلاس کي راءِ ڏياچ ۽ ٻيجل جي اوائلي حقيقت کان واقف ڪرڻ تمام ضروري آهي. ان بعد جڏهن آکاڻي انهيءَ منزل تي اچي، جتي ٻيجل پنهنجي سرود کي ساهي، ان کي جهوڙا ۽ جهانيون ڏي، سهي سنيري اچي ٿو واڄ ڪُٺهه ۾ داخل ٿئي، تڏهن ڪلاس کي سبق جي مراد ٻڌائجي، ته باقي آکاڻي اوهان کي نظم ۾ ٻڌائيندس. ان بعد نظم پڙهڻ بلڪ ڳائڻ شروع ڪرڻ گهرجي.

٢- **نظم ڳائڻ ۽ پڙهڻ:** مٿي اسان شعر جي ڳائڻ ڏانهن اشارو ڪيو آهي. جيڪڏهن استاد شعر کي ڪنهن طرز تي لڳائي، ڪلاس کي ڳائي ٻڌائي ته ان جهڙو ڪو ٻيو مزو ڪونهي؛ ڇو ته شعر ئي آهي ئي ڳائڻ واسطي. شعر جي ڳائڻ سان ئي ان جون خوبيون ظاهر ٿين ٿيون، مگر جيڪڏهن ڳائي نه سگهي، ته ڪم از ڪم ان کي سُر ۽ نغمي سان پڙهڻ ازحد ضروري آهي. درحقيقت شعر جي سيکارڻ ۾ اهوئي استاد ڪامياب ٿي سگهندو، جو اگرچ پاڻ شاعر نه آهي، ته به شاعر طبع ۽ شعر جو شيدائي آهي، جو شعر جو سنو پارکو ۽ قدردان آهي ۽ شعر سان گهڻي لهه وچڙ ۾ هئڻ سبب ٻارن لاءِ نظم جو موزون انتخاب ڪري سگهي ٿو ۽ شعر چڱيءَ طرح پڙهي ڄاڻي ٿو. شعر جي پڙهائيءَ جي

ڪاميابيءَ يا ناڪاميابيءَ جي خبر هن منزل تان ئي پئجي سگهندي. جيڪڏهن استاد جو چڱيءَ طرح پڙهي چاڻندڙ هوندو ۽ شعر کي احساس ۽ همدرديءَ سان پڙهندو ته شعر سندس آواز مان پيو ٻڪندو ۽ ٻڌندڙ جي رڳ رڳ ۾ ڇهي ويندو. اهڙيءَ طرح هڪ يا ٻه، بلڪ ضرورت محسوس ٿئي ته ٽي ڀيرا ٻارن کي اهو شعر پڙهي ٻڌائجي، جيئن اهو مٿن ڇانئجي وڃي ۽ مٿن اها ڪيفيت طاري ٿي وڃي، جا ڪيفيت خود شاعر تي شعر لکڻ وقت طاري هئي.

**مرڪزي خيال ۽ خاص اثر:** شعر جي پڙهڻ سان شاگردن کي لطف وٺائڻ ۽ منجهن ذوق ۽ شوق پيدا ڪرڻ بعد يڪدم شاگردن کان معلوم ڪرڻ گهرجي ته شعر مٿن ڪهڙو اثر ڪيو آهي. سندن دل ۽ دماغ ۾ ڪهڙا جذبات ۽ خيال پيدا ڪيا اٿس ۽ سندن راءِ مطابق اهو شعر ڪهڙي مرڪزي خيال ۽ حقيقت بابت چيل آهي. شعر جي پڙهڻ بعد يڪدم انهيءَ قسم جي سوالن ڪرڻ جو مطلب آهي ته معلوم ڪجي ته اسان جي رهبريءَ يا دست اندازيءَ کان سواءِ شعر شاگردن تي ڪهڙو اثر ڪيو آهي ۽ سندن شخصي راءِ ان بابت ڪهڙي آهي.

**سمجهاڻي ۽ قدرداني:** شعر جي مرڪزي خيال يا موضوع ۽ ان جي پڙهڻ ذريعي پيدا ٿيل اثر تي بحث ڪرڻ بعد اهو جاچڻ ضروري آهي ته شاعر اهو اثر ڪيئن پيدا ڪيو آهي، شاعر جي دل جي حالت ڪهڙي آهي ۽ ان جي زير اثر ڪهڙيون لفظي تصويرون چٽيون اٿس، وغيره. اصطلاحن جو مطلب ۽ شعر جون ٻيون حرفتون، صنعتون ۽ تجنيسون، جن جي ذريعي هو پنهنجو مقصد حاصل ڪري اسان تي هيڏو اثر پيدا ڪري سگهيو آهي، سي به ڌيان ۾ ويهارڻيون آهن، مگر اهو هرگز وسارڻ نه گهرجي ته لفظن ۾ اصطلاحن جو مطلب سمجهائڻ يا استعارا ۽ تشبيهون سمجهائڻ، نظم جي جملي اثر يا خوبين کي محسوس ڪرڻ يا ان مان حظ ۽ لطف وٺائڻ کان گهٽ اهميت وارو ڪم آهي، جنهن کي شعر پاڙهڻ وقت حد کان زياده اهميت نه ڏيڻي آهي. استاد کي اهو ياد رکڻ گهرجي ته ٻارن جي لغت ۽ بياني قوت ۾ اضافو ڪرڻ شعر جو ڪم نه آهي. ٻارن جي دلين ۾ ڪڏهن به اهڙو خيال پيدا ٿيڻ نه ڏجي، ته شعر پڙهڻ جو مقصد آهي ته سندس لفظن جي معنيٰ يا مطلب سمجهجي ۽ ان جو نثر ڪجي؛ بلڪ کين ائين محسوس ڪرائجي ته شعر پڙهڻ جو مقصد آهي اهو پڙهڻ ۽ ان مان لطف ۽ موج حاصل ڪرڻ. شعر جي پڙهڻ وقت جيڪڏهن شاگردن جي چمڪندڙ ۽ روشن چهرن مان ائين معلوم ٿئي ته انهن شعر جو روح جهٽيو آهي ۽ هو خاموش اشارن ۾ شعر جي ڪافي قدرداني ۽ ان جي ڪاميابيءَ جو اقرار ڪري چڪا آهن، ته استاد کي اڪتفا ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي ڪاميابيءَ جو يقين ڪرڻ گهرجي. شعر هڪ اهڙي چيز آهي، جنهن جو اثر فقط محسوس

ڪري سگهبو ۽ ڪنهن به ذريعي سان ان مان حاصل ڪيل موج يا مزي جو اظهار ڪري ٿو سگهجي. شعر جو نثر ڪرائڻ ۽ ان جي طول طويل سمجهاڻي ڏيڻ شعر جي موزون قدردانيءَ ڪرائڻ ۽ ان لاءِ حس پيدا ڪرڻ واسطي نهايت ئي نقصانڪار آهي. انهيءَ ڪري هن ٽپ جي ڪم ڪندي استاد کي نهايت ئي خبرداريءَ کان ڪم وٺڻو پوندو، جيئن قدردانيءَ جهڙيءَ وندر جي عيوض، ڪنهن خشڪ ۽ دلخراش تفصيل ۾ نه وڃي پوي. ڇو ته دراصل شعر پڙهائڻ جو مطلب عمر ۽ لياقت جي مدنظر هن ٽپ تي مختصر يا زياده باريڪ بين بنائي سگهجي ٿو. مٿين ڪلاس سان شعر جي قدرداني ڪرڻ وقت شاگردن جو توجه هيٺين حقيقتن طرف ڇڪائڻ گهرجي:

الف: نظم جو نغمو، شيريني رس.

ب: شاعر جي تخيل جو پرواز ۽ ان جي ذريعي سندس حاصلاتون.

ج: شاعر جا پاڪيزه جذبات.

**پڙهڻ ۽ پڙهائڻ:** مٿين طريقي سان شاگردن کي شعر جي خوبين جي قدرداني ڪرائڻ ۽ انهن مان لذت وٺائڻ بعد ڪين وري به نظم پڙهي ٻڌائجي ته هڪ ڀيرو وري به ان مان لذت وٺن. ان بعد ڪين موقعو ڏجي ته پاڻ ان نظم کي پڙهي ۽ پنهنجي طرفان ان کي پيش ڪن ۽ پنهنجن جاڳايل جذبن کي بسہ ظاهر ڪيڻ جو موقعو ڏين. جيڪڏهن انهن مان ڪي ڳائي سگهن ته بلاشڪ ان کي ڳائين. اهڙيءَ ريت شعر جي شروعات توڙي ان جي ڳائڻ يا پڙهڻ سان ٿئي ٿي ۽ اهوئي شعر آهي، جو شاگرد ڳائيندا ۽ ورجائيندا ڪلاس مان نڪرن ٿا. ان ڪان پوءِ جيئن جيئن ان کي ورجائيندا رهندا، تيئن تيئن اهو شعر، نئين رنگ ۽ ڍنگ ۾ پيش ٿيندو رهندو ۽ سندن موج ۽ لطف دوبالا ٿيندو رهندو.

۶- **اٿلاڻي:** اٿلاڻي ڪرڻ وقت سوالن جي ذريعي، سبق جي دوران پيدا ٿيل ڳالهين جو مختصر ريت دور ڪرڻ گهرجي.

۷- **زياده استعمال:** شعر جي قدردانيءَ سان گڏ ان سان وابسته ڪجهه ٻي تخليقي مشغوليون شاگردن کي ڏيئي ٿيون سگهجن. مثلاً، نظم کي ڪنهن طرز تي ڳائڻ، ان ۾ ذڪر ٿيل شين ۽ نظارن جون تصويرون ڪيڏڻ ۽ انهن کي پنهنجي خيال ۽ رخ کان پيش ڪرڻ ۽ پڙهيل نظم جي تتبع تي پاڻ بيت لکڻ. مٿين ڪلاسن جي استادن کي شاگردن جي شعرگوئيءَ تي خاص توجهه ڏيڻ گهرجي ۽ کين نظم سازي ۽ شعرگوئيءَ جي صنعت، بحر، وزن ۽ رديف، قافيه [illegible] ن واقفيت ڪرڻ گهرجي. شاگردن جي چيل شعر جو

اصلاح ڪرڻ گهرجي ۽ چڱن چڱن شعرن کي ڪلاس جي بورڊ يا ديوار تي يا ڪلاس جي مخزن ۾ جاءِ ڏيڻ گهرجي، جنهن مان شاگردن جي همت افزائي ٿيندي.

ڪن حالتن ۾ ڏٺو ويو آهي ته ٻارن کان زوريءَ بيت ياد ڪرايا ويندا آهن، مگر هرڪو سمجهدار محسوس ڪري سگهندو ته هڙئي ڪم ۾ زوريءَ ۽ زبردستيءَ کي ڪابه جاءِ ڪانهي. زوريءَ ميندي ڪنهن کي به لائي نه سگهبي. بيتن جون سٽون ياد ڪرڻ رضاڪاري ڪم هئڻ گهرجي ۽ ان کان سواءِ سٽن جو انتخاب به استاد جي طرفان نه، مگر شاگردن طرفان پنهنجي مرضيءَ ۽ پسنديءَ موافق ٿيڻ گهرجي.

# باب پنجون

## ١- اکر، مشق، سورتخطي ۽ هجي اکر لکائڻ

ٻارن کي ڳالهائڻ ۽ پڙهڻ سيکارڻ بعد ابتدائي اسڪول جو ٻيون مکيه ڪم آهي ٻارن کي لکڻ سيکارڻ. لکڻ سيکارڻ ۾ پهرين ڳالهه جنهن ڏانهن توجه ڏيڻ گهرجي، سا آهي لکڻ وارن عضون کي آزمائش ۽ استعمال ڏيڻ. جيتوڻيڪ اسڪول ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ۾ ٻارن جي آڱرين، هٿن ۽ ٻانهن جي رڳن ۽ مشڪن کي ڪافي آزمائش ملندي آهي، تاهم اسڪول جو فرض آهي ته شروع ۾ ٻارن جي انهن عضون کي مختلف چيزن جي ڪٽڻ پائڻ جي ذريعي ڪافي استعمال ڏياري ۽ پوءِ لکڻ جو ڪم ڪرائي. موتين، داڻن، تيلين ۽ ڪانين سان رانديون ڪرڻ. انهن عضون کي استعمال ڏيڻ جا ڪي طريقا آهن. انهن راندين ۽ مشغولين جي ذريعي ٻارن جي مشڪن ۽ دماغ ۾ هم آهنگي ۽ موافقت پيدا ٿئي ٿي، جنهنڪري ٻار پنهنجي سمجهه ۽ اختيار مطابق پنهنجي هٿ کي هلائي سگهي ٿو.

جڏهن ٻار جي عضون کي اڻ سڌيءَ طرح ڪجهه ترتيب ملي وڃي، تڏهن سندس هٿ ۾ آڱرين کي ڪنهن مقرر نموني ۾ چرپر ڪرڻ جي ترتيب ڏيڻ گهرجي. پهريائين ڪاڻس آڱر سان واريءَ تي مختلف قسمن جي ليڪن پائڻ ۽ شڪلين ڪڍڻ جي راند ڪرائڻ گهرجي. جڏهن آڱر کي ڪافي استعمال ملي وڃي، ته پوءِ ڪيس واريءَ تي ليڪون پائڻ سيکارجن. اهي ليڪون ڪن خاص قسمن جون يا ڪن عام شين جا خاڪا هئڻ گهرجن. مثلاً: اڀيون ليڪون، پاسيريون ليڪون، سنئيون ليڪون، ڪاهي پاسي اڌ گول، ساڄي پاسي اڌ گول، هيٺيان اڌ گول، ماني، گدري، چانهينءَ، ٻيضي، سليٽ، پٽي يا ڪتاب جو خاڪو وغيره. ڪانين سان راند ڪرڻ جي ڪري ٻار کي پين يا قلم جهلڻ جي طرز معلوم ٿيندي ۽ سندس هٿ ۽ آڱرين کي مضبوطي حاصل ٿيندي، جنهنڪري هو بنان ڪنهن خاص تڪليف وٺڻ يا غور ڪرڻ جي آسانيءَ سان ليڪا پائي سگهندو. ساڳي آزمائش ٻارن کي چاڪ سان بليڪ بورڊ تي ڏئي سگهجي ٿي. ان کان سواءِ مانٽيسوري طريقي جي مناسب سازن سان راند ڪرائڻ جي ذريعي به ٻار جي نظر ۽ هٿ کي استعمال

الف ـ ۱۱۳ ـ ۱۱۲

# تعليم مادري زبان

ا ب پ ڦ

ج جھ د ڙ

س ص ط ع

ف ق ڪ ڳ

گھ گ ل م

ن ڻ و ھ

ء ي

ڏيئي سگهجي ٿو. لوهہ جي ڪتيل فريمن ۾ شڪلين سان ايڪا پاڻ ۾ انهن جي اندر خانن ۾ رنگين پينسلن جي چاڪن سان رنگن پرائڻ سان رفتہ رفتہ ٻار جي هٿن جي چرپر ۾ ضابطگي پيدا ٿئي ٿي. ان بعد اکرن لکائڻ جي شروعات ٿئي ٿي. هن منزل تي استاد کي نهايت خبرداريءَ کان ڪم وٺڻ گهرجي ڇو تہ ٻارن جي اکرن ٺهڻ ۽ بگڙجڻ جو هيءَ ئي وقت آهي. خاص ڪري جنهن صورت ۾ هن وقت جديد پهرئين ڪتاب جي ذريعي ٻارن کي پڙهڻ ۽ لکڻ جو ڪم گڏوگڏ ڪرايو ٿو وڃي، تنهن صورت ۾ اوائل ۾ ڪين مٿي ڄاڻايل استعمال ذريعي تياري ڪرائڻ بلڪل ضروري آهي. جڏهن اکرن ۽ آوازن لکائڻ جو وقت اچي، تڏهن ٻارن کي پنهنجي منهن سر بغير ڪنهن رهبريءَ جي اکر لکائڻ نہ گهرجن. لکائڻ جي ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ ضروري آهي تہ ٻارن کي اکرن ۽ آوازن جون بلڪل درست ۽ سهڻيون شڪليون ڏيکاريون وڃن ۽ انهن تي آڱر هلائڻ جي آزمائش ڏجي. دفترين جي تختين تي ريگمال يا بخمل مان ڪپيل اکر لڳل هئڻ گهرجن، جن تي ٻار کان آڱر گهمائڻ گهرجي، يا ڪنهن دفتري يا تختيءَ ۾ آرپار ڪپيل هئڻ گهرجن، جن جي مٿان ٻار آڱر يا ڪاني هلائين. ائين ڪرڻ سان ٻارن کي اکرن جي درست صورت ذهن نشين ٿيندي، جڏهن ٻارن کي اکرن جي تيار ٿيل صورت ذهن نشين ٿي وڃي، تڏهن انهن کي لکڻ جي ڍنگ جو استعمال ڏيڻ گهرجي. ان لاءِ استاد کي بورڊ تي بيهي، ٻارن جو توجہ ڇڪائي، اکرن ۽ آوازن جي لکڻ جي ترتيب ۽ آڱرين جي درست چرپر ذهن نشين ڪرڻ گهرجي. پهريائين ٻارن کي ان جي مٿان چاڪ هلائڻ سيکارڻ گهرجي، ان بعد ڪاپيءَ تي پينسل سان ۽ آئيءَ پٽيءَ تي قلم سان لکي ٻارن کان ان جي مٿان اندا پرائڻ گهرجن، ٻارن کان انهيءَ استعمال جي چڱيءَ طرح مشق ڪرائڻ ضروري آهي. ٻارن کي اکرن جي صورتن سمجهائڻ ۽ انهن جي مشق ڏيڻ جو ٻيو طريقو هي آهي: بورڊ تي ڪنهن ڪلئي رنگ ۾ اکر ڇاپي ڇڏجن ۽ ٻارن کي چئجي تہ چاڪ سان انهن جي مٿان لکن. اهڙي دستور راند روند ۾ ٻارن جا اکر سڌاري سگهبا.

ان بعد اکرن ۽ آوازن جي ملاوت سيکارڻ جو سوال ٿو اٿي. اهو ڪم بہ مٿين طريقي موجب سيکارڻ گهرجي. مثلاً پهرئين درجي جي پهرئين سبق ۾ ٻارن کي لفظن جن جدا جدا آوازن سيکارڻ بعد انهن کي ملائي ڏيکارڻ گهرجي ۽ صورتن تي آڱر ۽ چاڪ هلائڻ گهرجي.

**سليٽ ۽ پٽي:** هن منزل تي ٻارن ۾ پاڻيهي لکڻ جو تمام گهڻو چاهہ معلوم ٿيندو، جنهن جو پورو فائدو وٺڻ گهرجي. پر ساڳي وقت سوال ٿو اٿي تہ ٻار ڇا تي لکن ۽ ڇا سان لکن. انهيءَ بابت هڪ مسئلو پيدا ٿيل آهي اهو هيءَ آهي، تہ ابتدائي اسڪولن ۾ اڳئين وانگر پٽين ۽ تختين تي لکائڻ جو ڪم ڪرائجي يا جيئن اڄڪلهہ

عام جام ٿي رهيو آهي، سليٽن تي لکائڻ جو ڪم ڪرائجي، ان بابت ٻن قسمن جا رايا آهن: هڪڙن جو چوڻ آهي ته اڄڪلهه جي ايجادن جو فائدو وٺجي ۽ سليٽون ڪم آڻجن. ٻين جو چوڻ آهي ته ٻارن جي اڪرن سڌارڻ خاطر قلم ۽ پٽيءَ جو استعمال تمام ضروري آهي. جيڪي صاحب سليٽن جي فائدي ۾ آهن، تن جا هي دليل آهن:

١- سليٽن جو استعمال پٽين ۽ تختين جي استعمال کان زياده آسان آهي. منجهس قلم ۽ مس جي تيار ڪرڻ جي محنت ڪرڻي ڪانه ٿي پوي ۽ ٻارن جي قلم ڀڄڻ ۽ ڪم ۾ ٻين رنڊڪن پوڻ جو امڪان ڪونهي.

٢- سليٽ جي استعمال ۾ ٻارن کان زياده صفائيءَ سان ڪم وٺي ٿو سگهجي. پٽي ۽ مس قلم جي ڪم آڻڻ ۾ ٻار، ٻاٽي، ميٽ ۽ مس جي هار وير ڪن ٿا ۽ مس سان آڱريون، پٽيون، ڪپڙا، بينچ، فرش ۽ پٽيون چٽيو خراب ڪريو ڇڏين.

٣- سليٽن جي استعمال ۾ وقت جو گهڻو بچاءُ ٿئي ٿو، ڇاڪاڻ ته لکڻ جي تياري ڪرڻ ۾ ڪوبه وقت ڪونه ٿو لڳي، مگر پٽين تي لکڻ جي تياري ڪرڻ ۾ تمام گهڻو وقت ضايع ٿو ٿئي.

٤- پٽين تي فقط ٿورو ڪم ڪري سگهبو ۽ جيڪڏهن ٻيو ڪم لکڻو هوندو، ته ان جي ميسارڻ جي ضرورت ٿيندي، جنهن لاءِ وري وقت گهرجي.

٥- پٽين تي لکڻ وقت جيڪڏهن ٻار ڪي غلطيون ڪري ٿو وجهي، ته انهن جي ڊاهڻ جو ڪوبه طريقو سواءِ پٽيءَ جي ميسارڻ جي ٻيو ڪونهي، مگر سليٽ تي ڪيل غلطي هڪدم ڊاهي وري سڌاري ٿي سگهجي.

٦- پٽين جي استعمال ڪرائيندڙ استاد کي ٻارن جي مس، قلم ۽ پٽين جي تيار ڪرڻ ۽ سانڍڻ جو خفو پنهنجي ڳلي ۾ وجهڻو ٿو پوي؛ جنهن کان سليٽون استعمال ڪرائيندڙ استاد ڇٽل رهي ٿو.

ٻيا صاحب، جي پٽين استعمال ڪرائڻ جي فائدي ۾ آهن، تن جو چوڻ آهي؛ ته ٻارن جي درست ۽ صحيح تعليم جي اصول کي نظر ۾ رکجي.

١- پٽين جو استعمال جيتوڻيڪ ڪجهه تڪليف وارو آهي ته به ان جي فائدي جي مدنظر اها تڪليف هيچ آهي، جنهنڪري اها تڪليف گوارا ڪري به پٽين جو استعمال ڪرائڻ گهرجي.

عم ۱۱ر ۱۱۵- الف

تعلیم مادري زبان

ا ادا بابا آنا

ب بوٽ خبر انب

ٻ ٻر ٻٽر ٻڪ

ج جانور حجم سج

جھ جھل جھجھو ونجھ

د در بدڪ گند

ڙ ڙب ٻڙن پيڙ

٢- پٽين تي استاد جي اندن مٿان مس سان لکڻ ڪري ٻارن جا اکر تمام سهڻا ۽ عاليشان بڻجن ٿا. قلم سان اکرن کي سنهو ۽ ٿلهو ڪري سگهجي ٿو، جنهنڪري ٻارن کي اکرن جو صحيح خط ڏيکاري سندن مغز ۾ ويهاري سگهجي ٿو.

٣- ٻارن کي خبر آهي ته پٽيءَ تي هڪ دفعي لکڻ بعد هو ان کي ڊاهي نه سگهندا، ان ڪري شروعات ۾ ئي بلڪل خبرداريءَ ۽ آهستگيءَ سان اکر ٺاهي لکندا، جنهن ۾ سندن اکرن جي سڌاري جو راز پنهان آهي.

٤- پٽيءَ تي ٻارن کي جيڪي اکر لکي ڏجن ٿا ۽ جيڪي هو پاڻ لکن ٿا، سي ڪجهه عرصي تائين قائم رهن ٿا، جنهنڪري انهن جي وري وري لکڻ جي ضرورت ڪانه ٿي پوي. ان خاصيت سبب پٽين مان ڪتابن جو ٻيو ڪم وٺي ٿو سگهي، مگر ان جي برعڪس سليٽ تي جيڪي به لکجي ٿو، بلڪل ٿورو وقت جٽاءُ ٿو ڪري.

٥- پٽيءَ جي استعمال ۾ ڪپڙن، هٿن ۽ پٽين وغيره جي خراب ٿيڻ جو دليل ڏنو ويندو آهي، مگر درحقيقت اهو ٻارن کي صفائي سيکارڻ جو طريقو آهي. ٻارن کي مس قلم جي استعمال کان دور رکڻ ذريعي ڪين صفائي سيکاري ڪين سگهبي، مگر ان جي استعمال ڏيڻ ۽ ان جي مشق ڪرائڻ سان ئي ڪين ان ۾ صفائي رکڻ سيکاري سگهبي، چو ته اهو تسليم شده قانون آهي ته "ڪرڻ سکبو آهي." انهيءَ ڪري جيڪڏهن ٻارن ۾ صفائيءَ جو اڻاڳ پيدا ڪرڻو آهي ته کين مس قلم جي استعمال ۾ صرف رهڻ جي ترتيب ڏيڻ گهرجي. اها ئي صحيح تعليم آهي.

٦- پٽيءَ جي استعمال ۾ پئسي جو بچاءُ ٿئي ٿو. سليٽن جي ڀڳ ٽوٽ تي مائٽن جو گهڻو پئسو زيان ٿئي ٿو. ان کان پٽين جي ميسارڻ ۽ تيار ڪرڻ ۾ ٻارن کي گهڻي محنت ڪرڻي پوي ٿي؛ جنهنڪري منجهن جسماني پورهئي سان تعلق ۽ ان لاءِ محبت پيدا ٿئي ٿي.

مٿين دليل مان معلوم ٿيندو ته ٻنهي پٽين ۽ سليٽن جي حق ۾ ڪيل ڳالهين ۾ گهڻي صداقت سمايل آهي. پهرئين درجي ۾ جي ٻارن کي لکڻ جو ڪم شروع ڪرايو ٿو وڃي، اتي جيڪڏهن پٽيون استعمال ڪبيون ته ٻارن جي اکرن بنائڻ ۾ گهڻو مفيد ثابت ٿينديون. ان کان سواءِ لکڻ جي ٿوري ڪم هئڻ سبب سندن استعمال ۾ گهڻي دقت به محسوس نه ٿيندي. پهرازيءَ جي اسڪولن ۾، جتي درسي ڪتابن جي موجود ڪرڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي، اتي انهن پٽين کي ڪتاب جي بجاءِ ڪم آڻي سگهجي ٿو. ان بعد مٿين درجن ۾ جيڪڏهن ٻارن جي لکڻ جو ڪم وڌي وڃي ۽ سندن اکرن ۽ صورتخطيءَ جو بنياد پختو ٿي چڪو هجي، ته هن بيشڪ سليٽون استعمال ڪجن.

هڪ حقيقت جا اسان کي چڱيءَ طرح ريت ذهن نشين ڪرڻ گهرجي، سا هيءَ آهي ته اسڪول جي ڪنهن خاص منزل تي لکڻ جي ڪنهن وسيلي جو استعمال ڪرڻ فرض نه آهي، مگر ڪنهن به وسيلي سان جيڪڏهن ٻارن جي تعليم ۾ سندن اڳرن جي سڌاري جا مقصد برصواب ٿي سگهن ته اهو اختيار ڪري سگهجي ٿو. مطلب ته سليٽ يا پٽيءَ جي ڪم آڻڻ وقت استاد کي ان جي استعمال جي اصولي مقصد کي ضرور پيش نظر رکڻ گهرجي.

**سليٽن تي لکائڻ:** جڏهن ٻارن کان سليٽ جو استعمال شروع ڪرائجي، تڏهن هيٺين ڳالهين جو خاص خيال رکڻ گهرجي:

١- سليٽ تي ليڪون هجن، جن تي ٻار لکن.

٢- سليٽ جو استعمال خبرداريءَ سان ڪجي ۽ اڳر جهلي جهلي لکجن، جيئن اڳرن کي ذري ذري ڌاهڻ جي ضرورت ۽ عادت نه پوي.

٣- سليٽ تان ضرورت وقت اڳرن ڌاهڻ لاءِ ٿڪ استعمال هرگز نه ڪجي. پرسان هڪ صاف ۽ آلي اگهڙي رکيل هئڻ گهرجي جا ڪم اچي.

٤- لکڻ لاءِ ڪوشش ڪري ٿلهي پين استعمال ڪجي، جنهن جو منهن قلم وانگر ٿهيل هجي. پين نرم هئڻ گهرجي، جيئن ٿوري زور ڏيڻ سان قلم جهڙو پرتو اکر لکي سگهي.

**پٽين تي لکائڻ:** ٻارن کي پٽيءَ تي استعمال ڪرائڻ کان اڳ ۾ اهو جاچڻ ضروري آهي ته اها ٻار جي ڪٽڻ، پائڻ ۽ ڪم آڻڻ ۾ سولي ٿيندي يا نه. پٽي جيڪڏهن ١٢-١٤ انچ ڊگهي ۽ ٨ انچ ويڪري هوندي ته ٻارن کي تمام سولي لڳندي. ان کان سواءِ اها هلڪي ۽ لسي هئڻ گهرجي. ٻارن کان پٽي ميسارائي اٿ سگهيءَ تي ڪين آوازن يا لفظن جا اِنڊا پائي ڏيڻ گهرجن. جڏهن پٽي سڪي وڃي تڏهن ڪوشش ڪري هرهڪ ٻار کي پنهنجي روبرو انهن تي لکڻ سيکارجي. روبرو لکائڻ سان ٻار جي قلم ۽ پٽي جهلڻ جي تربيت ۽ لکڻ جي ڍنگ جي درستي ڪري سگهبي ۽ ٻار به خبرداريءَ سان لکندا. اِنڊن جي لکڻ بعد انهن اکرن تي پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻبا ته ڊهي ويندا ۽ انڊا ظاهر ٿي پوندا ۽ وري به ساڳين انڊن تي ٻارن کي لکائجي. اهڙيءَ ريت هڪ ٻن ڏهن جي استعمال بعد ڪين وري پيا انڊا لکي ڏجن. پوءِ جڏهن ٻار انڊن پڙهڻ ۾ ماهر ٿي وڃن، تڏهن ڪين پينسل جا سنها انڊا پائي ڏجن، ته انهن تي لکڻ جي آزمائش ڪن. ڪن صاحبن جو رايو آهي ته پينسل جا انڊا ٻارن کي ٻئي درجي ۾ ڏجن ۽ پهرئين درجي ۾ فقط قلم جي انڊن تي ڪين لکڻ سيکارجي. مگر اسان جي راءِ ۾ سڄو سال ٻارن کان قلمي انڊن پرائڻ جو ڪم ڪرائڻ نه فقط ڏکيو ٿيندو، پر لکائڻ جو سڄو ڪم وقت تي پورو به نه ٿي سگهندو.

١١٦، ١١٧ - الف

تعليم مادري زبان



ص صوف بصر نبض

ع عرب جمعو شمع

ق قمر مقبرو صديق

گ گجر بگي نانگ

گھ گھر پينگھو بگھ

ھ ھر پھر گھ

ي يار ميز بتي

انهيءَ ڪري ان ڪم لاءِ مدي مقرر ڪري چڏڻ جي عيوض اهو ڪم ماستر جي مرضي تي ڇڏڻ گهرجي. جڏهن اهو محسوس ڪري ته ٻار قلمي اندن پرڻ ۾ ڪافي استعمال ڪري چڪا آهن، تڏهن کين پينسل جا اندا وجهي ڏئي ۽ انديءَ جي مناسب استعمال ڏيڻ بعد کين پائمرادو لکڻ سيکاري. اهڙيءَ طرح استاد هرهڪ ٻار جي ڪيل ترقيءَ مطابق فيصلو ڪري ان کان اڳتي هلائي.

سليٽ يا پٽيءَ جي مسئلي ڇيڙڻ کان اڳي اسان ٻارن جي لکڻ جي شوق ڏانهن اشارو ڪيو. انهيءَ شوق جي پورائيءَ لاءِ اسان مٿي سليٽ يا پٽيءَ جي استعمال لاءِ ڏي اشارا ڏنا اهن. ٻارن جي لکڻ واري لاڙي جي پورائي لاءِ ٻيو طريقو هيءُ آهي.

ٻارن کي تصويرن سان ڪي نوٽبڪ ڏجن، جن ۾ هڪ پاسي ڪي تصويرون سندن ڳالن سميت ڏنل هجن ۽ ٻئي پاسي به تصوير جو خاڪو ۽ ان جي نالي ... و پريل هجي. ٻارن کي چئجي ته ان تصوير کي موزون رنگ ڏين ۽ ان جي نالي جو اندو پرين. ٿوري استعمال بعد پريل اندي جي هيٺان کانئن پنهنجي اکرن ۾ به نالا لکاجن. ڪجهه اڳتي هلي ٻارن کان تصويرون ڪيرائجن ۽ نالا به اندن جي مدد کان سواءِ لکائجن. اهڙيءَ ريت لفظن تان جملن تي ۽ جملن تان ننڍڙن فقرن ۽ ٻيتن جي لکڻ جي به ٻارن کي آزمائش ڏيڻي سگهجي ٿي.

لکائڻ جو اهو نمونو ٻئي ۽ ٽئين درجي ۾ به گهڻي دلچسپي پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ ٻارن جي اکرن جي سڌاري لاءِ مشق ڪاپيءَ جهڙو مفيد ڪم ڏيئي سگهي ٿو. اهڙين ڪاپين ۾ ٻار ننڍيون آکاڻيون، بيت، پهاڪا ۽ چوڻيون ۽ ڪتاب جا سبق گهڻي چاه سان لکندا ۽ انهن لاءِ مناسب تصويرون به انهن سان شامل ڪندا.

ٻارن کي جيڪڏهن هڪ دفعو لکڻ جي ترتيب هٿ اچي وڃي، ته پوءِ باقي سوال ٿيندو ان جي آزمائش ۽ مشق جو. اسان جي اسڪولن ۾ ان ڪم لاءِ عام طرح ٻارن کي ڪتاب جي سبقن نقل ڪرڻ لاءِ چيو ويندو آهي. مگر عموماً سبقن نقل ڪرڻ جو مقصد نظرانداز ڪيو ويندو آهي. حقيقت ۾ اهو سڄو ڪم استاد جي شخصي رهنمائيءَ ۽ نظرداريءَ هيٺ ٿيڻ گهرجي. ڪيس ياد رکڻ گهرجي ته اکرن جو سهڻي ۾ سهڻو نمونو ٻارن جي نقل ڪرڻ لاءِ انهن جي اکيان پيش ڪرڻو آهي؛ چو ته ٻار ضرور سندس اکرن جو نقل ڪندا. نقل ڪرڻ جو سوال به، نه فقط ٿهيل ٺهڪيل اکرن يا تيار ٿيل لفظن يا مضمون جي باري ۾ ٿي سگهي ٿو، مگر انهن جي لکڻ جي طريقي، ڍنگ ۽ سلسلي متعلق به پيدا ٿي سگهي ٿو. ان لاءِ جيڪڏهن ٻارن جي روبرو بورڊ يا ٻارن جي ڪاپيءَ، سليٽ يا پٽيءَ تي لکي ڏيندو، ته هو اکرن لکڻ وقت سندس هٿ جي چرپر لکڻ جو ڍنگ به نقل ڪري سگهندا. مشق ڪاپين جي حالت ۾ به،

ٻار ان جي ڇپيل جملي تان ڏسي لکن، ان جي بجاءِ بهتر آهي ته استاد اهو جملو سندن روبرو لکي ڏيکاري. اثر پذيري ۽ نقل ڪرڻ جون خاصيتون ننڍن ٻارن ۾ تيز ٿنديون آهن. جيڪڏهن استاد چاهي ته ٻارن جا اکر سهڻا ٿين ته اول ڪيس پنهنجن اکرن جو گهڻو خيال رکڻ گهرجي. (اکر جي صحيح صورت ۽ ملاوت لاءِ ڏسو ٽي چارٽ).

# مشق

هتي اسان ٻارن کي اکر لکائڻ ۽ سندن سڌارڻ لاءِ مشق ڪاپيءَ ڏانهن اشارو ڪيو آهي. مشق ڪاپي لکائڻ جو مقصد آهي ته ٻارن کي اکرن ۽ لفظن جي صحيح ۽ سهڻي صورتخطي لکڻ جو زياده ۾ زياده استعمال ملي ۽ منجهن اکرن لاءِ شوق پيدا ٿئي. اڄڪلهه مشق ڪاپيءَ لکائڻ جي زياده ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي آهي، ڇو ته ڏينهون ڏينهن ٻارن جا اکر وڃن ٿا خراب ٿيندا ۽ بگڙندا، انهيءَ جا گهڻي ئي سبب آهن.

۱- ٻارن کي شروعاتي اندر پڙهڻ جي آزمائش بلڪل ڪانه ڪرائي وڃي؛ جنهنڪري ٻار پاڻمرادو جيئن اچين ٿو تيئن پيا لکن.

۲- شروعات ۾ سليٽ، پين يا ڪاپي ۽ پينسل جي استعمال ڪرڻ ڪري به سندن اکر خراب ٿيو پون.

۳- سيکاريندڙ پاڻ خوشخط نه آهن ۽ ٻارن جي اکر سڌارڻ جو اونو ڪونه ٿا رکن.

۴- ٻارن جي اکرن سکڻ وقت سندن پوري رهبري ۽ رهنمائي ڪئي ٿئي وڃي، يعني ٻارن کي قلم ۽ ڪاپي جهلڻ جو درست ڍنگ، اکرن، لکڻ وقت هٿ جي درست چرپر ڏيکاري ٿئي وڃي ۽ نڪي سندن غلطين کي سندن روبرو سڌاريو ٿو وڃي.

۵- مشق لکائڻ ۾ تڪڙ ۽ گهڻ ڪان ڪم ورتو ٿو وڃي. موجوده خامين جي مدنظر اسان کي ٻارن جي اکرن سڌارڻ لاءِ گهڻي ڪوشش وٺڻ گهرجي. جيڪڏهن اکرن جي سڌاري جي ڪم ۾ ڪجهه زياده توجه ۽ وقت خرچ ڪرڻو پوي ته ان جو ويچار ڪرڻ نه گهرجي. مشق لکائڻ جي ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ هيٺين قسم جي تياري اڳواٽ ڪرڻ گهرجي:

۱- مسساريل پٽي يا مشق جي ڪاپي، مس ۽ قلم تيار رکي ڇڏجن. مس نه تمام ٿڪي هجي ۽ نه تمام گهاٽي مگر پوري پني هجي. قلم ڏسڻ ۾ پورو پنو ۽ صحيح نموني گهڙيل هجڻ گهرجي. ڇهنب وٽان وچين ۽ ڏسٽي آڱرين جي ڇهنبن جي سلاميءَ جيترو کپيل ۽ وچان چيريل هجي.

۲- قلم، ڪاپي ۽ مس کي موزون نموني ۽ درست جاءِ تي جهلجي. قلم کي وچين آڱر تي ڏسٽي آڱر واري پاسي کان ننهن جي نزديڪ رکي، کيس ڏسٽي آڱر ۽ آڱوٺي سان جهلجي. ڪاپي پنهنجي سامهون ڪاپي پاسي اٽڪل ۲۵-۳۰ درجن جي سلاميءَ تي جهلجي ۽ مس کي ساڄي پاسي کان ٿورو ويجهو ڪري رکجي.

۳- لکڻ وقت ويهڻ جو درست طريقو اختيار ڪرڻ گهرجي. بينچ جي ويهڪ واري جاءِ تي مرڪز جي ويجهو ۽ ڏڌن يا ترن وٽان ٿورو اڳيان ڪاپيءَ جي طرف نمجي. ڇيلهه يا پٺيءَ ۾ ور يا ڪب ڪڏهن به نه وجهجي. جتي ڊيسڪ موجود تي سگهن، اتي زيرو ڊيسڪ تي لکڻ آسان ٿيندو. جتي ڊيسڪ نه هجن ۽ ٻارن کي پٽ تي ويهڻو پوي ته پوءِ کين سلاميءَ واريون صندليون ڏيڻ گهرجن. اهي به جيڪڏهن نه هجن، ته ساڄو گوڏو اُڀو ڪري مٿس تي ڪاپي رکي لکجي. لکڻ جي وقت ٻارن کي اهو ئي طريقو اختيار ڪرڻ ڏجي، جنهن ۾ کين آساني ٿئي.

۴- لکڻ وقت اکرن جي صفائي ۽ سنائي جو خيال رکجي ۽ آڱرين، هٿن، ڪپڙن، ڪاپيءَ، بينچ يا فرش کي مس سان نه ڀرجي. قلم مس ۾ ٻوڙي ڪڏهن به نه ڇنڊجي.

۵- مشق لکائڻ وقت جيڪڏهن معلوم ٿئي ته ڪن ٻارن کي ڪن خاص حرفن يا حرفن جي صورتن يا انهن جي ملائڻ ۾ يا ترتيب ۾ تڪليف ٿي ٿئي، ته انهن کي انهن جي مشق ڪرائڻ ضروري آهي. مثلاً، س جا ڏندان ڪيڏا ۽ ڪيئن ڪيجن، ص يا س جو هيٺيون اڌ گول ڪيئن ڪجي، ل ۽ ا مٿي ڪيترو وڌي وڃجي وغيره.

# مشق لکائڻ جا ٽي طريقا

۱- ماستر ٻارن جي ڪاپين تي سهڻن اکرن ۾ پهرين سٽ پاڻ لکي ۽ ٻار ان تان نقل ڪري باقي سٽون پاڻ لکن.

۲- ماستر سٽ بورڊ تي لکي ۽ ٻار اتان سندس نقل ڪري سڄو صفحو لکن.

۳- مشق جون خاص ڇپيل ڪاپيون ڪم آڻين جن ۾ ڇپيل سٽون ٻار ڏسي لکن. حقيقت ۾ پهريون طريقو بهترين آهي، جنهن ۾ هرهڪ ٻار جي شخصي رهنمائي ٿئي ٿي. ٻار استاد جي لکڻ جو ڍنگ روبرو ڏسي ٿو. مگر چاڪاڻ ته سيني استادن جا اکر سهڻا نٿا ٿين ۽ مختلف شخصن جي اکرن ۾ هڪجهڙائي نه آهي، ان ڪري ڇاپيل مشق جون ڪاپيون قابل پسند سمجهيون وڃن ٿيون. البته ڇاپيل مشق ڪاپين جي ڪم آڻڻ وقت استاد کي ٻاڻ به ڪاپيءَ جي اها سٽ بورڊ تي لکي ڏيکارڻ گهرجي. مشق ڪاپين جي درستي ٻارن جي روبرو ڪجي، جيئن کين لفظن يا اکرن جو درست طريقو ذهن نشين ٿئي. بهتر آهي ته هرهڪ سٽ جي لکڻ بعد ضروري هدايتون ڪجن. غلط لکيل اکر يا لفظ جي مٿان يا ان جي پرسان صحيح لفظ يا اکر لکي ڏيکارجي، ته ٻار پيٽي ڏسن ۽ اها درستي ٻاڻ به ڪن.

# صورتخطي

صورتخطيءَ بابت ماسترن ۾ عام گهڻي غلط فهمي پيدا ٿيل آهي. هو سمجهندا آهن ته صورتخطي لفظن جي هجي سيکارڻ لاءِ هڪ استعمال آهي. مگر ائين نه آهي. صورتخطي لفظ جي معنيٰ آهي خط يا اکر لکڻ جي صورت يا شڪل. پين لفظن ۾ چئجي ته لفظن جي صحيح صحيح صورت سيکارڻ جو استعمال. صورتخطيءَ جي لکائڻ جون گهڻي ئي مرادون آهن جي هي آهن:

۱- صورتخطي لکائڻ سان اهو معلوم ٿيندو آهي، ته اکرن ۽ لفظن جون صحيح صورتون ٻارن جي دماغ ۾ ويٺيون آهن يا نه ۽ جي ها، ته اهي صورتون ٻار پنهنجي خيال سان ڪيڏي لکي سگهن ٿا يا نه. مثلاً، ق کي جدا جدا حالتن ۾ گول ۽ سنئون لکن ٿا يا نه.

۲- صورتخطي لکائڻ سان اهو به جاچي سگهبو، ته ٻارن جا اکر ڪيتري قدر سڌريا آهن.

۳- صورتخطيءَ ذريعي اهو به معلوم ٿيندو ته ٻارن جي لکڻ جي رفتار ڪيتري قدر سڌري آهي.

٤- صورتخطي لکائڻ ذريعي ٻارن ۾ پڙهڻ ۽ ٻـڌل مضمون کي قلمبند ڪرڻ جي طاقت پيدا ٿئي ٿي ۽ ان کي استعمال ملي ٿو.

٥- ان کان سواءِ صورتخطي، مٿين ڳالهين کان سواءِ اها به چڪاس وٺي ٿي تـہ ٻارن کي لفظن جي درست هجي اچي ٿي يا نہ.

هن استعمال جو اصلي مقصد آهي تہ ٻارن ۾ مٿي ڄاڻايل لياقتون پيدا ڪجن. انهيءَ ڪري هن استعمال کي جيترو ٿـي سگهي اوترو هجي جي چڪاس ڪندڙ استعمال طـور گهٽ ڪم آڻجي. مثال طور، جيڪڏهن ڪنهن ڪلاس کي ڪنهن جملي يا ٽڪري جي صورتخطي سيکارڻي هجي، تـہ يادگيريءَ تـان ان جي لکائڻ ۽ چڪاس ڪرڻ جـي بجاءِ گهرجي، تہ پهريائين ٻارن کي اهو ٽڪرو ڏسي لکڻ لاءِ ڏجي يا پهريائين ڪين اهو ٽڪرو ڏيکارجي تہ دماغ ۾ ويهارين ۽ پوءِ ڪين اهو لکائجي. البتہ مٿين درجن جي شاگردن کي انهيءَ جي عيوض فقط هڪ ڏينهن اڳواٽ اطلاع ڏجي جيئن هو پاڙ کي تيار ڪري اچن. مٿين درجن جي حالتن ۾ غلط طريقي ۾ لکيل صورتخطيءَ جون درستيون بہ شاگردن کان ڪرائڻ گهرجن.

صورتخطيءَ لکائڻ کان اڳ ڪلاس جي لياقت آهـر مضمون جـو ٽڪر چونڊجي ۽ اهو خيال ڪري ڏسجي تہ اهو ٽڪرو مقرر وقت اندر لکائي ۽ چڪاسي سگهبو يا نہ. اهڙيءَ تسلي ڪرڻ بعد ٻارن جي لکڻ جي ضروري سامان، ان جي استعمال جي طريقي ۽ سندن وهڪ جي ڍنگ تـي سرسري نظر ڪري وڃـڻ گهرجي. جيڪڏهن هيٺيون درجو آهي تـہ مقرر ڪيل ٽڪرو ڪين ڏيکارجي، پڙهي ٻڌائجي ۽ ڪائڻ پڙهائجي. ان بعد ڪين ڇنجي تـہ انهيءَ ٽڪر جي صورتخطي لکڻي آهي. مٿين ڪلاسن کي ٽڪري ڏيکارڻ يـا پڙهي ٻڌائڻ جو ضرور نـہ آهي. لکائڻ وقت آهستي آهستي ٽڪر ٽڪر ڪري چئبو ٻـارن کي لکائبو هلجي. آواز صاف، چٽو ۽ بلند ڪيجي. مضمون سندس مطلب مطابق ڳـڏي پڙهجي. هرويرو اٽين بہ نـہ ٿئي، جو لفظ لفظ جدا ٿـي پوي جنهن مان ڪوبہ مطلب نـہ نڪري سگهي. لکائڻ وقت هڪ مرڪزي هنڌ تـي بيهجي ۽ اچ وڃ نـہ ڪجي نـہ تـہ ٻـارن جي ڌيان ۽ پڙهڻ ۾ رنڊڪ پوندي. هڪ دفعي ڪنهن ٽڪري جي چوڻ بعد اهـو هرگز ورجائڻ نہ گهرجي. جي ائين ڪبو تـہ ٻار پهرئين دفعي پڙهڻ جي ڪوشش ئي نـہ ڪندا ۽ استاد کي وري وري پڙهڻو پوندو. ان کان سواءِ ٻـارن ۾ ٻـڌڻ ۽ قلمبند ڪرڻ جي لياقت پيدا ڪرڻ وارو مقصد بـہ بـر صواب نـہ ٿيندو. مقرر ٽڪر جـي پوري ڪرڻ بعد شاگردن کي اطلاع ڏيئي، اهـو ٽڪر هڪ دفعو وري بـہ ڪين پڙهي ٻڌائجي. ڪين چئجي تـہ جيڪي ٻـاڻ لکيو اٿـن، سو جاچين ۽ جيڪڏهن ڪي غلطيون ڪيون اٿـن تـہ اهي درست ڪن. پڙهڻ بعد سليٽون يڪدم هيٺ رکائجن، جنان ٻـاڻ

ڪٽي سنڀالجن. ٻارن کي ميز جي طرف سليٽون ڪٽي اچڻ جو حڪم ڏيڻ نہ گهرجي. ڇو تہ ائين ڪرڻ سان ٻارن ۾ بدانتظامي پيدا ٿيندي؛ جي ڏجي تہ هر هڪ بينچ جي ٻارن کي جدا جدا حڪم ڏجي. سليٽون گڏ ڪرڻ بعد انهن جي چڪاس جو سوال پيدا ٿئي ٿو. چڪاس جا ٽي نمونا آهن.

# چڪاس جا نمونا

١- ٻار پنهنجي چڪاس پاڻ ڪن: ٻارن کي ڪتاب جو صفحو ۽ سبق ٻڌائي يا لکايل ٽڪرو بورڊ يا چارٽ تي لکي، کين چئجي تہ ان تان ڏسي پنهنجي صورتخطي چڪاسين. مگر اهو ڪارگر طريقو نہ آهي؛ ڇو تہ سڀڪو ٻار چاهيندو تہ پنهنجيون گهٽ چوڪون نڪرن. ان لاءِ هو پنهنجون چوڪون گهٽ ٻڌائيندو، جنهنڪري منجهن ڪوڙ ڳالهائڻ جي عادت پوندي. ماستري تہ چوڪسي رکندو تہ بہ حقيقت معلوم ڪري نہ سگهندو. ان لحاظ کان هن هي ڪارگر طريقو آهي. مگر جيڪڏهن اوائل ۾ استاد خبرداري ڪندو تہ شاگردن ۾ سچائيءَ، ايمانداريءَ ۽ خودياوريءَ جو انگ پيدا ڪري سگهندو.

٢- هن طريقي ۾ چوڪرا هڪٻئي جون سليٽون مٽائي صورتخطي چڪاسين ٿا. پر هن طريقي ۾ گهڻا عيب آهن. گهڻو ڪري سڀئي شاگرد ائين سمجهندا آهن تہ اسان جي صورتخطي درست آهي؛ پوءِ جيڪڏهن چڪاسيندڙ شاگرد ڪي چوڪون ڪڍيون تہ ان سان وير وجهندا آهن. ڪي شاگرد وري هڪٻئي سان حسد يا ضد هئڻ سبب غير واجبي چوڪون ڪڍندا آهن، ڪي وري هڪٻئي تي چشم پوشي ڪري چوڪون لڪائيندا آهن، جنهنڪري حقيقت جي خبر ڪانہ پوندي آهي. اهڙيءَ ريت هن طريقي ۾ بہ خاميون آهن. مگر جيڪڏهن گهڻا ڪلاس پاڙهيندڙ ماستر پنهنجي وقت بچائڻ خاطر اهو طريقو اختيار ڪندو تہ انهيءَ ۾ ڪو هرج ڪونهي مگر ڪيس وقت بہ وقت شاگردن جي ڪيل چڪاس جي دوباره چڪاس ڪرڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان شاگرد هميشه مناسب نموني ۾ ڪم ڪندا ڇو تہ کين استاد جي دوباري چڪاس جو اونو رهندو.

٣- چڪاس ڪرڻ جو بهترين طريقو آهي ماستر جي ڪيل شخصي چڪاس. هن طريقي ۾ مٿي ذڪر ڪيل خامين جو ڪوبہ خطرو ڪونہ ٿو رهي. شاگردن کي چڪن

لڪائڻ جو موقعو ٿو ملي ۽ نڪي انهن جي وڌائڻ جو. بلڪ استاد کي هرهڪ شاگرد بابت شخصي خبر پوي ٿي تہ ڪهڙو شاگرد صورتخطيءَ ۾ هوشيار ۽ ڪهڙو گهٽ آهي. چڪاس وقت واسطيدار شاگرد کي بہ پاڻ وٽ ويهارڻ گهرجي تہ کيس پنهنجين غلطين جي خبر پوي. ٻارن جي غلطين تي (×) منڊيءَ جو نشان ڪرڻ گهرجي. آخر ۾ سڀني عام غلطين کي هڪ هڪ ڪري ڪڍجي ۽ انهن جي درست صورت ٻارن مان ڪڍائي بورڊ تي لکجي ۽ ٻارن کي نوٽ ڪرائي ڇڏجي. هن طريقي جي هڪڙي هيءَ خامي آهي جو هن ۾ چڪاس ڪرڻ وقت استاد پاڻ مشغول رهي ٿو مگر ڪلاس سمورو واندو ٿيو پوي. ڪلاس کي جيڪڏهن ڪنهن بہ مشغوليءَ کان سواءِ واندو ڇڏي ڏبو تہ ٻار ضرور ڪنهن حرڪت يا مستيءَ کي لڳي ويندا، جنهن مان بدانتظامي پيدا ٿيڻ جو انديشو آهي. انهيءَ ڪري استاد کي گهرجي تہ جنهن وقت پاڻ چڪاس جي ڪم ۾ مشغول آهي، انهيءَ وقت ٻارن کي بہ ٻئي ڪم ۾ رڌل رکي. انهي لاءِ وٽيس تہ دستڪاريءَ ۾ پني جي موڙ جو ڪم ٻارن کي ڏئي، وٽيس تہ ڪتاب مان ڪو ٽڪر ڪڍي لکڻ لاءِ ڏئي.

هتي سيکاريندڙن جي سهوليت ۽ سنڌي داڻن جي صورتخطيءَ ۾ هڪجهڙائي قائم ڪرڻ خاطر الف- بي جي ڪن حرفن جي صحيح صورت ۽ سندين صحيح ملاوت جا چارٽ ڏنا ويا آهن. ڪوشش ڪري اهي چونڊيا ويا آهن، جن کي پنهنجي نرالي صورت آهي يا جن جي اصول تي باقي ٻيا حرف لکجن ٿا. سڀني سنڌي حرفن جي صحيح صورت ۽ ملاوت جو نمونو انهن چارٽن مان معلوم ٿي سگهندو. پهرئين چارٽ مان معلوم ٿيندو تہ الف، گ ۽ ان جي صورت وارن ٻين حرفن کان سواءِ سڀئي حرف نري صورت ۾ ٽين ليڪن جي اندر اچن ٿا ۽ وچ واريءَ بنيادي ليڪ تي بيهن ٿا هرهڪ حرف انهيءَ بنيادي ليڪ کان ڪيترو هيٺ يا مٿي وڃڻ گهرجي سو سنهين ليڪن جي ذريعي ڏيکاريل آهي.

ٻئي ۽ ٽين چارٽ ۾ مختلف حرفن جي، لفظن جي شروعات، وچ ۽ پڇاڙي ۾ صحيح صورت ۽ ملاوت ڏنل آهن. انهن مان ف، ج، جهہ، د، ع ۽ ق جي ملاوت جو نمونو قابل توجهہ آهي. اهڙيءَ طرح انهن جي اصول تي لکيل ٻين حرفن جو قاعدو ٿيندو. ج ۽ جهہ جي ملاوت جو نئون (مصري) طريقو ڏيکاريو ويو آهي، جو ٻارن کي سيکارڻ ۽ سندن صورتخطيءَ جي سڌاري ۾ تمام گهڻي مدد ڪندو. ان طريقي کي مروج ڪرڻ جي خيال سان هيءَ ڪتاب بہ ان اصول تي ڇاپيو ويو آهي. امد تہ سيکاريندڙن لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيندو.

# هجي

لکڻ جي ٻين استعمالن سان گڏ هجي جو استعمال به هڪ اهميت رکندڙ استعمال آهي، جنهن کي مادري زبان جو سيکاريندڙ استاد ڪنهن به حالت ۾ نظرانداز ڪري نٿو سگهي. حقيقت ۾ ٻارن جي تعليم وارن شروعاتي سالن ۾ جيڪڏهن هن جي بنسبت غفلت ۽ سستيءَ کان ڪم ورتو ويو ته ان جو اثر ٻارن جي آئينده زندگيءَ تي پوندو ۽ ساري عمر لفظن جي غلط نموني ۾ هجي ڪندا ۽ لکندا رهندا. انهيءَ ڪري ابتدائي اسڪول جي هيٺين درجن جي استاد جو فرض آهي ته ٻارن ۾ هجي جو بنياد بلڪل مضبوطيءَ سان وجهي، جيئن لفظن جي هجي لکڻ وقت ڪين ڪابه تڪليف يا هٻڪ محسوس نه ٿئي.

لفظن جي هجي ياد ڪرڻ حافظي جو ڪم آهي. انهيءَ ڪري، ان جي حفظ ڪرڻ لاءِ جيترا زياده طريقا ڪم آڻبا اوترو ان جي ياد ٻيهڻ جي زياده اميد رکي سگهجي ٿي. لفظن جي هجي ياد ڪرڻ جا ٽي مکيه نمونا آهن:

١- نظر سان.

٢- آواز سان.

٣- هٿ جي آڱرين جي چرپر سان.

هجي ياد ڪرڻ جو بهترين طريقو اهو آهي جنهن ۾ اهي، ٽيئي يا گهٽ ۾ گهٽ به نمونا اچي وڃن. هن جي وقت ڪتاب تان نقل ڪرڻ يا اتارڻ جو ڪم ڏي بهترين ذريعو ثابت ٿيو آهي، ڇو ته جنهن وقت ٻار ڪنهن ڪتاب تان ٽڪرو اتاري ٿو ان وقت هو ان جي تصوير ڏسندو دماغ ۾ ويهاريندو وڃي ٿو. تنهن کان سواءِ ان جي لکڻ ۾ هو آڱرين هلائڻ سان تحرڪي حافظو به ڪم ٿو آڻي ۽ جيڪڏهن ساڳئي وقت انهيءَ مضمون جا لفظ اچاريندو ۽ سندن هجي به چوندو وڃي ته آوازي حافظو به انهن ٻن سان گڏ عمل ۾ اچي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري زباني تعليم جا ماهر هجي سيکارڻ متعلق نقل نويسيءَ جي حق ۾ متفق آهن. مادري زبان جي سيکاريندڙن کي گهرجي ته هو نقل نويسيءَ کي سمجهه سان ڪم آڻين ۽ منجهانئس ضروري فائدي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ونن.

اسان جي سنڌي زبان هڪ آوازي زبان آهي، جنهن جا لفظ هوبهو سندن آوازن ۽ اچارن مطابق لکيا وڃن ٿا. تنهنڪري جنهن وقت ٻارن کي الف - ب جي حرفن جا آواز معلوم ٿيا ۽ لفظن جو درست اچار دماغ ۾ ويهي ويو، تنهن وقت سندن هجي لکڻ ۾ کين ڪا تڪليف خاص نه ٿيندي. ٻين زبانن جي ڀيٽ ۾ اچار هڪ نموني جو ۽ هجي وري ٻئي نموني جي ٿئي ٿي، انهن ۾ ٻارن کي هجي ياد ڪرائڻ لاءِ سندن دماغ ۾ حافظي تي البته زياده بوجو وجهڻو پوي ٿو. مگر اسان جي الف - ب جي سڀني حرفن کي گهڻو ڪري فقط هڪ آواز آهي. البته ڪي ٿورا حرف آهن جن جو آواز ذري گهٽ هڪجهڙو آهي، مثلاً "ز ۽ ذ، ض ۽ ظ، س، ص ۽ ث، ت ۽ ط" جيتوڻيڪ انهن جي آوازن ۾ به ڪجهه قدر تفاوت آهي.

بهر حال انهن حرفن متعلق خبرداريءَ کان سواءِ عام لفظن جي درست هجي ٻارن کي فقط صحيح تلفظ ۽ اچار ذهن نشين ڪرڻ سان سيکاري سگهجي ٿي. خاص ڪري جڏهن ته وقت پهرئين درجي ۾ زبان جي تعليم ٻارن کي لفظن جي آوازن ذريعي ڏني وڃي ٿي، تڏهن ٻارن کي لفظن جي صحيح اچار پڪائڻ بعد هجي ۾ مشڪلات ٿيڻ نه گهرجي. آوازن جي ذريعي لفظ سيکارڻ جي سرشتي شروع ٿيڻ بعد بلند آواز سان لفظن جي هجي ڪرائڻ جو رواج ڪري وڃڻ گهرجي. مگر ڪن خاص لفظن جي حالت ۾ جيڪڏهن بعض اوقات اهو استعمال ڪيو ويو ته ڪو هرج ڪونهي.

صورتخطي متعلق اسان اهو فيصلو ڏئي چڪا آهيون ته ان کي هجي جي سيکارڻ واسطي استعمال نه ڪري سگهجي، البته هجي سيکارڻ جي بجاءِ ان کي ٻين ڳالهين سان گڏ هجي جي چڪاس وٺڻ لاءِ استعمال ڪري سگهجو. صورتخطي لکائڻ ذريعي اسين فقط اهو معلوم ڪري سگهنداسين ته ٻارن کي ڪهڙن لفظن جي هجي نه ٿي اچي. مگر ان جو مطلب اهو نه آهي ته انهيءَ معلوم ڪرڻ سان اسين کين درست هجي ڪونه به سيکاري سگهنداسين. صورتخطي لکائڻ وقت جيڪڏهن ٻار ڪن لفظن جي هجي غلط لکندا ته انهن غلط لفظن جي لکڻ ۽ ڏسڻ سبب منجهن اهڙي عادت پوڻ جو امڪان آهي. انهيءَ ڪري درست هجي سيکارڻ واسطي جدا ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ هجي جي چڪاس جيتري قدر ٿي سگهي، اوتري قدر زباني طرح ڪري ڇڏجي. ساڳئي دستور جنهن وقت ٻار پنهنجي ڪوشش سان ڪجهه لکن ٿا، ان وقت به لفظن جي غلط هجي لکڻ ۽ منجهن ان عادت پوڻ جو انديشو رهي ٿو، ڇو ته اهڙين اتفاقي غلطين جا امڪان اڳواٽ دور ڪرڻ به ناممڪن آهن. مگر اهڙين حالتن ۾ جيڪڏهن انهن لفظن جي، جيڪي ڪنهن به ڪم ۾ مشغول ٿيڻ جوڳا آهن، اڳواٽ آزمائش ڪري ڇڏجي ۽ ٻارن

ڪان انهن جي نقل نويسي ڪرائبي ته انهن ۾ غلطين ٿيڻ جو امڪان گهٽ رهندو. آزمائي ڏٺو ويو آهي ته اهي لفظ جيڪي ڪنهن مضمون ۾ پڙهيا تا وڃن يا جيڪي تحرير وقت استعمال ٿا ڪجن، تن جي هجي، بمشابهت انهن جي هجي جيڪي ڪنهن مضمون يا حوالي ڪان سواءِ سکجن ٿا، زياده آسانيءَ ۽ پختائيءَ سان ياد بيهي سگهي ٿي، لفظن جي خالي يادداشت ذريعي ياد ڪيل لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ وقت به هجي جي غلطي ٿيڻ جو گهڻو امڪان رهي ٿو. انهيءَ ڪري نون لفظن ۽ سندن هجي جي تعليم جيتري قدر ڪنهن مضمون يا جملي ذريعي ڏسبي اوتري قدر ان جي ياد بيهڻ جو امڪان زياده رهندو. اهڙي قسم جو ڪم ٻارن سان پهرين درجي کان وٺي شروع ڪرڻ گهرجي- جيئن لفظن جي هجي متعلق سندن بنياد مضبوط ٿيندو وڃي.

نئين نصاب جي شروع ٿيڻ ۽ جديد پهرئين ڪتاب جي آوازي طريقي استعمال ٿيڻ بعد ڪيترا ائين پڇي رهيا آهن، ته "هجي جي مضبوطيءَ واسطي شاگردن کان اڳئين وانگر هجي جي زباني مشق ڪرائجي يا نه؟" ان متعلق هن وقت ٻن قسمن جا رايا آهن. ڪن صاحبن جو چوڻ آهي، ته اها مشق اڳئين وانگر باقاعدي جاري رکجي ۽ ٻين جو رايو آهي، ته هينئر شاگردن کي لفظن سيکارڻ لاءِ اکرن جي عيوض آوازن سان شروعات ڪرائي ٿي وڃي ۽ ڪجهه وقت تائين ٻار اکرن جي نالن کان اڻ واقف آهن. ان ڪري نکي هو هجي ڪري سگهندا ۽ نڪي ان جو استعمال ضروري آهي. پيو ته جيڪڏهن ڪين آواز چڱيءَ ريت ذهن نشين ڪيل آهن، ته لفظن جي درست هجي هو زباني طرح هجي ڪرائڻ کان سواءِ ئي لکي سگهندا. ان حالت ۾ هجي ڪرائڻ جو استعمال ضروري نه آهي. اسان بار بار اهو واضح ڪيو آهي ته شاگردن ۾ انفرادي اختلاف ٿين ٿا. هڪ شاگرد جيڪڏهن فقط لفظ جي صورت ڏسڻ ۽ پڙهڻ سان ان جي هجي ياد ڪري سگهي ٿو ته ٻئي کي اهو طريقو ڪابه مدد ڪانه ٿو ڪري جيسين هو زباني طرح ان جي هجي جو آواز ڪريءَ ٿنهنڪري ان جو فيصلو استاد جي سمجهه ۽ مڪاني حالتن تي ڇڏڻ گهرجي. جيڪڏهن استاد پڙهڻ ۾ لکڻ جي ذريعي هجي سيکارڻ جي علاوه ڪن شاگردن کي هجي جو زباني استعمال ڏيڻ ضروري سمجهي ته بلاشڪ ڏئي ۽ باقي شاگردن کي ٻئي ڪم ۾ مشغول رکي.

ٻارن کي هجي جي مشق ۽ استعمال ڪرائڻ لاءِ ڪي رانديون آهن، جن جي ڪم آڻڻ سان گهڻي دلچسپي پيدا ڪري سگهجي ٿي. انهن مان ڪن جا مثال هي آهن:

# هجي لاءِ استعمال

١- هجي جي چٽاپيٽي: ڪلاس کي ٻن ٽولين ۾ ورهائي هرهڪ کي واري وٺيءَ تي هڪ لفظ هجي ڪرڻ لاءِ ڏجي ٿو. ٽوليءَ جي هرهڪ ميمبر کي وارو ڏيو اچبو. جيڪا ٽولي ٿوري ۾ ٿوريون غلطيون ڪري، تنهن ٽوليءَ کٽيو. غلط هجي ڪيل لفظن جي صحيح هجي بورڊ تي لکبي وڃجي. ڪڏهن ٽوليءَ جي مهندارن کان به ٻي ٽوليءَ کي هجي لاءِ لفظ ڏيارجن.

٢- استاد ڪوبه لفظ بورڊ تي لکي ڪجھ سيڪنڊن کان پوءِ ان کي ڊَڪي ٻارن کي پاڻ لکڻ لاءِ چوي. جنهن ٽوليءَ جي گهڻن ميمبرن چوڪ ڪئي تنهن هارايو. سيئي غلطي ڪندڙ هرهڪ لفظ پنج پيرا پاڻ وٽ درست نموني ۾ لکن.

٣- استاد ڪنهن لفظ جا اکر هيٺ مٿي ڪري بورڊ تي لکي ۽ ٻارن کي انهن مان لفظ ٺاهڻ لاءِ چوي. ٻارن کي هن راند ۾ گهڻو لطف ايندو آهي.

٤- ڪنهن لفظ مان کي به وچان وچان اکر ڪڍي ٻارن کي چئجي ته انهن جا ڇڏيل خال ڀري گهربل لفظ ٺاهي ٻڌائين.

٥- هڪ لنبو لفظ لکجي. ٻارن کي چئجي تہ ان آيل اکرن مان جيترا ٻيا لفظ ٺاهي سگهن، اهي ٻڌائين.

٦- ٻارن کي هڪ لفظ ڏجي، ته ان جي پوئين اکر سان شروع ٿيندڙ اوترن ئي اکرن وارو هڪ ٻيو لفظ ٻڌائين. وري ٻيو شاگرد ان جي پوئين حرف سان شروع ٿيندڙ ٻيو لفظ ٻڌائي. اهي لفظ بورڊ تي لکيا وڃن، جيئن انهن لفظن جي ڏاڪڻ ٺهي پوي. جيئن ته:

ڪاٺ

ٺاهہ

هار

راڄ

ڄار

ء- ٻارن کي هڪ لفظ ڏجي ته ان جي فقط هڪ حرف بدلائڻ سان هڪ ٻيو لفظ ناهين، جيئن ته:

ڪٽ - مٽ - اٽ - سٽ - ڏينهن - مينهن - شينهن وغيره.

مٿين ڪلاسن ۾ جيتوڻيڪ هجي جي استعمال ڪرائڻ جي ضرورت نٿي ٿئي، تہ بہ شاگردن جي هجي جو خيال رکڻ تمام ضروري آهي. شاگردن جي تحريري ڪم ۾ هجي طرف خاص توجه ڏجي ۽ غلطيءَ جي حالت ۾ ان تي نشان ڪري مٿان صحيح هجي لکي ڇڏڻ گهرجي. ٻچاڙيءَ جو ڪائڻ انهن جي صحيح هجي ٽي، ٽي يا پنج، پنج دفا لکائي ڇڏجي. شاگردن کي سندن غلط ڪيل لفظن واري هجي ياد ڪرائڻ جو هڪ سهڻو طريقو هي آهي: شاگردن کان هڪ ننڍي ڇوٻڙي رکائجي، جنهن ۾ هو الف - ب وار غلط ڪيل لفظن جي درست هجي لکندا وڃن. سڄو سال ائين ڪندا رهن. سال جي دوران ۾ وٽن لفظن جي چڱي خاصي يادداشت ٿي ويندي، جن جو وقت بوقت آسانيءَ سان مطالعو ڪري سگهندا. هيٺين ڪلاسن ۾ استادن کي عام غلطين وارن لفظن جي درست يادداشت وقتاً بوقتاً ڪلاس ۾ ٽنگڻ گهرجي، جا ڪجهہ عرصي بعد لاهي ڇڏجي. مٿين ڪلاسن جي شاگردن کي شڪي حالتن ۾ لغت جي استعمال ڪرڻ لاءِ هدايت ڪجي ۽ ان جو طريقو، واقفيت وٺائڻ لاءِ سمجهائڻ گهرجي.

# ٢- مضمون نويسي ۽ ٻي تحرير

”روزاني دلچسپيءَ جي موضوعن تي فطرتي ۽ آزاد نموني ۾ سلسليوار تحرير ڪرڻ سيکارڻ“ مادري زبان جي مقصدن مان هڪ اهم مقصد آهي. ابتدائي اسڪول ۾ مادري زبان سيکاريندڙ استاد جو فرض آهي، تہ ٻارن ۾ سهڻي ۽ درست نموني جي اکرن لکڻ جي لياقت پيدا ڪرڻ سان گڏ منجهن آزاد ۽ فطرتي نموني تحرير ڪرڻ جي لياقت پيدا ڪرڻ جي بہ ڪوشش ڪندو رهي. ٻين نقصن سان گڏ اڄوڪن تعليم يافتن ۾ تحرير ۽ اظهار خيالات جي لياقت بہ تمام گهٽ ڏسڻ ۾ ٿي اچي. اسان کي اهو هرگز وسارڻ نہ گهرجي تہ تحرير جي لياقت نهايت ئي اهم ۽ ضروري لياقت آهي، جنهن جي عدم موجودگيءَ ۾ ڪنهن بہ تعليم يافتہ انسان کي صحيح معنيٰ ۾ تعليم يافتہ چئي نٿو سگهجي. اسان جي شاگردن ۾ تحرير جي مادي پيدا ڪرڻ سان گڏ ان لاءِ چاهہ ۽ دلچسپي پيدا ڪرڻ

جي به ڪوشش ونئي آهي، جيئن هو طالب علميءَ جي عرصي ختم ڪرڻ بعد به انهيءَ ۾ طبع آزمائي ڪندا رهن ۽ پنهنجي مادري زبان جي ادب جي ترقيءَ ۾ حصو وٺندا رهن.

ابتدائي اسڪول جي استاد کي ٻارن جي تحريري ڪم متعلق ڪي خاص اصول ڌيان ۾ رکڻا آهن ۽ پنهنجين ڪوشش جي دوران ۾ انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ سعيو ڪرڻو آهي. انهن اصولن مطابق سيکارڻ ذريعي ئي هو ٻارن جي تحرير جو ڪم صحيح طريقي تي هلائي سگهندو. اهي اصول هي آهن:

# تحرير سيکارڻ جا اصول

۱- تحرير سيکارڻ ۾ اسان جي مراد آهي ته ٻارن ۾ درست، موزون ۽ فطرتي نموني ۾ لکڻ جي لياقت پيدا ٿئي، ان ڪري ٻارن کي اجاين ۽ غير ضروري لفظن، اصطلاحن ۽ جملن استعمال ڪرڻ کان باز رهڻ جي تربيت ڏيڻ گهرجي. ڪين سمجهائڻ گهرجي ته پنهنجي مطلب کي ”صاف، سليس ۽ ٿورن“ لفظن جي وسيلي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪن، جا به هڪ قابليت آهي، ڪن ماسترن جي عادت ٿيندي آهي، جو ٻارن کي چوندا آهن، ته فلاڻي موضوع تي هيترين يا هيترين سٽن جو مضمون لکي ڏيکاريو. نتيجو اهو ٿيندو آهي، جو ٻار ڪنهن خاص خيال کي وٺي، پوءِ ان تي پيا لفظن ۽ جملن جي ٿڦ ڏيندا آهن، جيئن استاد لاءِ گهربل سٽن جو تعداد پورو ٿئي.

۲- تحرير جي ڪم ڪرائڻ وقت استاد کي گهرجي، ته ٻارن کي نون لفظن ۽ اصطلاحن جي استعمال جي صحيح تربيت ۽ طريقو سمجهائي، جيئن هو بغير ڪنهن تڪليف يا مونجهاري جي انهن کي استعمال ڪري سگهن. جيڪڏهن ٻارن جي تعليم، درست اصولن تي هلايل آهي ته پوءِ ٻارن کي پنهنجا اصلي خيال ۽ رايا به هوندا، جن جي اظهار لاءِ ماستر کي موزون لفظن ۽ اصطلاحن چونڊڻ ۾ ڪم آڻڻ ۾ ڪين مدد ڪرڻ گهرجي.

۳- مٿين ڪلاس ۾ تحريري ڪم ڪرائيندي استاد کي اها جاچ رکڻ گهرجي، ته ڪهڙا شاگرد ان ڪم ۾ چڱي دلچسپي ۽ سهڻا نتيجا ڏيکارين ٿا. ڪڏهن ڪڏهن استاد کي اهڙا شاگرد هٿ لڳندا، جن کي لکڻ جي الاهي ذات عطا ٿيل هوندي آهي. اهڙن شاگردن جي ۽ انهن جي، جي پنهنجي مادري زبان جي استعمال ۾ چڱا ماهر ڏسڻ ۾ اچن، تن جي خاص همت افزائي ڪرڻ گهرجي.

۴- تحريري ڪم ڪرائڻ کان اڳ زباني ڪم ڪرائڻ گهرجي. زباني ڪم جي بيان ۾ اسين واضح ڪري چڪا آهيون، ته تحريري ڪم لاءِ تيار ڪرائڻ ۾ زباني ڪم جو وڏو حصو آهي. ٻارن جي ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ هڪ خاص فطرتي لهجو ٿئي ٿو، جو لکڻ وقت گم ٿيو وڃي ۽ سندن تحرير هڪ مصنوعي چيز بڻجيو پوي. ڪو ٻار جڏهن پنهنجن دوستن سان ڪنهن بـ حقيقت جو ذڪر ٻهريائين ٿـو ڪري ۽ پوءِ ساڳيو بيان اسڪول ۾ به لکي ٿو ته ٻنهي جي درميان زمين آسمان جو فرق معلوم پيو ٿئي. استاد جو فرض آهي ته تقريري ڪم ۽ تحريري ڪم جي درميان جا مصنوعي ديوار کڙي ڪئي ويئي آهي تنهن کي دور ڪري ۽ شاگردن جي تقريري ڪم جي درميان هڪ گهاٽو تعلق پيدا ڪري. ٻارن کان جيڪو به تحريري ڪم ڪرائي تنهن کي ٻهريائين زباني استعمال طـور ڪلاس ۾ هلائي ٻـارن کي ان بابت چڱي واقفيت ڏئي ۽ ان جي تحريري ڪرائڻ جـي ڪوشش ڪري. چاڻن جو چوڻ آهي ته لکڻ جو ڍنگ يا طرز تحرير لکندڙ جي شخصيت سان وابسته آهي ۽ ان سان تعلق رکندڙ آهي. ان ڪري شاگردن جي شخصيت بنائڻ لاءِ کين پنهنجي فطرتي نوع ۾ تحرير ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪرڻ گهرجي. کين چڱي ته ٻلي ٻين جي طرز تحرير جـا کي معياري نمونا جاچين، مگر پنهنجي تحرير ڪرڻ وقت کين گهرجي ته پنهنجي خيالن کي پنهنجي نموني ۾ ظاهر ڪن ان کان سواءِ کين اها به هدايت ڪرڻ گهرجي تـه لکڻ وقت هو سچائيءَ ۽ صداقت کان ڪم وٺـن ۽ پنهنجيءَ تحرير ۾ اهي ئي رايا ۽ حقيقتون ڏين جي سندن نظر ۾ صحيح آهن.

۵- شاگردن کي مضمون نويسي لاءِ اهـڙا موضوع ڏيڻ گهرجن جـن سان سندين دلچسپي هجي. اڪثر اسڪولي مضمونن جا موضوع اهڙا هوندا آهن، جن ۾ شاگردن کي ذري جيتري به دلچسپي ڪانه هوندي آهي ۽ کين ان تي ڪجهه بـه لکڻ ۾ تڪليف محسوس ٿيندي آهي. ڪي وري اهڙا موضوع هوندا آهن، جن ۾ هـو گهٽي دلچسپي وٺندا آهن ۽ جن تي تحرير ڪرڻ لاءِ بيتاب هونـدا آهـن. جڏهن اسان کي پنهنجي اصلي مقصد ۾ ڪامياب ٿيڻو آهي، ته اسان کي گهرجي ته شاگردن لاءِ اهڙا موضوع ڳولي هٿ ڪريون جن تي هـو پنهنجي ڪوشش ڪري سگهن. عموماً شاگردن ۾ پنهنجي متعلق يـا پنهنجي ڪيل ڪمن جي بيان ڪرڻ لاءِ شوق هوندو آهي ۽ اهڙين ڳالهين بابت لکڻ ۾ بـه هو چڱي دلچسپي وٺندا آهن. درحقيقت اسين به اهڙين ڳالهين ۾ زياده خوش ٿيندا آهيون، مثلاً، هڪڙو شاگرد هڪ گهوڙي يا ڍڳيءَ جي بيان ڪرڻ ۾ اهڙو خوش نه ٿيندو جهڙو انهيءَ بيان جي لکڻ ۾ ته، "مان ڍڳيءَ ڌهڻ ڪيئن سکيس."

ٻارن جي پنهنجن آزمودن بيان ڪرڻ واري رغبت جي مدنظر سندن مضمون لاءِ ڪنهن حاضرين تماشبين يا ٻڌندڙ جماعت جو هئڻ تمام ضروري آهي، انهيءَ لاءِ ته کين معلوم هجي، ته هو ڪنهن شخص کي پنهنجا آزمودا ٻڌائي رهيا آهن. جيترو چاهه ۽ شوق ٻار ٻئي ڪنهن شخص کي هڪ نئين حقيقت جي ٻڌائڻ ۽ بيان ڪرڻ ۾ وٺي ٿو، اوترو شوق هو ان جي بيان لکڻ ۾ هرگز ڪو نه وٺي، ڇو ته ان حالت ۾ ٻار کي خبر آهي ته اهو هڪ اسڪول جو مضمون آهي جنهن ۾ ڪنهن شخص کي ڪا دلچسپي ڪانهي آهي. جيڪڏهن کيس معلوم آهي ته مضمون اهڙو آهي جنهن بابت استاد کي اڳيئي گهڻي خبر آهي ته ان جي لکڻ ۾ هو اوترو چاهه نه وٺي؛ مگر جيڪڏهين کيس پڪ آهي ته استاد لاءِ ڀ اها هڪ نئين ڳالهه آهي، ته ان ۾ هو گهڻو چاهه ڏيکاري ٿو. انهي ڪري اسان کان ڪوشش ڪري ٻار جي مضمون لاءِ حاضرين پيدا ڪرڻ گهرجن، جي ٻارن جي مضمون نويسيءَ لاءِ هڪ محرڪ جو ڪم ڏين. جيڪڏهين مضمون نويسيءَ توڙي اسڪول جي ٻئي ڪم ۾ اسان تعليم جي ڪم کي حقيقي زندگيءَ کان بلڪل علحدو ڪري ڇڏيو ۽ ٻارن جي روزانيءَ زندگيءَ جي دلچسپ ڳالهين جي، اسڪول جي تعليم سان ڪنهن به تعلق پيدا ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي، ته ٻارن ۾ اهوئي خيال پيدا ٿيندو ته اسڪول ۽ زندگي جو پاڻ ۾ ڪوبه لاڳاپو ڪونهي. ان ڪري ٻارن جي سموري تعليم جي دوران ۾ اسان کي اهڙي ڪوشش وٺڻ کپي جيئن ٻار محسوس ڪن ته اسڪول ۾ جيڪي به هو سکن ٿا سا سچي حقيقت آهي ۽ ان جو سندن زندگيءَ سان گهاٽو تعلق آهي. مضمون نويسيءَ ۾ به ٻارن کي اهڙا موضوع ڏجن ۽ اهڙي طرز ۽ نموني ۾ ڏجن، جنهن مان هو معلوم ڪن ته هو ڪن سامعين جي لاءِ هڪ دلچسپ حقيقت بيان ڪري رهيا آهن.

انهيءَ اصول جي مدنظر جيڪڏهين شاگردن کي پنهنجيءَ پنهنجيءَ دلچسپي واري موضوع تي قلم آزمائيءَ جو اختيار ڏنو ويو ته انهيءَ ۾ ڪوبه هرج ڪونهي؛ بلڪ هرهڪ ٻار ائين محسوس ڪندو ته استاد سندس ڪم ۾ دلچسپي ٿو وٺي ۽ کيس سندس اونو رهي ٿو. موضوعن جي چونڊ ۾ اهڙي آزادي ڏيڻ سان ٻارن جي تحرير لاءِ ذوق شوق ٿئي ٿو جو نهايت مفيد آهي.

٦- مضمون نويسيءَ ۾ به ٻارن کي سهڻي ۽ معقول خيال ۽ ويچار ڪرڻ ۽ انهيءَ جي اظهار ڪرڻ ۾ سهڻي ترتيب ۽ سلسلي کان ڪم وٺڻ به سيکارڻ گهرجي. کين اها به هدايت ڪجي ته هو پنهنجي ٻولي اهڙي صاف نموني ۾ ڪم آڻين، جيئن سندن بيان ۽ دليلن کي زوردار بنائڻ ۾ مدد ڪري سگهي. هيٺين ڪلاسن ۾ آڪٽين جي استعمال ذريعي ٻارن کي اهڙي ترتيب ڏيڻي سگهجي ٿي. مٿين ڪلاسن ۾ اختصار لکڻ جو استعمال ڪارائتو ٿي سگهي ٿو.

٧- هڪ ڳالهه، جا وري بہ اسان ياد ڏيارڻ ضروري ٿا سمجهون، سا هيءَ آهي: جيڪڏهن اسين پنهنجين ڪوششن جا سهڻا ۽ قابل پسند نتيجا ڏسڻ چاهيون ٿا، تہ اسان کي گهرجي تہ ڪلاس جي چوديواريءَ ۾ همدرديءَ ۽ دوستيءَ جي اهڙي فضا پيدا ڪريون، جنهن ۾ ڪنهن بہ ڪشمڪش، مارڪٽ يا دٻپ جو ڪوبہ نشان نہ هجي ۽ ٻار پاڻ کي اهڙا باآرام ۽ آزاد سمجهن، جهڙو هو پاڻ کي راند ڪرڻ وقت سمجهندا آهن. ائين ڪرڻ سان اسين پنهنجي سموري ڪوشش کي مفيد بنائي سگهنداسين.

**ٻارن لاءِ مضمون جا عملي استعمال:** ابتدائي اسڪولن جي هيٺين ڪلاسن ۾ تحريري ڪم جي شروعات ڪرڻ لاءِ پهريائين ٻار کان هڪ چوپڙي رکائجي؛ جنهن جي پني تي هو ڪنهن جهوني اخبار، مخزن يا ڪتاب مان تصوير ڪٽي چنبڙائين. تصوير جي هيٺان ٻار منجهس ڏيکاريل مختلف شين جا نالا لکن. پهريائين اهي نالا استاد پاڻ بورڊ تي لکي، جنهن تان نقل ڪري ٻار پنهنجيءَ چوپڙيءَ ۾ لکن. اهڙيءَ طرح ٻار پنهنجي استعمال لاءِ نون لفظن جي هڪ ياد داشت بنائين. مٿين ڪلاسن جا شاگرد زياده لفظ لکن. جيڪڏهن تصويرن ۾ ڪنهن ٿيندڙ ڪم جو نقشو ڪينچيل هجي، تہ لفظن جون ٻہ ياد داشتون ناهجن: هڪ شين جي نالن جي ۽ ٻي ٿيندڙ فعلن جي نالن جي.

ٻئي ۽ ٽئين درجي تائين تحريري مضمون نويسيءَ ۾ نقل نويسي ۽ بورڊ تان اتارڻ جو ڪم ڪرائڻ گهرجي. ان کان سواءِ هيٺ ڏيکاريل استعمالن جا آسان نمونا ٻارن کان ڪرائجن. ٻارن جي هجي ۽ اکرن جي بيهڪ وغيره، جي چڪاس ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن صورتخطي ڪرائجي، تہ ان کان اڳ ۾ ٻارن کي ڪافي تياري ڪرڻ جو موقعو ڏجي.

**خال پرڻ:** هيءَ استعمال ڪلاس ڪلاس آهر ڏکيرڙو ڪري سگهبو، تنهنڪري ڪهڙي بہ ڪلاس ۾ ڪم آڻي سگهجي ٿو. هيٺين درجن ۾ تمام سولي ۽ سادي صورت ۾ ڪم آڻجي ۽ خالن پرڻ ۾ چونڊ ڪرڻ لاءِ لفظن جي ياد داشت ضرور ڏيڻ گهرجي.

**پڙهيل سبق تي سوال جواب:** هي بہ ڪلاس جي درجي آهر ڏکيرڙو ڪري سگهبو. ٻئي درجي کان وٺي هن جو استعمال ٿي سگهي ٿو. ٻئي درجي لاءِ سوال اهڙا ڏيڻ گهرجن، جن جو جواب ذري گهٽ سوال جهڙو هجي.

٣- **تصوير تي سوال:** تصوير جي بيان ۾ جملا لکجن، جن ۾ ڪي خال پرڻ لاءِ ڇڏيل هجن. خالن پرڻ لاءِ ضروري لفظ ڏجن يا نہ بہ ڏجن. (هيٺين ڪلاسن ۾ ضرور ڏجن) هي استعمال سيني ڪلاسن لاءِ موزون مشڪلات آهر ڪم آڻي سگهبو.

**٤- جملي جا لفظ چونڊڻ:** جملي ۾ خال ڇڏي ان لاءِ ڏنگين ۾ ٻه چار لفظ ڏجن ته ٻار انهن مان موزون لفظ چونڊي وجهن. مثلاً: طوطي جو رنگ .... آهي. (ڳاڙهو- پيلو - سائو) اهو استعمال ڳالهائڻ جي سيني لفظن لاءِ ڪم اچي سگهبو.

**٥- جملا ملائڻ:** جملن جون ٻه يادداشتون ڏجن. هڪ جملي جي شروعات وارن ڀاڱن جي ۽ ٻي جملن جي پڇاڙيءَ وارن ڀاڱن جي. ٻارن کي چئجي ته انهن مان هرهڪ شروعات واري ڀاڱي لاءِ ان جي موزون پڇاڙي ڳولي ملائي لکن. اهڙين يادداشتن ۾ سوالن جوابن جون يادداشتون به شامل ڪري سگهبيون.

**٦- لفظ ڪم آڻڻ:** ٻارن کي چئجي ته سبق ۾ پڙهيل نوان لفظ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻين. ٻئي درجي کان وٺي هي استعمال تمام سادي صورت سان شروع ڪجي.

**٧- جمع واحد ڪرڻ:** ٻارن کي جملا ڏجن ۽ کين چئجي ته انهن جي اسمن ۽ فعلن کي جمع يا واحد ۾ آڻي ڏيکارين.

٨- جملن جا لفظ هيٺ مٿي ڪري ٻارن کي چئجي ته انهن کي درست سلسلي ۾ لکي ڏين. اهو استعمال درجي آهر گهٽو ڏکيو ڪري سگهجي ٿو.

**٩- ضدن سان جملا ٺاهڻ:** ٻارن کي جملا ڏجن ۽ کين چئجي ته اهي جملا سندن ضد وارن لفظن سان ٺاهي ڏيکارين. لفظن جا ضد ڏيڻ گهرجن.

**١٠- جملو مڪمل ڪرڻ:** اڌورا جملا لکي ٻارن کي چئجي ته اهي پورا ڪري لکن. ڪڏهن جملي جي مبتدا ڏجي ۽ ڪڏهن خبر. هي استعمال فقط چوٿين درجي کان شروع ڪجي.

**١١- سوالن جا جواب ڳولڻ:** شاگردن کي جملا ڏجن ۽ کين انهن جي موزون سوال ڳولڻ لاءِ چئجي.

**١٢- مضمون:** ٻارن جي حالت ۾ مضمون نويسي ڀرياڻن بلڪل سادي نموني ۾ شروع ٿيندي، جنهن ۾ ٻارن کي پنهنجن ذاتي آزمودن متعلق فقط ٻه چار جملا لکڻا پون. ان ۾ به ڀريائين ٻارن کان زباني ڪم ڪرائڻ گهرجي.

اهڙا استعمال هيٺين نموني جا هجن:

الف: (تو روپيه - لڌو؟) ڪيئن، ڪٿي ۽ ڇو؟

(هن شينهن - ڏٺو؟)

(ٻاهر - لڳي - ؟)

ب: روزانين ڪارگذارين يا ڪمن ڪرڻ جي نموني جو بيان لکڻ، جهڙوڪ:
۱- باه ڪيئن دکائجي؟ ۲- دلي مان پاڻي ڪيئن اوتجي؟ ۳- مينهن کي رسو ڪيئن وجهجي؟ ۴- ٻج ڪيئن پوکجي؟

ج: ڪن رواجي شين جو بيان ڪرڻ، مثال طور، پينسل- ڪرسي- ڪٽ- کهاڙي ۽ گهڙامنجي.

د: چوٿين ۽ پنجين درجي لاءِ "جيڪڏهن آءٌ ...... هجان" وارا استعمال نهايت دلچسپ ثابت ٿا ٿين. اهڙيءَ طرح "سمجهو ته ......" وارا استعمال، جن ۾ ٻار پاڻ کي ٽپالي، پوليس وارو يا فقير وغيره سمجهي پنهنجي زندگيءَ جي ڪنهن هڪ ڏينهن جو بيان لکن ٿا.

۱۳- **گفتگو:** ابتدائي اسڪولن جا ٽئين درجي جا ٻار ٻه سولي نموني جي گفتگو لکي سگهن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن ته اها ناٽڪ جي صورت به وٺي سگهي ٿي. پهريائين پڙهيل سبقن سان شروعات ڪرڻ گهرجي. آهستي آهستي شاگردن جي تصور کي تحرڪ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪري ڪائنن گهوڙي ۽ موٽر، گل ۽ ٻاچيءَ، تار ۽ ڪارڊ، ڪچي سر ۽ پڪي سر، جهوپڙيءَ ۽ بنگلي جهڙن موضوعن تي گفتگو لکارائجي. اهي ڊائلاگ بتدريج زباني ڪم جي ذريعي ناٽڪ جي صورت اختيار ڪري سگهن ٿا.

۱۴- **خط:** خط لکڻ جو ڪم ٽئين چوٿين درجي ۾ شروع ڪرائجي. اوائل ۾ شاگردن جا لکيل خط تمام سادا ۽ ننڍا ٿيندا، پر منجهن خط لکڻ جا سيئي اصول استعمال ڪرڻا پوندا، خاص طور تي پهريون اصول اهو آهي ته خط بلڪل فطرتي نموني ۾ لکيل هجي. اسڪول ۾ جيڪڏهين سچ پچ ضرورت وارا خط شاگردن کان لکايا وڃن ته سيکارڻ ۾ نهايت گهڻي آساني ٿيندي. شاگردن کي خط جا سيئي پاڱا ذهن نشين ڪرڻ گهرجن. رفته رفته ڪين خطن جا ٽي مکيه نمونا **شخصي، واپاري ۽ سرڪاري** سمجهائڻ گهرجن. خط جي مکيه پاڱن ۽ ڏهن مکيه نمونن جو مختصر بيان هيٺ ڏجي ٿو.

## خط جا مکيه پاڱا

**الف: پنهنجو پتو:** هر ڪنهن خط ۾ هي ڳالهه تمام ضروري آهي ته خط جي سري تي سڄي پاسي کان موڪليندڙ پنهنجو سمورو پتو محلي ۽ شهر سميت لکي

۽ ان سان خط جي روانگيءَ جي تاريخ بہ لکي. جيڪڏهين لکپڙه سرڪاري نموني جي آهي تہ موڪليندڙ آفيسر انهيءَ خط تي پنهنجو روانگي نمبر بہ هڻندو. جيئن تہ :

| | |
|---|---|
| ميمن محلہ | نمبر روانگي م- ١٤٧ |
| حيدرآباد سنڌ | ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد سنڌ |
| ١٢ جنوري ١٩٥٠ع | ١- آگسٽ ١٩٤٩ع |

ب : **عبارت ۽ شروعات:** خط ۾ ضروري بيان لکڻ کان اڳ ۾ پهريائين خط وٺندڙ شخص سان موزون نموني مخاطب ٿيو، جيئن رواجي طرح ڪنهن سان ملڻ وقت خوش خير و عافيت ڪبي آهي ۽ احوال ڏبو وٺبو آهي. عبارت جو ۽ شروعات ڪرڻ جو نمونو خط وٺندڙ جي رشتي، حيثيت ۽ لقب وغيره تي مدار رکي ٿو. هتي عبارت شروعات جا چند مثال ڏجن ٿا، جن جي نوع تي ٻيا پڻ استعمال ڪري سگهبا. عبارت لکڻ ۾ اجائي ڊيگهه ڪرڻ نہ گهرجي.

**پٽ ڏانهن :**

نورچشم راحت جان ميان نجم الحسن سدا خوش يا سدا سلامت هجو.

السلام عليڪم و رحمةالله، گهڻي پيار يا سڪ بعد احوال تہ ....

**پيءُ ڏانهن:**

محترم قبلا صاحب، سدا سلامت هجو.

السلام عليڪم و رحمةالله. بعد از آداب و تسليمات جي احوال عرض تہ ......

**وڏي ڀاءُ ڏانهن :**

برادرم عزيز، سدا سلامت هجو.

السلام عليڪم و رحمةالله. نيازن بعد احوال عرض تہ ......

برادرم صاحب، ميان اختر حسين سدا سلامت هجو.

السلام عليڪم و رحمت‌الله. گهڻي پيار بعد احوال تہ ......

**ماءُ ڏانهن:**

محترم والده صاحب، سدا سلامت خوش هجين.
السلام عليڪم و رحمةالله. بعد از قدمبوسيءَ جي احوال عرض ته......

**مامي يا چاچي ڏانهن:**

محترم ماما يا چاچا صاحب، سدا سلامت خوش هجو.
السلام عليڪم و رحمةالله. بعد از آداب و تسليمات جي احوال عرض ته ......

**دوست ڏانهن:**

دوست عزيز، ميان اجمل حسين خان، سدا سلامت خوش هجو.
السلام عليڪم و رحمةالله. احوال ته ... ....

**استاد ڏانهن :**

محترم استاد صاحب.
السلام عليڪم و رحمةالله بعد آداب و قدمبوسيءَ جي احوال ته......

**شاگرد ڏانهن:** (ننڍيءَ عمر وارو)

نور چشم شاگر ميان تجمل حسين، سلامت هجين.
السلام عليڪم و رحمةالله. احوال ته ........

**شاگرد ڏانهن:** (وڏيءَ عمر وارو)

نيڪبخت شاگرد ميان شوڪت حسين، سلامت هجين.
السلام عليڪم و رحمةالله. احوال ته .......

جيڪڏهن ڪن کي اهڙي ڊيگهه يا پٽاڙ پسند نه هجي ۽ عبارت ۾ هڪ عام سادو طريقو پسند ڪن تہ ان لاءِ انگريزي وارو طريقو بلڪل موزون ٿيندو، جيئن انگريزي ۾ "منهنجا پيارا فلاڻا" لکيو ٿو وڃي، اهڙيءَ طرح "عزيزم فلاڻا" ڪم آڻڻ گهرجي.

سرڪاري لکپڙهه يا ڏنڌي ڌاڙيءَ جي خط و ڪتابت ڪرڻ لاءِ عبارت ۾ شروعات ٻئي قسم جي ٿئي ٿي، جنهن جا نمونا هي آهن:

نائب ماستر، هيڊ ماستر ڏانهن:

جناب هيڊ ماستر صاحب ....... اسڪول .... احوال عرض تہ ....

هيڊ ماستر نائب ڏانهن:

مهربان .... صاحب ....... لکجي ٿو تہ .......

هڪجيڏي آفيسر ڏانهن- مهربان ....... صاحب ....... احوال عرض تہ .......

پاڻ کان ٿوري ننڍي آفيسر ڏانهن- مهربان ....... صاحب ....... احوال تہ .......

پاڻ کان ننڍي ڪاموري ڏانهن- مانوارو .... ... لکجي ٿو تہ .......

پاڻ کان وڏي درجي جي "ڪاموري" ڏانهن- مهربان عاليشان .... ... صاحب ....... احوال عرض تہ .......

ننڍو ڪامورو "وڏي" ڪاموري ڏانهن- جناب عاليشان ....... صاحب ....... احوال عرض تہ ....

"ڏنڌي" وارو "پڳي" ڏانهن- مهربان ....... اوهان جي نمبر .... جي جواب ۾ لکجي ٿو تہ ....

ج: **مضمون:** خطن جي اهڙي طريقي سان شروعات ڪرڻ بعد ضروري احوال سهڻي نموني ڏيڻ گهرجي. خط جي ان ڀاڱي کي مضمون چئجي ٿو. ان جو مدار خط جي نموني نموني تي آهي. خط جو مضمون سلسليوار سهڻيءَ ۽ صاف سنڌيءَ ۾ لکڻ گهرجي. جيڪڏهن ڏکو خط هجي تہ جدا جدا احوال لاءِ جدا جدا فقرو لکجي. خط جي سموري مضمون مان لکندڙ جي ادب مروت ۽ سندس حيثيت جي خبر پوڻ گهرجي.

د: **خط جي پڇاڙي:** خط جي مضمون لکڻ بعد ان جي قسم مطابق ان جي پڇاڙي ڪري پنهنجو نالو لکڻ گهرجي. پڇاڙيءَ جا چند سادا نمونا ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| پٽ کي: دعاگو.... | ننڍي ڀاءُ کي: دعاگو.... |
| پيءُ کي: بنده .... | ماءُ کي: بنده |
| وڏي ڀاءُ کي: بنده .... | ماسي يا چاچي کي: بنده |

دوست کي: اوهان جو پيارو دوست يا اوهان جو مخلص ....
استاد کي: بنده
شاگرد کي: دعاگو يا خيرانديش يا خير خواه ....

پاڻ جيڏي يا ننڍي آفيسر کي:
خيرانديش يا خير خواه
پاڻ کان وڏي آفيسر کي:
نيازمند ....
ڏنڍي واري کي: خيرانديش ... يا فقط صحيح

۱۵: **سرنامو يا ائڊريس:** خط جي پوري ڪرڻ بعد ڪارڊ جي پٺئين پاسي سرنامي واريءَ جاءِ تي ۽ لفافي جي حالت ۾ لفافي تي خط وٺندڙ جو سرنامو صاف ۽ سليس نموني ۾ ڇاپائجي. سرنامي ۾ خط وٺندڙ جو سچو نالو سندس لقب القابن ۽ تعظيم جي لفظن سميت لکڻ گهرجي. ان جي پويان سندس تعليمي لياقتون ۽ سندون ڇاپائي پوءِ سندس عهدو لکڻ گهرجي. ان جي هيٺان پوسٽ آفيس جو نالو، تعلقو ۽ ضلعو لکجي. جيڪڏهن وڏو شهر آهي ته پاڙي، گهٽيءَ يا محلي جو نالو لکجي. ٻاهر ويندڙ خط ۾ ضلعي جي پٺيان علائقي ۽ ملڪ جو به نالو لکڻ گهرجي.

پرائمري اسڪولن جي ٻارن کي خطن سان گڏوگڏ ڏنڍي ڏاڙيءَ جي ٻي لکپڙه، جهڙوڪ پوسٽ جا مختلف فارم ڀرڻ، رسيدون لکڻ وغيره به سيکارڻا آهن، جن جي ڪين عملي آزمائش ڏجي ۽ جهڙسي فارم ڀرائجي*

۱۵- **آڪاڻيون:** آڪاڻي، اسڪولي امتحانن ۾ هڪ تمام ضروري ۽ وندرائيندڙ استعمال آهي، ان ڪري زباني توڙي تحريري ڪم ۾ ڪارائتو ثابت ٿئي ٿو. آڪاڻيءَ متعلق زباني ڪم ۾ جيڪي به اشارا ڏنا ويا آهن، سي تحريري ڪم ۾ استعمال ڪري سگهجن ٿا. زباني ڪم جي دوران جيڪي آڪاڻيون ڪرائجن، سي ٻارن کان لکائي به سگهجن ٿيون، ٻارن کي پنهنجين ۽ پڙهن آڪاڻين جي لکڻ ۽ گڏ ڪري ننهن مان آڪاڻين جا نيا ڪتاب ناهڻ لاءِ همٿائڻ گهرجي.

۱۶- **بيان:** بيان جي قوت هڪ سهڻي لياقت آهي، جنهن ۾ وڏو اثر ٿئي ٿو. مادري زبان جي استاد کي اهڙيءَ لياقت پيدا ڪرڻ لاءِ دل و جان سان ڪوشش وٺڻ گهرجي. ان جي شروعات پنجين درجي جي شاگردن سان ڪجي. ٻهريائين ڪين ڪنهن رواجي نظاري يا موقعي جي بيان ڪرڻ جي آزمائش ڏجي، مثلاً: مارڪيٽ، بازار، ڪڪڙن

---

**نوٽ:** ٻي لکپڙه ۽ مضمون نويسيءَ بابت مڪمل هدايتن ۽ مثالن لاءِ ڏسو ڪتاب "مضمون نويسي" لکيل خانبهادر حاجي محمد صديق ميمڻ جو.

جي ويڙهم برسات جو ڏينهن، اسڪول جو جلسو، موٽر لاريءَ جو روانو ٿيڻ؛ بابي جو دوڪان، ريلوي اسٽيشن وغيره.

ڪڏهن ڪِن پنهنجي شخصيت جي بيان لکڻ لاءِ چئجي ۽ اهو ڪلاس کي پڙهي پڌائي، ڪانئن معلوم ڪجي ته اهو ڪنهن جو بيان آهي، ان مان بيان جي صداقت جي خبر پئجي سگهي ٿي. ڪڏهن وري ڪين پنهنجي ڪنهن دوست جي بيان لکڻ لاءِ چئجي؛ جيئن اتفاق سان جيڪڏهن هو گم ٿي وڃي، ۽ پوليس ۾ سندس شڪل ۽ شبيه جو بيان ڏيڻو پوي ته اهو ڪارگر ٿي سگهي.

١٧- **مضمون نويسي:** باقاعده مضمون لکائڻ جو ڪم مٿين ڪلاسن ۾ شروع ڪرائڻ گهرجي. ان جي شروع ڪرائڻ وقت مضمون نويسي بنسبت مٿي ڏنل ستن اشارن کي هر وقت دل ۾ رکجي. خاص طرح اهو جاچڻ گهرجي ته مضمون جو موضوع شاگردن جي زندگيءَ سان ڪيتري قدر تعلق رکندڙ آهي ۽ ڪيتري قدر دلچسپ آهي. شاگردن کي ساڳئي موضوع تي مضمون لکڻ لاءِ مجبور ڪرڻ نه گهرجي، ڇو ته مضمونن جي ڇڪاس وري به هرهڪ جي جدا جدا ٿيندي. تقريري مضمون کان اول تقريري مضمون ڪرائڻ گهرجي. يعني مضمون لکائڻ کان اڳواٽ ان تي زباني طرح سوال جواب ڪرڻ گهرجي. سوال ٿوري وار سلسلي ۾ ڪرڻ گهرجن ته ٻارن جا جواب مختصر بورڊ تي لکجن، ته سڀني سوالن جي جوابن لکڻ سان بورڊ تي هڪ مختصر مضمون لکجي وڃي. ٻارن جا جواب ٿورن وار فقرن ۾ ورهائڻ گهرجن، ته جيئن ٻارن کي پنهنجن خيالن کي ترتيب وار پيش ڪرڻ جي تربيت ملي. مثال طور، جيڪڏهن هو پنهنجي هڪ گهرو جانور تي مضمون لکندا هجن، ته سوالن جي جواب وٺڻ بعد ڪين اهي ٿورن موجب ترتيب وار ناهي لکي ڏيکارجن.

١- پنهنجي گهرو جانورن جو تعارف. ٢- ان قسم جي جانورن جي بدني بناوت. ٣- انهن جي خوراڪ. ٤- انهن جون خصلتون ۽ خوبيون. ٥- رهڻ جو هنڌ ۽ ٦- فائدا.

مضمون کي اهڙن ٿورن ۾ تقسيم ڪرائڻ سان ٻارن ۾ ترتيب ۽ منطقي نموني ۾ خيال ڪرڻ جي عادت پوندي. جنهن جي ذريعي هو ڪنهن به موضوع تي آساني سان خيالن جو اظهار ڪري سگهندا.

بورڊ تي مختصر ريت جوابن نوٽ ڪرڻ بعد شاگردن کي هرهڪ ٿورن جي زباني ٻان ڪرڻ جو استعمال ڏجي، جيئن منجهن هڪ لمبي بيان لاءِ لاڳيتن جملن ڳالهائڻ جو

مادو پيدا ٿئي. اهڙيءَ ريت مختلف شاگردن کان ٿپ ٿپ ڪري مضمون زباني ريت چوائڻ بعد اهو سڄو ڪن شاگردن کان چوائجي. ان بعد اهو ٻارن کان لکائجي.

مضمون لکائڻ وقت ڏسڻ ۾ ايندو تہ زياده وقت ان جي زباني ڪم ۾ صرف ٿئي ٿو ۽ باقي ٿورو وقت ان جي تحرير لاءِ بچي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن ڪلاس ۾ صرف زباني ڪم ڪجي، باقي تحرير جو ڪم ٻارن کي گهران ڪري اچڻ لاءِ چئجي.

ٻارن کي مضمون نويسيءَ جي تربيت ڏيڻ وقت کين ڪي معياري مضمون ڪلاس ۾ پڙهي ٻڌائجن ۽ انهن جي خاص خوبين ڏانهن ڌيان ڇڪائجي، مثلاً: ٿپن جي ترتيب، خيالن جو سلسلو، عبارت جي سلاست ۽ صفائي. ٻوليءَ جي فصاحت ۽ رنگيني طرف سندن خاص توجہ ڇڪائجي ۽ انهن جي تفريق ڪري ڏيکارجي، تہ مضمون نگار اهو مضمون ڪهڙي خاڪي مان تيار ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح لکڻ جي هنر ۽ طرز سمجهائڻ مان منجهن مضمون نويسيءَ جي هڪ سهڻي لياقت ۽ ان لاءِ شوق پيدا ڪري سگهبو.

رفتہ رفتہ شاگردن کي پاڻ مضمون جي موضوع جي خاڪي ناهڻ، ٿپن بنائڻ ۽ انهن کي فقرن جي صورت ۾ آڻڻ جي تربيت ڏيڻ گهرجي. انهيءَ ڏس ۾ سندن پهريون ڪوششون ضرور اڻپوريون ۽ ناقص ٿينديون، مگر درست رهنمائي ۽ همت افزائيءَ سان سٺا نتيجا حاصل ٿي سگهندا.

ڪن صاحبن جو رايو آهي، تہ مضمون پهريائين سليٽ تي ڪچو ڪجي ۽ پوءِ درستي ڪرڻ بعد پڪو ڪرائجي. اسين انهيءَ دستور جي خلاف آهيون، ڇو تہ پهريائين تہ ٻارن ۾ ڪچي مضمون جو خيال پيدا ڪرڻ جي معنيٰ کين غلطين ۽ چوڪن ڪرڻ لاءِ اڻ سڌيءَ طرح همٿائڻ آهي. جيڪڏهن ٻارن کي خبر هوندي تہ سندن پهريون مضمون ڪچو آهي، جنهن کي هو وري سڌاري سگهندا، تہ پوءِ ان جي لکڻ ۾ هو بلڪل بےپرواهيءَ کان ڪم وٺندا ۽ جهڙو تهڙو مضمون لکي ڪٽي استاد جي ٻلي ڪندا، تہ هو پاڻيهي پيو درست ڪندو، مگر جيڪڏهن کين پڪ هوندي تہ مضمون فقط هڪ دفعو لکڻو آهي، تہ پوءِ چڱي خبرداري ڪري ان کي ناهي لکندا. درست ۽ صحيح خيال ڪرڻ ۽ ان جي منطقي اظهار جي تربيت ڏيڻ لاءِ ضروري آهي، تہ ٻار کي ڪچي مضمون لکڻ کان سواءِ ئي پڪو مضمون لکايو وڃي. فڪر نہ آهي تہ جيڪڏهن ٻار پنهنجي مضمون ۾ ڪي چوڪون ڪري وجهي. هرڪو غلطيون ڪري سگهندو آهي. اهي پاڻ سندس لاءِ رهنما ثابت ٿينديون، مگر جيڪڏهن ڏسجي تہ اهڙيءَ خبرداريءَ هوندي بہ ٻار جو مضمون پڙهڻ جهڙو نہ آهي ۽ منجهس غلطيون گهٽيون ڪيل آهن، تہ کيس وري سڌاري لکڻ لاءِ چئجي.

مضمونن نويسيءَ ۾ استاد کي هڪ ٻي بہ خبرداري ڪرڻي پوندي. ڪن ٻارن جي عادت ٿيندي آهي؛ جو پنهنجو خيال اصل نہ ڪندا آهن ۽ استاد جي رهنمائيءَ ۽ مدد تي ٻاڙي ويهندا آهن. جيڪڏهن مضمون جي زباني سمجهاڻيءَ وقت استاد بورڊ تي ٽپ لکندو آهي، تہ انهن کي ٿورو گهڻو بدلائي سدلائي ۽ حرف جملا ڳنڍي ڪٺي مضمون بنائيندا آهن. اهڙن شاگردن کي خاص هدايت ڪرڻ گهرجي ۽ کين سمجهائجي تہ ٽپ مضمون جو پاڱو نہ آهن، مگر ان جي لکڻ ۾ مدد ڪندڙ آهن ۽ کين انهن ٽپن بابت پنهنجا جملا لکڻا آهن. ڪي شاگرد وري اهڙا سست ٿيندا آهن، جو تيسين پنهنجو مضمون نہ لکندا، جيسين ٻئي ڪنهن شاگرد پنهنجو مضمون پورو نہ ڪيو آهي. پوءِ ان جي مضمون کي پڙهي ان تان نقل ڪري لکندا آهن. يا جيڪڏهن استاد ڪو معياري مضمون پڙهي ٻڌايو آهي، تہ اهو ڪٺي لکندا آهن. اهڙن شاگردن جي موجودگي ڏيکاري ٿي، تہ يا تہ انهن مضمون جي سمجهاڻيءَ وقت ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو آهي، يا تہ مضمون جو موضوع سندن دل وڻان نہ آهي. استاد کي ان جي حقيقي سببن معلوم ڪرڻ بعد جيڪڏهن خبر پوي، تہ ان جو سبب فقط سستي ۽ ڪاهلي آهي، تہ پوءِ اهڙن شاگردن تي سخت چوڪسي رکي، کين آئينده لاءِ تاڪيد ڪرڻ گهرجي.

مضمون لکائڻ بعد ان جي چڪاس ۽ درستيءَ جي ضرورت آهي؛ جو ڪم استاد کي ٻاڻ ڪرڻو آهي. ممڪن هجي تہ مضمون جي درستي هرهڪ شاگرد جي روبرو ڪجي ۽ کيس سندس غلطين جي سمجهاڻي ڏجي، مگر عموماً ائين ناممڪن آهي. ان ڪري ضروري آهي تہ مختلف غلطين ۽ هدايتن لاءِ ڪي خاص نشانيون مقرر ڪري ڇڏجن؛ جن مان شاگرد معلوم ڪري سگهي، تہ ڪهڙي غلطي ڪئي اٿس. ائين ڪرڻ سان استاد جو ڪيترو وقت بچي سگهي ٿو. هيٺ مضمون جي ڪن عام غلطين لاءِ نشانيون ٻڌائجن ٿيون. هرڪو استاد پنهنجون پنهنجون نشانيون بہ مقرر ڪري سگهي ٿو، بشرطيڪ ڪلاس کي انهن جو مطلب سمجهائي ڇڏي.

١- هِجي جي غلطيءَ لاءِ نشاني: ﻫ
٢- گرامر جي غلطيءَ لاءِ نشاني: گ
٣- وساريل لفظ لاءِ نشاني: O
٤- غلط يا خام خيال لاءِ نشاني: ؟
٥- ڪتاب تان نقل ۽ ٻئي ڪنهن ڇوڪر تان ڪاپي ڪرڻ لاءِ نشاني: ×.

نوٽبڪن جي چڪاس ڪرڻ وقت اها حقيقت ڪڏهن بہ نظرانداز ڪرڻ نہ گهرجي، تہ ان جو مقصد تعميري آهي ۽ نہ تخريبي. يعني ان جو مقصد آهي، شاگردن کي درست ۽

صحيح نموني ۾ مضمون لکڻ سيکارڻ ۾ نہ فقط غلطيون ڪيڻ. انهيءَ لاءِ شاگردن جي غلطين کي فقط نشان ڏيئي ڇڏڻ ڪافي نہ آهي. جيتريقدر ٿي سگهي انهن جي ڪيل غلطين کي سڌاري ڏيکارجي. جيڪڏهن شاگردن جي غير حاضريءَ ۾ غلطين جي درستي ڪرڻ اثرائتي نہ ٿئي، تہ پوءِ ڪلاس ۾ سڀني جي اکين جي اڳيان ڪرڻ گهرجي. جزوي حالتن ۾ ڪن خاص شاگردن طرف دوستانہ اشارو ڪري ڪين درست ڪجي.

ٻارن کان ڪوبہ تحريري ڪم ڪرائجي، تہ ان جي چڪاس ضرور ڪجي. گهٽو ڪم ڏيئي ان کي چڪاس بغير ڇڏي ڏجي، ان کان بهتر آهي تہ ٿورو ڪم ڏجي، مگر ان جي چڪاس ڪجي. جيڪڏهن ڪنهن وقت شاگرد جو ڪم قابل تعريف هجي تہ اهو ٻين شاگردن کي پڙهي ٻڌائجي، تہ منجهن ريس پيدا ٿئي ۽ لکندڙ جي همت افزائي بہ ٿئي.

مٿين ڪلاسن ۾ مضمون جا هيٺيان موضوع دلچسپ ثابت ٿين ٿا.

۱- جيڪڏهن مان ........................ هجان، نموني وارا هيٺين ڪلاسن لاءِ بہ موزون آهن.

۲- ڪنهن پاسي اوسي واري شهر ڳوٺ ڏانهن مسافريءَ جو بيان ۽ تازن واقعن جو ذڪر.

۳- عذر خواهي جا خط.

۴- اخبار جي ايڊيٽر کي ڪنهن شڪايت متعلق ڪاغذ.

۵- تاريخي ۽ مشهور هستين متعلق مضمون ۽ بزرگ هستين جا سالگره هن قسم جي مضمون لاءِ موزون موقعا آهن.

۶- ڪنهن تصوير جو بيان، ڪنهن راند جي طريقي جي سمجهاڻي، ڪنهن هنڌ جي ڏس ڏيڻ لاءِ سمجهاڻي، خيالي گفتگو وغيره.

۱۸- **اختصار:** هيءُ مٿين درجن لاءِ هڪ نهايت ئي ڪارگر استعمال آهي، جنهن مان انيڪ فائدا آهن. ٻارن جي اسڪولي زندگيءَ ۾ هي استعمال جيترو ٿي سگهي، اوترو جلد شروع ڪجي. اختصار لکڻ سان شاگردن ۾ پڙهيل ٽڪري کي جانچي سمجهڻ، انهن جي حقيقتن کي مغز ۾ وهارڻ ۽ وري مختصر، مگر پر مطلب ٻوليءَ ۾ ظاهر ڪرڻ جي تربيت ملي ٿي. اختصار اسان کي پنهنجي روزاني زندگيءَ ۾ جتي ڪٿي ڪم اچي ٿو، ڇا ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾، ڇا لکڻ ڪرڻ ۾، ڇا آفيسن جي ڪم ڪرڻ ۾، مطلب تہ هرهنڌ اهو اسان کي اجائي پٽاڙ ۽ وقت ترڙي قوت جي زيان کان بچائي ٿو. استاد کي ٻارن ۾

اختصار ڪرڻ جي لياقت پيدا ڪرڻ لاءِ چڱي ڪوشش وٺڻ گهرجي. پهريائين زباني طرح اختصار ڪرائڻ شروع ڪجي پوءِ رفته رفته ان کي تحريري صورت ۾ آڻجي.

١٩- **فقره نويسي:** مضمون نويسيءَ سان گڏ مٿين ڪلاسن جي شاگردن کي مختلف موضوعن تي فقره نويسي جو استعمال به ڪرائڻ گهرجي، مضمون نويسيءَ ۾ شاگردن کي پنهنجن خيالن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ وسيع ميدان مليل آهي، مگر فقره نويسي ۾ کين فقط هڪ محدود دائرو پنهنجن خيالن جي اظهار لاءِ ملي ٿو. انهيءَ ۾ شاگردن جي خيالات ۽ سندن اختصار ڪرڻ جي لياقت جي آزمائش ٿئي ٿي. فقره نويسيءَ ۾ شاگردن جي تحريري طاقت جي سخت آزمائش آهي. جو شاگرد فقره نويسيءَ ۾ ماهر آهي، تنهن شاگرد کي پوءِ ڪنهن به تحرير ۾ تڪليف محسوس نه ٿيندي. شاگردن کي اهو سمجهائڻ گهرجي ته فقره ۾ هميشه هڪ مرڪزي خيال هوندو آهي ۽ اهڙن چند فقرن جي ملائڻ سان ڪنهن به موضوع تي مضمون بنائي سگهجي ٿو.

# مضمون نويسيءَ لاءِ موضوع

اسان اڳئين باب ۾ ڏنو آهي ته شاگردن کي مضمون نويسيءَ ۾ چاهه وٺائڻ ۽ سندن ڪوشش کي صحيح نموني ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ اول ضروري آهي،' ته کين اهڙا موضوع ڏنا وڃن، جن تي هو شوق ۽ آسانيءَ سان تقرير ۽ تحرير ڪري سگهن. اهي موضوع جيڪڏهن شاگردن جي روزاني زندگيءَ سان تعلق رکندڙ ۽ شخصي اظهار لاءِ موقعو پيدا ڪندڙ هوندا ته ضرور ڪامياب ٿيندا. هني ابتدائي اسڪول جي پهرين ڇهن درجن لاءِ ڪي مثالي موضوع ڏجن ٿا. استاد کي پهريائين موضوعن تي زباني ڪم ڪرائڻ گهرجي ان بعد هرهڪ درجي جي "لياقت آهر" انهن تي تحرير ڪرائڻ گهرجي، البت پهرئين درجي ۽ ٻئي درجي ۾ تحرير ڪرائڻ ضروري آهي؛ هيٺين درجن جا ٻار جيڪڏهن انهن موضوعن تي ٥ کان ١٠ سٽن تائين ڪجهه چئي وڃن ته ڪافي سمجهڻ گهرجي، باقي مٿين ڪلاسن جي واسطي استاد اهڙي طرز جا موضوع پاڻهيئي رٿي سگهندو.

### درجو پهريون

١- منهنجو گهر ڪٿي آهي؟ ٢- سليٽ تي ڪيئن لکندو آهيان؟ ٣- مٽيءَ مان ٻلو ڪيئن ناهيو؟ ٤- اسان جي ڪلاس ۾ ڇا ڇا آهي؟ ٥- اسان جي باغ ۾ ڇا آهي؟

٦- مون کي ڪهڙا ڪپڙا پيل آهن؟ ٧- منهنجي ٻاءُ کي ڪهڙا عضوا آهن؟ ٨- ڪالهه ڇوڪري ڌڪو ڪيئن کاڌو؟ ٩- ٻاءُ کي گلاس ۾ پاڻي ڀري اچڻ لاءِ چئوا ١٠- توهين ماني ڪيئن کائيندا آهيو؟ ١١- اڄ پڙهيل هاريءَ جي ڳالهه ٻڌايو. ١٢- ٻکيلين ٻڪرين جي ڳالهه ٻڌايو. ١٣- موتي ڇوڪر ڇا ڪندو آهي؟ ١٤- هٿ ڪيئن ڌوئجن؟ ١٥- هن تصوير ۾ ڇا ٿا ڏسو؟

## درجو ٻيو

١- ڪابيءَ تي ڪيئن لکندا آهيو؟ ٢- پنهنجي دوست کي پنهنجي گهر جو ڏس ڏيو؟ ٣- اوهان جي پاڙي ۾ ڇا ڇا آهي؟ ٤- رات اوهان جي گهر ڀليون ڪيئن وڙهيون هيون؟ ٥- نغارا ڪيئن وڄائبا آهن؟ ٦- گاڏيءَ وارو گاڏي ڪيئن هلائيندو آهي؟ ٧- امان ماني ڪيئن پچائيندي آهي؟ ٨- امان اٽو ڪيئن پيهندي آهي؟ ٩- مان سڻ ڪيئن پائيندو آهيان؟ ١٠- پنهنجي دوست کي مٽيءَ مان صابڻ جي چڪي ٺاهڻ لاءِ سمجهايو. ١١- ليمي ۾ ڇا ڇا آهي؟ ١٢- ڪمند مان ڇا ڇا نهندو آهي؟ ١٣- اوهان جو پيءُ ڇا ڪندو آهي؟ ١٤- منهن ڪيئن ڌوئجي؟ ١٥- هن تصوير ۾ ڇا آهي؟

## درجو ٽيون

١- دلي مان پاڻي ڪيئن اوتجي؟ ٢- هر ڪيئن ڏجي؟ ٣- ٻيجو ڪيئن ڇٽجي؟ ٤- ماکي ڪيئن لاهجي؟ ٥- ڳوٺ واري ڍنڍ، ڪڙئي يا تلاءَ تي ڇا ڏسبو آهي؟ ٦- ٻنسل ڪيئن گهڙجي؟ ٧- واتهڙوءَ کي شهر وڃڻ لاءِ ڏس ڏيو. ٨- ڪتا وڙهندا آهن، ته ڇا ٿيندو آهي؟ ٩- توکي ڇيلاٽي کاڌو ته ڇا ٿيو؟ ١٠- اوهان جي ڪتاب ۾ ڇا آهي؟ ١١- لڪ لڪوٽي راند ڪيئن ڪبي آهي؟ ١٢- ڏندڻ ڪيئن ڪندو آهين؟ ١٣- قميص ڪيئن پائيندو آهين؟ ١٤- اوهان جي ڪلاس ۾ ڇا ڇا آهي؟ ١٥- هن تصوير ۾ ڇا آهي؟

## درجو چوٿون

١- تون ڍڳي ڏهڻ ڪيئن سکئين؟ ٢- گهوڙي کي پلاڻ ڪيئن وجهجي؟ ٣- عيدگاه تي ڇا ڏٺي؟ ٤- اسٽيشن تي ڇا هو؟ ٥- بام ڪيئن ٻاربي آهي؟ ٦- قلم ڪيئن گهڙبو؟ ٧- ڇوڪري پني مان ٻيڙي ڪيئن ٺاهي؟ ٨- ونجهوٽي راند ڪيئن ڪندا آهيو؟ ٩- تنهنجي ماءُ ڪپڙا ڪيئن ڌوئندي آهي؟ ١٠- ڳوٺ ۾ جهيڙو ڪيئن ٿيو؟ ١١- اوهان ميلي تي ويا ته اتي ڇا ڏٺو؟ ١٢- سٽيءَ ۾ ڌاڳو ڪيئن وجهجي؟ ١٣- ڏهه روپيه خرچي ڏبانءَ ته ڇا ڪرين؟ ١٤- توکي سائيڪل هجي ته ڪيئن هلائين؟ ١٥- هن تصوير ۾ ڇا ٿو ڏسين؟ ١٦- پنهنجي دوست جو بيان لکي ڏي. ١٧- تو شڪار ڪٿي ڪيو؟ ١٨- سمجهه ته تون هڪ کهاڙي آهين، پنهنجو بيان ٻڌاءِ. ١٩- خط هجين ته جيڪر ڇا چوين؟ ٢٠- وڏيري جو اٺ هجين ته ڇا چوين؟

# باب ڇهون

# صرف و نحو (گرامر) سيکارڻ

گرامر انگريزي زبان جو لفظ آهي. گرامر جي علم کي اسين صرف و نحو چوندا آهيون. صرف و نحو دراصل عربي زبان جو لفظ آهي، جو پارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ به مروج ٿي ويو آهي. گرامر يا صرف و نحو ٻوليءَ جي بناوت ۽ جوڙجڪ جي اصولن ۽ قاعدن کي چئبو آهي. صرف جو تعلق لفظن سان آهي. اهو سيکاري ٿو تہ لفظ ڪهڙي قسمن جا ٿيندا آهن. اهي ڪيئن جدا جدا صورتون بدلائين ٿا ۽ اهڙي بدل سدل جا ڪهڙا قاعدا آهن. ان کان سواءِ اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ سندن هڪٻئي سان ڪهڙا لاڳاپا آهن. نحو جو تعلق جملن سان آهي. جملا ڪهڙن قسمن جا ٿا ٿين، لفظن جي ملاوت سان جملا ڪهڙيءَ ريت جڙن ٿا ۽ انهن جي ذريعي فقره ۽ مضمون ڪيئن ٿا لکجن، سو علم نحو سيکاري ٿو. ٿورن لفظن ۾ چئجي، تہ گرامر يا علم صرف و نحو ٻوليءَ جي سائنس يا ٻوليءَ جي بناوت جو علم آهي.

ڪنهن بہ زبان جي تعليم سان گڏ، ان جي بناوت ۽ جوڙجڪ جي اصولن جي تعليم بہ ازحد ضروري آهي. يعني ان جي علم ادب جي واقفيت ڏيڻ سان گڏ ٻارن کي ان جي صرف ۽ نحو جي علم (گرامر) منجهان واقف ڪرڻ ضروري آهي. اڳئين زماني ۾ اهو قاعدو هوندو هو، تہ زبان جي تعليم ڏيڻ وقت ٻهريائين ان جي گرامر جي سکيا ڏني ويندي هئي ۽ جيسين شاگردن ان جي گرامر تي مڪمل قبضو نہ ڪيو هوندو هو، ۽ جيسين ان ٻوليءَ جي گرامر جا قانون ۽ استعمال کين برزبان ياد نہ ٿيا هوندا هئا، تيسين کين ٻي ڪابہ تعليم ڏيڻ مناسب نہ سمجهي ويندي هئي. انهيءَ زماني جا يادگار اڄ تائين بہ ڪن اسڪولن جي نالن ۾ قائم آهن. ڪيترن ئي اسڪولن کي اڃا تائين فلاڻو يا فلاڻو ”گرامر اسڪول“ سڏيو ٿو وڃي. هن وقت اسين گرامر کي جيترڻيڪ اهڙي اهميت ڪانہ ٿا ڏيون، تاهم اسڪول جي نصاب ۾ ان جي ضرورت بيشڪ محسوس ڪريون ٿا. ڪي ماڻهو چوندا آهن، تہ گرامر اسان کي تقرير ۽ تحرير ۾ مدد ڪري ٿو، مگر اهو مبالغو آهي. گرامر جي سيکارڻ مان هيٺيان فائدا آهن:

## گرامر سکڻ مان فائدا

١- گرامر جي سکڻ ڪري اسان کي پنهنجي ٻوليءَ جي قاعدن قانونن جي پروڙ پوي ٿي ۽ ان جي باقاعدہ بناوت معلوم ڪرڻ سان ان لاءِ هڪ قسم جي عزت ۽ احترام پيدا ٿئي ٿو ۽ دل ۾ ائين ٿا سمجهون تہ اسان جي ٻولي بہ هڪ باقاعده علم آهي، جنهن جو بنياد زبان جي اصولن تي رکيل آهي.

٢- گرامر جي قانون مطابق ٻوليءَ جي صحت ۽ درستي بابت بحث مباحثو ڪرڻ ۽ پنهنجي راءِ ۾ دليلن ڏيڻ سان اسان جي قوت مناظره ۽ منطق ۾ اضافو ٿئي ٿو.

٣- گرامر جي باريڪ قاعدن ۽ قانونن جي تعليم حاصل ڪرڻ سان شاگردن ۾ جاچ جوچ ۽ کوجنا جي عادت پوي ٿي، سندن خيالات ۽ اظهار خيالات ۾ صفائي ۽ نفاست پيدا ٿئي ٿي.

٤- ان کان سواءِ گرامر جي سکيا جو وڏو فائدو هي آهي، تہ ٻارن ۾ ٻوليءَ جي شناس پيدا ٿئي ٿي، جنهنڪري هو غلط ۽ درست ٻوليءَ جي تميز ڪرڻ سکن ٿا. گرامر جي واقفيت کين هڪ ڪسوٽيءَ جو ڪم ڏئي ٿي، ان ڪري جيتوڻيڪ گرامر سڌيءَ طرح اسان جي تقرير يا تحرير ۾ مدد نٿو ڪري تہ بہ اڻ سڌي طرح ان جي درست استعمال ۾ مدد ڪري ٿو. گرامر جو ڄاڻو ڪنهن بہ تقرير يا تحرير جي صحت بابت گرامر جي اصولن مطابق رايو ڏيئي، ان جون خوبيون ۽ خاميون پڌائي سگهندو.

**گرامر جي سکيا:** اسڪولن ۾ باقاعدي گرامر سيکارڻ بابت تعليمي ماهرن ۾ گهڻو اختلاف آهي. ڪي صاحب چوندا آهن تہ اسڪول ۾ گرامر جو نالو بہ نہ وٺجي ۽ ٻارن کي فقط پنهنجي ٻوليءَ جي صحيح استعمال جي ڪافي مشق ڪرائجي، جيئن کين گرامر جي اصولن سمجهائڻ جي ضرورت ئي نہ ٿئي. ٻيا صاحب وري انهيءَ راءِ جا آهن تہ گرامر جي اصولن ذهن نشين ڪرڻ کان سواءِ منجهن درست ٻوليءَ جو بنياد وجهي کين سگهبو، جنهنڪري گرامر جا قاعدا سيکارڻ تمام ضروري آهن. ٽئين قسم جي ماهرن جو رايو آهي تہ ٻارن کي گرامر سيکارجي، مگر استعمالي نمونن ۾، يعني شاگردن کان سندن ٻوليءَ جي استعمال معرفت ان جا قاعدا ۽ اصول عملي ريت نهرائجن.

گرامر جي ڪري ي اسڪولي نصاب ۾ جاءِ ڏجي يا نہ، ان بحث ۾ وڃڻ هتي ضروري نہ آهي. فقط ايترو چوڻ ڪافي آهي تہ جهڙيءَ طرح ڪنهن بہ اوزار يا مشين جي استعمال ڪرڻ کان اڳ ان جي بناوت ۽ ان جي پرزن وغيره جي ڄاڻ تمام ضروري آهي، اهڙيءَ طرح

زبان جهڙي هڪ روزاني استعمال جي وسيلي جي درست ۽ اثرائتي استعمال لاءِ به ان جي جوڙجڪ ۽ بناوت جي اصولن جي واقفيت لازمي آهي. اِن ۾ شڪ آهي ته ڪنهن مشين يا آلي جي بناوت جي ڄاڻ کان سواءِ به ان جو استعمال ڪري سگهجي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح زبان جو استعمال به ان جي بناوتي اصولن کان سواءِ ڪري ٿو سگهجي؛ مگر ان حالت ۾ پنهنجي غير ماهرانه استعمال سبب وقتي مسئلا پيدا ٿي سگهن ٿا، جن جي حل ڪرڻ واسطي ماهرن جي صلاح مصلحت درڪار ٿيندي. بهرحال جنهن صورت ۾ هن وقت گرامر جي سکيا مادري زبانن جي تعليم جو هڪ ضروري حصو سمجهي ويئي آهي، ان صورت ۾ اسان کي ڏسڻو آهي ته ان جي سيکارڻ جو ڪهڙو طريقو موزون، دلچسپ ۽ اثرائتو ٿيندو. حقيقت ۾ جيڪي صاحب گرامر سيکارڻ جي برخلاف آهن، سي به گرامر سيکارڻ جي رواجي مرده ۽ خشڪ نموني ۾ سيکارڻ سبب، ان جي برخلاف ٿيا آهن. گرامر سيکارڻ جي رواجي طريقي ۾ شاگردن جي حافظي تي اجايو بوجو وڌو ويو ٿو ۽ وچي ۽ بنا سمجهڻ جي ڪين وصفون ياد ڪرايون ٿيون وڃن، ان ڪري نڪي هو گرامر سمجهن ٿا ۽ نڪي ان جي عملي استعمال ۾ ڄاڻو ٿا ڏيکارين انهيءَ سان سيکاريندڙن کي به ڪو لطف يا تسلي حاصل ڪونه ٿئي ۽ ٻار به گرامر جي ناليءَ کان ونڃن نا وڃن.

# ٢- گرامر ڪيئن سيکارجي

گرامر جي اصليت تي جيڪڏهن غور ڪبو ته معلوم ٿيندي ته پهريائين ٻولي ٺهي ۽ پوءِ ان جي بناوت ۽ جوڙجڪ جا اصول سندس مثالن تان ڪڍيا ويا. يعني گرامر ٻوليءَ تان ٺهيو آهي. گرامر سيکارڻ جو طريقو به اهڙوئي هئڻ گهرجي. ان ڪري سيکارڻ جو فطرتي نمونو چئجي ٿو. ٻارن کي سندن ٻوليءَ جي مثالن ذريعي ان جي خصوصيت سمجهائڻ سان گرامر جا قاعدا ۽ اصول ٺهرائڻ گهرجن. سمورو ڪم هڪ راند جي نموني ۾ ڪرائڻ گهرجي، جنهن ۾ ٻار هڪ کوجنا پيا ڪن. سمجهاڻيءَ جو سلسلو اهڙو هئڻ گهرجي، جو ٻار ائين سمجهن ته هو پاڻ هڪ نئون قاعدو بنائي رهيا آهن. ائين ڪرڻ سان ڪين وصفن ياد ڪرائڻ جي ضرورت ڪانه پوندي ٻالڪ هو از خود ڳالهائڻ جي مختلف لفظن جون وصفون پاڻ بڻائيندا ويندا، جو ته جيڪي پاڻ ڏسندا، سمجهندا، معلوم ڪندا تن جي بيان ڪرڻ ۾ ڪين ڪابه تڪليف ڪانه ٿيندي. لفظن جون وصفون جيڪڏهن ٻار پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪن ته ان ۾ اعتراض ڪونهي، بشرطيڪ اهي درست هجن.

رفتہ رفتہ انهن جي ذريعي ڪين دستوري وصفن جي سمجهڻ ۽ ياد ڪرائڻ ۾ بہ تڪليف ڪانہ ٿيندي. سمجهائڻ جو طريقو سولائتو هجڻ گهرجي، جيئن ٻارن ۾ اهو خيال پيدا ٿئي تہ سچو ڪم هو پاڻ ڪري رهيا آهن. ائين ڪرڻ نہ صرف گرامر جهڙي ڪم کي اثرائتو ڪري سگهبو، پر ان جي تعليم بلڪل وڻندڙ ۽ دلچسپ بہ بنائي سگهبي.

گرامر جي وڻندڙ نمونني ۾ سيکارڻ جو اصول قبول ڪرڻ بعد سوال ٿو اٿي، تہ ابتدائي اسڪولن ۾ ان جي تعليم ڏيڻ ڪڏهن شروع ڪرڻ گهرجي. هن وقت ٻارن کي ٽئين ڪلاس کان وٺي گرامر جو ڪم سيکاريو وڃي ٿو. اول اول اڻ سڌيءَ طرح گرامر سيکارڻ گهرجي، جيئن گرامر جي دستوري نمونني جي سکيا لاءِ شاگردن ۾ اڳواٽ ئي بنياد پئجي وڃي. ٻارن جي تقريري توڙي تحريري ڪم وقت ٻوليءَ جي بناوت ۽ صحت تي ڌيان ڏيڻ، ٻوليءَ جا درست محاورا ۽ اصطلاح ذهن نشين ڪرائڻ، معياري نمونني جي ٻوليءَ جي مشق ڪرائڻ ۽ ان جي عادت بنائڻ انهيءَ ڪم جا چند نمونا آهن. شروع ۾ ننڍن ٻارن کي باقاعدي گرامر جا اصول سيکارڻا نہ آهن. اهو ڪم ٿورو دير سان شروع ڪجي. البتہ ٻوليءَ جي سموري تعليم انهن اصولن جي مدنظر ڏيڻ گهرجي. شاگردن کان جملن جي پيچ گهڙ، تفريق ۽ ترڪيب ڪرائڻي نہ آهي؛ ڇو تہ ان وقت جڏهن هو اڃا ٻوليءَ جي استعمال تي مڪمل قبضو ڪري نہ سگهيا آهن، اهڙيون ڳالهيون بلڪل بي مطلب آهن. تاهم ڪين نقل ڪرڻ ۽ اثر پذيريءَ جي ذريعي ٻوليءَ جا درست ۽ معياري نمونا ذهن نشين ضرور ڪرڻا آهن. ٻارن کي اهڙي باطني تعليم ڏيڻ لاءِ ڪين پنهنجي درسي ڪتاب پڙهڻ، لئبرريءَ جي ڪتابن پڙهڻ ۽ گهر ۽ آسپاس مان ٻوليءَ جي ٻڌڻ ۽ ورجائڻ جو استعمال ڏيڻ ڪافي آهي. اهڙي قسم جي پڙهائي ۽ سمجهہ سان ٻڌڻ ۽ ورجائڻ جو ڪم، گرامر جي سڌيءَ سکيا کان زياده اهميت رکندڙ آهي. ڪن حالتن ۾ گهر توڙي ان جي آسپاس ٻار غلط ٻولي ٻڌندا ۽ جذب ڪندا رهن ٿا. ان جو علاج باقاعدي گرامر سيکارڻ ۾ نہ آهي، ان جو علاج آهي باطن جي تعليم رائج ڪرڻ، ۽ ٻارن کي پيل غلط اثرن جي زباني ڪم ۽ پڙهڻ جي ڪم ذريعي جڙ اکيڙڻ. ٻوليءَ جي زباني استعمال ۽ ان جي ٻڌڻ ذريعي ٻار رفتہ رفتہ ٻوليءَ جون عادتون پرائيندو وڃي ٿو ۽ دل ۾ پنهنجي لاءِ ان جا قانون ناهيندو وڃي ٿو. مثلاً: ڪوبہ ٻار جيڪڏهن پاڻ واسطي "منهنجو" لفظ ڪم آڻي ٿو تہ عادت جي مجبوريءَ ۽ پنهنجي سمجهہ مطابق پيءُ سان "منهنجي" لفظ ڪم آڻي ٿو. اهڙيءَ طرح شعوري توڙي لاشعوريءَ طرح هو ٻوليءَ جا درست نمونا جذب ڪندو وڃي ٿو ۽ ضرورت وقت استعمال ڪري ٿو. ان جو مطلب اهو نہ آهي، تہ ٻارن کي اهڙي استعمال

ڏيڻ سان گرامر جو سڄو ڪم پورو ڪري سگهبو ۽ بعد ۾ ٻار، ڪي به غلطيون نه ڪندا، مطلب هي آهي ته هيٺين درجن جي ٻارن ۾ ٻوليءَ جو بنياد مضبوط ڪرڻ لاءِ ايترو ڪم ڪافي آهي. البته ڪانئن زياده ۾ زياده مشق ۽ ذاتي ڪوشش جي ضرورت آهي. هيٺين درجن سان گرامر جي ڪم ڪيڏي چڙڻ جي معنيٰ اها نه آهي، ته استاد يا ٻار جو ڪم گهٽجي ٿو. مگر ان ۾ اهو مقصد رکيل آهي، ته موزون ڪتاب پڙهي، ربانِي ڪم ڪرائي، اصطلاحن ۽ محاورن جي استعمال جي زباني مشق ڪرائڻ جنهن، مفيد ۽ وڻندڙ ڪم ڪرايو وڃي، جو گرامر کان به زياده ڪم ڏيئي سگهي ۽ ان جي سکيا لاءِ هڪ مضبوط بنياد وجهي سگهي.

ٽئين درجي جي دوران ۾ جڏهن گرامر جي باقاعدي سکيا شروع ڪجي، تڏهن مٿي ذڪر ڪيل اصول دل ۾ رکي، پهريائين ٻالهائڻ جي ڪن لفظن جي واقفيت ڏجي. شروعات هميشه جملن سان ڪجي؛ ڇو ته اسان جي خيال توڙي ٻوليءَ جو مفرد جزو "جملو" آهي. جملي کان سواءِ ڪوبه مطلب يا حقيقت ظاهر ڪري نٿي سگهجي. جيڪڏهن اسم سمجهائڻو آهي ته هڪ هڪ جملو ڪري، ٻارن کي چار، پنج اهڙا جملا ڏيکارجن، جن ۾ مختلف اسم ڪم آيل هجن. موزون سوالن جي ذريعي شاگردن کي اهو محسوس ڪرائجي، ته اهي فقط ماڻهن، شين ۽ ٻين ساهوارن وغيره جا نالا آهن. ان بعد ڪين اهو سمجهائجي، ته انهي کي ٻيو اسم به چئبو آهي، جيئن ته "اوهان جو اسم ڇا آهي؟" انهيءَ ڪري مٿي ذڪر ڪيل لفظ سڀيئي نالا يا اسم آهن. انهيءَ سمجهائڻ بعد وري الٽو سوال ڪجين، ته هاڻي ٻڌايو ته اسم ڇا کي چئبو آهي؟ اهڙيءَ ريت اسم جي وصف ڪانئن ٺهرائجي. جيڪڏهن ٻارن کي سڀني قسمن جي اسمن کي هڪ دفعي ذهن نشين ڪرڻ ۾ تڪليف محسوس ٿئي، ته هڪ هڪ قسم ڪري ڪين سمجهائجي، ۽ وصف اها ڪڍائجي ته "اسم اهو لفظ آهي، جو ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو هجي"، يا اڃا به سولو "ماڻهوءَ جي نالي کي اسم چئجي ٿو." آخر ۾ سڀني قسمن جي سمجهائڻ بعد انهن سڀني جون وصفون جوڙ ڪرائي، اسم جي بابت وصف ٺهرائي بورڊ تي لکجي ۽ ٻارن کان پڙهائجي. پڇاڙيءَ ۾ اسم جي استعمال ڪرڻ جي استعمال ڏيڻ لاءِ جدا جدا قسمن جون رانديون ڪرائڻ گهرجن. جملن ۾ خالي جاين ڇڏائڻ، پڇائڻ، اهو ڪنهن جو نالو آهي، اسمن مان جملن جا خال پرڻ، لفظن جي ميڙ مان اسم چونڊڻ، جملن جا خال پرڻ؛ جملن جي خالن ۾ مختلف اسمن جون تختيون رکي، گهٽيءَ جو کهڙو اسم استعمال ڪرڻ ۽ ٻيون اهڙيون رانديون ڪرائي، ٻارن کي سهڻي نموني ۽ وندرائيندڙ ورزش ڏيئي سگهجي ٿي.

لفظن جي واقفيت ڏيڻ سان گڏ شاگردن کي انهن لفظن جي مختلف صورتن، سندن ڪمن، جملي ۾ سندن جڳهه ۽ جملي جي ٻين لفظن سان انهن جي تعلق بنسبت

# تعليم مادري زبان

ڏيڻ به تمام ضروري آهي. اهڙيءَ ريت شاگردن کي رفته رفته معلوم ٿيندو ويندو
ٻوليءَ جا به ڪي خاص قاعدا ۽ قانون آهن، جي ڪين سمجهڻ گهرجن. ڪين
مختلف حالتن ۾ مختلف ڪمن ۽ ٻين لفظن سان مختلف تعلقات جي به پروڙ
پنهنجي ٻوليءَ جي جملن بابت زياده معلومات حاصل ڪرڻ سان هو ان ۾
وڃڻ شروع ڪندا ۽ ان جي درست استعمال لاءِ به عملي ڪوشش وٺندا
آهي ته جيڪڏهن ٻارن کي گرامر جي لفظن متعلق صحيح واقفيت ڏني
فقط سندن ٻوليءَ بابت سمجهه وڌي ٿي، مگر هو پنهنجي تقرير ۽ تحرير ۾
مثلاً حرف جملن جي بابت درست معلومات حاصل ڪرڻ بعد پنهنجي
"۽" لفظ سان ڳنڍڻ جي عيوض ان کي جدا جدا جملن ۾ لکڻ شروع
ح جدا جدا فعلن جي مختلف ڪمن جي واقفيت به سندن ٻوليءَ کي
رڻ ۾ مدد ڪري ٿي.

ٻارڻ ۾ چند خبرداريون ڪرڻ ضروري آهن:

سيکارڻو هجي ته اهو ڇڱيءَ طرح سيکاري پوءِ اڳتي وڌجي.
رفتار ديري ٿي وڃي: ڇو ته بنا سمجهڻ جي جيڪڏهن شاگردن
هو ان ڪم ۾ ڪابه دلچسپي ڪانه وٺندا، ڇاڪاڻ ته ان کي
ي "توروئي ڪاٺجي: مگر ڇهاڙي" واري اصول تي عمل

۽ ۾ عربي ۽ پارسي جا گهڻيئي لفظ آهن، جن جي بناوت
ڪن اصولن جي واقفيت ضرور ٿيندي. مٿين ڪلاسن ۾
ڏني: اتي انهن جي ڪجهه تشريح ڪرڻ واجب آهي.

ڪي به جملا يا مثال ڪم آڻجن، سي ڪوشش ڪري
لئبرريءَ جي پڙهيل ڪتابن مان وٺجن. انهن پڙهيل
۾ تڪليف نه ٿيندي: ڇو ته هو جملن جي معني
هن جملن ۾ ڪم آيل لفظن جي واقفيت ۽ انهن ۾
لطف ۽ مزي وٺائڻ ۾ مدد ڪري ٿي.

# باب ستون

# راند روند جو طريقو

## ١- مادري زبان ۾ ان جي ضرورت

راند روند جي هڪ فطرتي مشغولي آهي. ڪهڙي به عمر جو انسان هجي ته به راند روند ۾ هو ضرور چاهه وٺندو. اهو ڪهڙو انسان آهي، جنهن کي راند مان چشڪو نه ايندو هجي! تعليمي ماهرن به ڪوجنائون ڪري ڏٺو آهي ته سيکارڻ جو ڪم، راند روند ۽ وندر وارو طريقو ٻين سڀني طريقن کان زياده ڪامياب ثابت ٿو ٿئي. اها هڪ تسليم شده حقيقت آهي ته ٻار راند جي شوق ۾ زياده ۾ زياده مشقت ڪرڻ لاءِ آماده ٿين ٿا. بالغن جي حالت ۾ ڏسبو ته اهي به وندر جهڙي ڪم ۾ زياده دلچسپي ٿا ڏيکارين. نهيءَ ڪري جيڪڏهن راند جي ذريعي پيدا ڪيل ذوق ۽ شوق، سيکارڻ جي ڪم ۾ ستعمال ڪبو ته نهايت مفيد ثابت ٿيندو.

مادري زبان جي تعليم ۾ راند روند جو طريقو به گهٽي قدر ڪم آڻي ٿو سگهجي. گر ان باري ۾ اهو وسارڻ نه گهرجي، ته فقط هن طريقي جي استعمال سان ڪوبه ڪم ڪمل طرح سيکاري نه سگهبو، ڇو ته هي صرف هڪ امدادي طريقو آهي جو سيکارڻ جي ٻين طريقن جي مدد ڪري ٿو ۽ انهن کي زياده دلچسپ بنائي سگهي ٿو. ڪنهن بجي مضمون کي راند جي صورت ۾ پيش ڪرڻ جي بجاءِ ان سموري ڪم ۾ راند جو ڪ جذبو پيدا ڪري سگهبو، جنهن جي بدولت اهي سڀئي مشغوليون جيڪي رواجي طرح بيڪر هڪ پورهيو نظر اچن، سي ٻار خوشيءَ سان ڪندا رهندا.

منصبي طريقي (رٿن پٽاندڙ طريقي) جو مثال وٺي ڏسو ته ڪيئن نه ٻار راند جي ذبي هيٺ اهي سڀ ڪم ۽ استعمال جيڪي رواجي طرح اهڙا دلچسپ نه آهن، نهايت بق ۽ شوق سان ڪندا ٿا رهن! ان کان سواءِ راند روند ۽ وندر جي ذريعي جيڪي به ن کي سيکارجي ٿو، سو ڪين چڱيءَ طرح ذهن نشين ٿي وڃي ٿو. راند روند جي

طريقي جي استعمال وقت اها خبرداري ڪرڻ گهرجي تہ ٻارن جو چاهہ ڪم سکڻ جي عيوض صرف راندين ۾ نہ لڳي وڃي.

هاڻي ڏسون تہ مادري زبان جي سکڻ ۾ راند روند جا ڪهڙا نمونا استعمال ڪري ٿا سگهجن.

# راند روند جا استعمال

١- **ڊائلاگ يا ناٽڪ:** زباني ڪم متعلق جيڪي بيان ڪيو ويو ان جي دوران ۾ اسين ناٽڪ يا ڊائلاگ ڪرڻ جي اهميت ۽ ضرورت واضح ڪري آيا آهيون. ناٽڪ يا نقل ڪرڻ ٻارن جي فطرتي عادت ٿئي ٿي. مادري زبان جي استعمالن ۾ ناٽڪ جي ڪم مان پوري فائدي حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺين حقيقتن جو خيال رکڻ گهرجي:

(الف) تيار ٿيل ناٽڪ جي پيش ڪرڻ کان وڌيڪ ڌيان، ان جي تياريءَ جي دوران ۾ ڊائلاگ تيار ڪرڻ، راڳن لکڻ، اسٽيج بنائڻ، ڊريسن منتخب ڪرڻ ۽ ناٽڪ جي استعمال ڪرڻ تي ڏيڻ گهرجي، ڇو تہ ٻارن جي دلچسپي ناٽڪ جي پيش ڪرڻ کان زياده انهن ڪمن ۾ لڳي ٿي.

ب: ٻارن جا ناٽڪ جيترو ٿي سگهي اوترو پبلڪ ۾ گهٽ ڏيکارجن. ٻارن کي ائين سمجهڻ گهرجي، تہ هو صرف پنهنجي لاءِ ناٽڪ جي تياري ڪري رهيا آهن.

ج: ننڍن ٻارن لاءِ ناٽڪ سادا ۽ سولا هئڻ گهرجن ۽ آڪاٽيون ايسپ جي آڪاڻين مان چونڊڻ گهرجن. گهڻي سامان جي! جمع ڪرڻ تي وقت ۽ قوت ضايع نہ ڪجي. ڪرسيءَ منجهان گهوڙي، پيڙيءَ قلعي يا مڪان جو ڪم وٺجي. آڪاڻي صفا ۽ سولي هجي، جنهن جو سورو ڪم ۽ مطلب ٻارن جي دماغ ۾ ويهي سگهي.

د: ناٽڪ جي تياري ٻارن جي خيال ۽ رائي موجب ٿيڻ گهرجي، استاد کي ان ۾ ٻارن جي رهبري ۽ رهنمائي ڪرڻ گهرجي.

هہ: ٻارن جي تلفظ، ٻوليءَ ۽ ڳالهائڻ جي طرز وغيره جي موزون نموني ۾ ۽ موزون وقت تي ڪرڻ گهرجي. درستي اتي يا پوءِ جيئن مناسب لڳي تيئن ڪجي.

و ۽ ناٽڪن کان سواءِ ٻيا به اهڙي قسم جا ڪم ڪرائڻ گهرجن، جن ۾ دلچسپ ڊائلاگ ڪم ايندو هجي. مثلاً، ڪيس هلائڻ، جنهن ۾ جج، جوري، وڪيل، شاهد ۽ جوابدار وغيره پنهنجو پارٽ ادا ڪري ڏيکارين. اهڙيءَ طرح نوڪريءَ لاءِ اميدوار ڪان ملاقاتون وٺڻ وغيره.

۲- **مخزن:** ٻارن کان پنهنجي دلچسپيءَ ۽ ونڊر لاءِ هڪ چوپڙي رکائڻ گهرجي، جنهن ۾ هو پنهنجون آکاڻيون، مضمون، راڳ ۽ چرچا وغيره لکن. اهڙين شخصي مخزنن مان مضمونن جو انتخاب ڪري ڪلاس مان چونڊيل ايڊيٽرن جي حوالي ڪجي، جي ان کي هڪ ڪلاس مخزن جي صورت ۾ آڻين ۽ ڪنهن خوش خط شاگرد کان لکائي، ڪلاس ۾ رکي ڇڏين. اهڙيءَ ريت ڏسي اهڙين ڪلاس مخزنن مان وري هڪ اسڪول جي مخزن تيار ڪجي. جنهن جي لاءِ وري جدا ايڊيٽر مقرر ڪرائجن. عموماً اهڙين مخزنن جي ڇپائڻ لاءِ خرچ جو بندوبست ڪرڻ ڏکيو ٿيندو آهي. بهرحال ڇپيل مخزن جي عيوض هٿ جي لکيل مخزن به چڱو ڪم ڏيئي سگهي ٿي. اها ٻارن جي اظهار خيالات جو هڪ سهڻو وسيلو آهي ۽ جيتوڻيڪ منجهس صرف بهترين مضمون درج ٿي سگهن ٿا. ته به شاگردن لاءِ هڪ مثال جو ڪم ڏئي ٿي ۽ کين پنهنجي ڪوشش لاءِ آماده ڪري ٿي.

۳- **رانديون:** انهن ٻن مشغولين کان سواءِ مادري زبان جي روزاني تعليم ۾ استاد ٻار کان ڪيترين ئي دلچسپ رانديون ڪرائي سگهي ٿو، جن جي وسيلي ٻارن کي پنهنجي زبان جي چڱي مشق ملي ٿي. انهن مان ڪي رانديون هتي ڏجن ٿيون. زباني تعليم جي هر هڪ پهلوءَ تي استاد ٿوريءَ ڪوشش ڪرڻ سان ڪئين رانديون پاڻ ناهي ۽ استعمال ڪرائي سگهي ٿو.

۱- ٻارن جي اکيان هڪ تصوير ٽنگجي، جنهن ۾ گهٽي ۾ گهٽيون شيون هجن، کين چئجي ته ان تصوير منجهان اهڙين شين جا نالا لکن، جي سڀ هڪ ئي اکر سان شروع ٿيندڙ هجن. يا چئجين ته الف- بي جي سيني اکرن سان شروع ٿيندڙ نالن وارين شين جا نالا لکن.

۲- ڪاٺ يا دفتريءَ جون پٽيون ناهجن، جن تي هڪبئي جي هيٺان اکر يا لفظ لکجن. هرهڪ اکر يا لفظ جي هيٺان ڪجهه جاءِ ڇڏيل هجي. ٻارن کي ٻيا اهڙا لفظ يا اکر ڏجن ۽ چئجن ته پٽيءَ تي لکيل اکرن يا لفظن سان ملائي ناهي ڏيکارين، جيئن سندن ملاوت مان ڪو لفظ يا جملو ناهي.

۳- ڪلاس جون ٻه ٽوليون، الف ۽ ب ناهي، هر هڪ ٽوليءَ جي سيني شاگردن کي دفتريءَ جي ٽڪلين تي ڪي مختلف لفظ لکي ڏبا جي هو پاڻ وٽ اپتا ڪري

رکندا. الف ٽوليءَ جو هڪ شاگرد پنهنجو ڪارڊ کڻي ٻيءَ ٽوليءَ جي سامهون بيهي انهن کي ٻن، ٽن سيڪنڊن لاءِ ان تي لکيل لفظ ڏيکاريندو ۽ وري لڪائي ڇڏيندو. پوءِ ان ٽوليءَ جي ڪنهن به شاگرد کان اهو لفظ پڇندو. جيڪڏهن اهو شاگرد درست پڙهي ويو، ته الف ٽوليءَ وارو شاگرد ب ٽوليءَ ۾ ويهي رهندو. وري ب ٽوليءَ وارو هڪ شاگرد پنهنجو ڪارڊ کڻي الف ٽوليءَ جي اهڙي چڪاس ڪندو، جيڪڏهن درست جواب مليس ته پاڻ اتي ويهي رهندو، مگر جيڪڏهن جواب نه مليس يا غلط مليس، ته غلطي ڪندڙ شاگرد کي پنهنجي ٽوليءَ ۾ ڪاهي ويندو. وري انهيءَ ٽوليءَ جو شاگرد، سندس ٽوليءَ جي آزمائش لاءِ ويندو. پڇاڙيءَ جو جنهن ٽوليءَ ۾ زياده شاگرد هجن تنهن رند کٽي.

٤- **هي ڇا آهي؟** شاگردن کي گول چڪر ۾ ويهاري منجهائن هڪ کي وچ تي ويهاريو. سڀئي شاگرد پنهنجي پنهنجي سليٽ تي ڪو نه ڪو لفظ لکي، پنهنجون سليٽون ان شاگرد جي پڙهڻ لاءِ سامهون جهلين، پوءِ اهو شاگرد هڪ هڪ ڪري سليٽون پڙهندو وڃي، جيڪڏهن ڪنهن لفظ تي ٻن، ٽن سيڪنڊن کان زياده هٻڪيو يا صفا پڙهي نه سگهيو، ته جنهن شاگرد جو لفظ پڙهي نه سگهيو تنهن سان جاءِ مٽائيندو. وري اهو شاگرد سليٽون پڙهندو. اها راند ٻين نمونن ۾ به ڪري سگهبي. لفظن جي عيوض جملا به لکي سگهجن ٿا، يا لفظن ۽ جملن پڙهائڻ جي وچ واري شاگرد کان لفظن جا ضد، واحد، جمع، سوالن جا جواب، جوابن جا سوال پڇي سگهن ٿا. جنهن حالت ۾ وچ وارو شاگرد منجهي پوي، ان حالت ۾ سليٽ وارو شاگرد ان جو جواب ڏيئي پوءِ وچ ۾ وڃي سگهندو. پر جيڪڏهن ڪو شاگرد سڀ جواب درست ڏيئي وڃي، ته پوءِ ٻيو نمبر سندس جاءِ تي ايندو.

٥- **لڪ لڪوٽي:** لفظ يا جملا ڪارڊ تي لکجن. ڪلاس مان هڪ شاگرد کي ٻاهر موڪلجي ۽ باقي شاگردن کان اکيون پورائي ڪارڊ ڪلاس ۾ هيڏانهن هوڏانهن پکيڙي رکجن. پوءِ شاگرد اکيون کولين ۽ اهو فيصلو ڪن، ته ٻاهريون شاگرد ڪهڙو لفظ يا جملو اچي ڪڍي، هڪ شاگرد ٻاهر موڪلي کيس اهو ٻڌائجي. پوءِ هو ڳولا ڪري ۽ گهربل ڪارڊ ڪڍي. جيڪڏهن ڪلاس جون ٻه ٽوليون کيل آهن، ته هرهڪ ٽوليءَ جو هڪ شاگرد ٻاهر موڪلجي ۽ کين پنهنجو، پنهنجو لفظ ڏجي. اها راند ٻين نمونن ۾ به ڪري سگهجي ٿي. ڪارڊ تي اڌ جملا لکي، باقي اڌ ٻين ڪارڊن تي لکي شاگردن کي ڏجي، ته ان جو اڌ ڳولي ڏيکارين. ڪارڊن تي نمبر هڻڻ سان زياده آساني ٿيندي. جملا اهڙا لکڻ گهرجن جيئن هڪ جملي جو اڌ، ٻئي جملي جي اڌ سان ملي نه سگهي. اهڙيءَ طرح سوالن، جوابن، ضدن، واحدن، جملن ۽ ڪلاس ۾ ٺهيل تصويرن جي بياني جملن سان به اها راند ڪري سگهجي ٿي.

٦- **نياڻو ڪٿهن آندو؟** ڪلاس هڪ چڪر ۾ ويهاري استاد ٻرواري شاگرد جي ڪن ۾ هڪ نياڻو چوندو، جو وري اهو نياڻو پنهنجي پرسان ويٺل شاگرد کي ڏيندو. اهڙيءَ ريت سڄي چڪر ۾ نياڻي گهمڻ بعد پڇاڙيءَ وارو شاگرد اٿي ٻيهي ٻڌائيندو، ته ڪيس ڪهڙو نياڻو مليو. اها ساڳي راند هن نموني ۾ به کيبي آهي: ڪلاس جي هڪ شاگرد کي ٻاهر موڪلي، ٻوءِ ويٺل شاگردن مان هڪ کي هڪ حڪم ڏبو ته ڪلاس کي خبر پوي، ته حڪم ڪهڙو ڏنو ويو آهي. حڪم اهڙو هئڻ گهرجي، جنهن ۾ مختلف ڪمن جي ڪرڻ جي هدايت ڪيل هجي. مثلاً: ”وچئين بينچ جي ٽئين نمبر ڇوڪري کان پنسل وٺي استاد جي ميز تي رک“. اهڙيءَ ريت ڪلاس جي درجي آهر حڪم پيچيده ڪيا وڃن. جيڪڏهن ڪجهه غلطي ثي پوي، ته پنهي شاگردن کان پڇا ڪري معلوم ڪجي ته غلطي ڪيئن ٿي؟

٧- **مون وٽ ٽوڪري آهي:** هيءَ راند خاص ننڍڙن ٻارن لاءِ آهي. هڪ ٻار ٻرواري ٻار کي چوندو ته مون وٽ ٽوڪري آهي. ان تي ٻيو شاگرد پڇندس ته ان ۾ ڇا آهي؟ تنهن تي هو جواب ڏيندو ته ”الف“. انهيءَ تي شاگرد کي الف اکر سان شروع ٿيندڙ هڪ چيز جو نالو وٺڻ گهرجي. وري ٽئين شاگرد کي چئبو ته مون وٽ ٽوڪري آهي، جنهن جي سوال تي وري چوندو ته ”ب“ اهڙيءَ طرح سڄي الف ب جا حرف پورا ڪري وري ٽئينءَ سٽنءَ راند شروع ڪجي.

٨- **هجي جون رانديون:** هجي جي راندين جي لاءِ ڏسو صفحو ١٢٥.

٩- **جملا ٺاهيو:** ٻارن کي دفترين جي ٽڪرين تي ڪي لفظ لکي ڏجن. ان بعد استاد هڪ جملو چوي. پوءِ جن ٻارن وٽ انهيءَ جملي وارا لفظ هجن، سي ڊوڙي ۽ گڏجي اهڙيءَ طرح بيهي ڏيکارين، جيئن لفظ جي سامهون جهلڻ سان جملو ٺهي وڃي. شاگردن جي ٻن ٽولين تي ساڳين لفظن ڏيڻ ۽ انهيءَ استعمال ڪرائڻ ذريعي چٽاڀيٽي ڪرائي سگهجي ٿي. جملي جي ٻي راند هيئن ٿيندي آهي: استاد بورڊ تي ڪي لفظ لکي ۽ شاگردن کي چوي ته فقط انهن لفظن مان جيترا جملا ٺاهي سگهن، اوترا ٺاهي ٻڌائين. هرهڪ لفظ هڪ کان زياده دفعا استعمال ڪري سگهجي ٿو.

١٠- ڪارڊ تي ڪي سوال لکي شاگردن جي غير حاضريءَ ۾ ڪلاس ۾ پکيڙي رکجن. شاگرد اندر اچي اهي کولين. ٻن ٽن منٽن بعد سيٽي وڃي انهن جا جواب لکن. آخر ۾ جيڪو شاگرد گهٽي ۾ گهٽا درست جواب ڏئي، سو کٽي.

١١- **هٽ ڪس:** تاس جي پتن جهڙا ٥٦ ڪارڊ کڻي، انهن تي لفظ يا جملا لکجن. هرهڪ جملو يا لفظ چئن ڪارڊن تي لکبو، يعني ڪل چوڏهن سيٽ ٺاهبا. هن راند

۾ اٺ رانديگر راند ڪري سگهن ٿا. هرهڪ رانديگر وٽ ٻه ڪارڊ هٿ ۾ هوندا، جن جا منهن هو هيٺ ڪري پنهنجي هٿ ۾ جهليندو. پوءِ هرهڪ شاگرد واري واري تي پنهنجو مٿيون ڪارڊ سنئون ڪندو پنهنجي اڳيان رکندو وڃي، جنهن وقت ڪو اهڙو لفظ يا جملو سنئون ٿئي، جو اڳواٽ ڪنهن شاگرد جي اڳيان رکيل آهي ۽ راند ڪندڙن مان جيڪو به شاگرد پهرين اهو لفظ يا جملو چوندو، سو انهيءَ ٻنهي شاگردن جي اڳيان رکيل پتا کڻي پنهنجن پتن هيٺان گڏي رکي سگهندو. جملي جي حالت ۾ سڄي جملي چوڻ جي عيوض چئجي "هٿ کس!"

۱۲- **بورڊ جون شرطون:** هن رانـد ۾ اهڙيون ٽوليون ٽوليون حصو وٺي سگهنديون، جيترا بورڊ ڪلاس ۾ موجود هوندا، يا جيترا حصا ڪلاس جي بورڊ جا آسانيءَ سان ڪري سگهبا. بورڊ جي پٺيان استاد ڪي جملا لکندو، جن ۾ ڪي خال ڇڏيل هوندا. پوءِ هرهڪ ٽوليءَ جو هڪ شاگرد ايندو ۽ نمبروار هڪ هڪ جملو پڙهندو، ان ۾ گهربل لفظ ڳولي بورڊ تي اکندو ويندو. دفتريءَ جي حالت ۾ اها بورڊ وٽ ابتي ڪري رکبي، جيڪا ٽولي اڳواٽ جملن جو مقرر تعداد صحيح نموني ۾ پورو ڪري ڏيکاري، تنهن کٽيو. خالن پرڻ کان سواءِ لفظن جا ضد، جمع، واحد، بگڙيل اکرن مان لفظ ٺاهڻ وغيره نموني جون رانديون هن ۾ شامل ڪري سگهبيون.

۱۳- لفظن جا ڪي اهڙا سيٽ ڏبا، جن ۾ اهڙا لفظ هجن، جي سڀيئي فقط هڪ کان سواءِ پاڻ ۾ تعلق رکندڙ هجن. ٻارن کي هڪ لفظ ڪڍي، ان تي منڊيڙو ڏيڻو آهي. جيئن ته:

(ميز، ڪرسي، قلم، ڪتاب، ڇت) (ڳاڙهو، اڇو، آرسي، زردو، سائو) (اک، مينهن، گهوڙو، گڏهه، ڪتو).

۱۴- **ڳجهو نياپو:** الف - ب جي اکرن کي انگن سان متائي سندن قيمت ٺهرائجي: مثلاً، الف=۱، ب=۲، وغيره. پوءِ هڪ جملو اهڙن انگن جي صورت ۾ لکجي؛ جن ۾ اکرن جي جاءِ تي هرهڪ جو انگ پيل هجي. ٻارن کي چئجي ته انهن انگن واري جملي کي وري ٺاهي اکرن ۾ لکي ڏيکارين. نموني بـدلائڻ لاءِ هرهڪ اکر کي سندن پويان ايندڙ يا اڳيان ايندڙ اکر سان متائي لکجي.

۱۵- **پيچ پرولي:** استاد ڪلاس جي ڪنهن شيءِ جو چند جملن ۾ بيان ڪري ۽ ٻارن کي چوي، تـہ ان مان سهي ڪري ٻڌائين، تـہ اها شيءِ ڪهڙي آهي. اهو استعمال جيترو وٺي اوترو زياده ڏکيرو ڪري سگهجي ٿو.

١٦- ٻارن کي اڌ گولي جي ليڪي تي ويهاري سندن اڳيان هڪ ٻار ويهارجي، جنهن کي هٿ ۾ اهڙي ڪا شيءِ ڏجي، جا هو ٻين ڏانهن اڇلائي سگهي. مثلاً: بال، پوءِ هو ڪنهن به شاگرد ڏانهن اهو اڇلائي، زمين يا هوا يا پاڻيءَ مان ڪوبه هڪ نالو وٺي. جنهن شاگرد ڏانهن اشارو ڪيائين، ان کي انهيءَ هنڌ تي رهڻ واري ڪنهن به ساهه واري جو نالو وٺڻو آهي. جي "هوا" چيائين، ته ڪنهن به پکيءَ جو ۽ جي "پاڻي" چيائين، ته ڪنهن به پاڻيءَ جي جانور جو نالو وٺي. اها راند گرامر جي لفظن لاءِ به ڪري سگهجي ٿي. رانديگر ڪنهن به ڳالهائڻ جي لفظ جو نالو وٺي ۽ اشاري ڪيل شاگرد، ان قسم جو ڪوبه لفظ ٻڌائي.

١٧- شاگردن جي پٺين تي چٽڪيون لڳائجن، جن تي ڪن شين، جيتن يا جانورن جا نالا لکيل هجن. شاگردن کي گهٽ ۾ گهٽ شيءِ جو قسم ٻڌائجي، پوءِ کين چئجي ته ٻين کان سوال ڪندا رهن، ته "— آهيان؟"، "— آهيان؟"، جواب ڏيندڙن کي فقط ها يا نه چوڻو آهي. جيڪڏهن شاگردن جون ٽوليون ڪيلون آهن، تہ جيڪا ٽولي اڳواٽ پنهنجا نالا ٻڌائي سگهندي، سا کٽندي.

# ٣- تحريري استعمال

١- ٻارن کي ٻہ يا ٽي تصويرون ۽ انهن سان گڏ صفتن جي هڪ يادداشت ڏجي. کين چئجي، تہ انهن صفتن مان هرهڪ تصوير لاءِ جيتريون صفتون موزون ٿي سگهن، اوتريون ڏين. اهڙيءَ طرح هڪ اهڙي تصوير هجي، جنهن ۾ گهر جي سيني قسمن جي شين ۽ سامان جون شڪليون ڏنل هجن. ٻارن کي چئجي تہ انهن مان جدا جدا يادداشتون ناهي ڏيکارين. مثلاً، بورچيخانہ جي سامان جي يادداشت، غسلخانہ جي يادداشت، آرام جي ڪمري جي يادداشت وغيره. ساڳئي نموني ۾ فعلن جي يادداشت هجي، جن کي بہ جدا جدا موضوع يا سري مطابق مختلف يادداشتن ۾ ورهائي سگهجي.

٢- **فعل ۽ اسم:** ٻارن کي اسمن ۽ فعلن جي جدا جدا يادداشت ڏجي ۽ چئجين، تہ هرهڪ اسم سان ان لاءِ موزون فعل وجهي ڏيکارين.

مثلاً: ٻار، آڏامن ٿا.
وڻ، لڳن ٿيون.
هوائون، کيڏن ٿا.
پکي، لڏن ٿا.

٣- سوال لکي ان جي سامهون هڪ جواب لکيو وڃي ٿو: جيڪڏهن ٻار سمجهن ته اهو جواب درست آهي، ته ان جي سامهون "ها" لکن ۽ جي سمجهن ته غلط آهي ته "نه" لکن. درجي آهر اهو استعمال ڏکيو ڪري سگهجي ٿو.

٤- خالن پرڻ لاءِ به ڪئين استعمال ٿاهي سگهجن ٿا. خال پرڻ لاءِ لفظن جي ياد داشت ڏجي، جنهن مان ٻار موزون لفظ چونڊين. اهڙا لفظ ڳالهائڻ جي سيني لفظن مان چونڊڻ گهرجن. ڪڏهن ڪڏهن ساڳين جملن ۾ هڪ لفظ هيٺان ليڪ ڏيئي، ٻارن کي ڇڏيل خال ۾، ان جي ضد واري لفظ پرڻ لاءِ چئجي.

مثلاً: تون تمام گدلو ٿي پيو آهين، تنهنڪري توکي ......... ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم آهي.

٥- هڪ جملو لکجي، جنهن ۾ هڪ ڳالهه لکجي. ان جملي جي سامهون چار، پنج جملا لکجن، جنهن مان ٻار هڪ اهڙو جملو ڪيي ڏيکارين، جنهن ۾ پهرين ڳالهه جو نتيجو ڏيکاريل هجي.

مثلاً: (هڪ ماڻهو ڪتي کي لٺ هڻي ٿو.)

ڪتو پڇ اوڏيندو.
ڪتو دانهون ڪندو.
ڪتو لٺ کي کائيندو.
ڪتو وڏيڪ گهرندو.

(هڪ ڇوڪر فوٽ بال کي ٺڏو هڻي ٿو.)

بال وڻ تي چڙهي ويندو.
بال کيس لڳندو.
بال ڦاٽي پوندو.
بال اڳيان وڏي ويندو.

٦- ڪي جملا لکجن، جن ۾ هڪ اهڙو لفظ پيل هجي، جنهنڪري ان جو مطلب صاف نه بيهي. ٻارن کي اهڙو لفظ ڪيي، ان جي جاءِ تي درست لفظ وجهي ڏيکارڻو آهي.

واڍي گرڊر کي ڇڪي ۾ اڏ ڪيو.
مسافر اهڙو ته ڇپل هو، جو ٽي مانيون پي ويو.
هن بال کي لکي ڇڏيو.

٧- لفظن جون ٻہ سٽون ڏجن: هڪ ۾ اهڙا لفظ هجن، جي ٻيءَ سٽ وارن جا ضد هجن. ٻارن کي اهڙن لفظن جا جوڙا ناهي ڏيکارڻا آهن. اهڙو استعمال لفظن جي جمعن ۽ واحدن سان سوالن ۽ جوابن سان بہ ڪري ٿو سگهجي.

٨- پروليون پڇڻ: ٻارن کي "آءٌ ڪير آهيان؟" واريون پروليون ڏيڻ گهرجن.

مثلاً:

مان هڪ مستطيل شيءِ آهيان.

چوڌاري ڪاٺ ۽ وچ ۾ پٿر اٿم.

ٻار مون تي لکي پڙهي سگهندا آهن.

آءٌ ڪير آهيان؟

٩- جملي جا لفظ هيٺ مٿي ملائي، ٻارن کي ان مان وري جملو ناهڻ لاءِ چئجي.

١٠- ٻارن کي هن قسم جا ساده استعمال بہ ڏجن:

"هڪڙي شاگرد هڪ آکاڻي لکي، جنهن ۾ هن ڪي غلط لفظ استعمال ڪيا. آکاڻي هيءَ آهي ۽ سندس غلط لفظن جي هيٺان ليڪ ڏنل آهي. اوهان کي درست لفظن جي لسٽ ڏجي ٿي. اوهان انهيءَ مان درست لفظ ڳولي، غلط لفظن وارين جاين تي وجهي، آکاڻي درست ڪري ڏيکاريو."

مٿين ڪلاس لاءِ استعمال کي ڏکيري ڪرڻ لاءِ غلط لفظن هيٺان ليڪ نہ ڏجي.

١١- ٻارن کي خط ڏجي، جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي لفظن جي جاءِ تي تصويرون ڏنل هجن. ٻارن کي چئجي تہ انهن تصويرن جي معني سمجهي، انهن جي عيوض درست لفظ وجهي، خط لکي ڏيکارين. هڪ پاسي خطن جون عبارتون، ٻئي پاسي انهن جون پڇاڙيون ڏجن. ٻارن کي چئجي تہ خطن جي عبارتن مان اهو معلوم ڪن، تہ خط ڪهڙي قسم جو آهي: خانگي آهي، سرڪاري آهي يا واپاري نموني جو آهي. ان بعد ان لاءِ مناسب نموني جي پڇاڙي چونڊي ڏيکارين. هي استعمال چوٿين درجي سان شروع ڪجي.

١٢- ٻارن کي ڪي جملا ڏجن، جن مان ڪي درست ۽ ڪي غلط هجن. جملن جون غلطيون اهڙيون هجن، جن سان تعلق رکندڙ ڪم ڪلاس ۾ هلندڙ هجي. ٻارن کي اهڙن جملن جي سامهون ها، يا نه لکڻ لاءِ چئجي. منئين ڪلاس جي شاگردن کان اهي درست به ڪرائجن.

اهي راند روند جي طريقي جي استعمال ڪرڻ جا فقط چند مثال نموني طور ڏنا ويا آهن. مادري زبان جي ڪم هلائڻ وقت استاد کي زباني تعليم جي هرهڪ پهلوءَ واسطي مختلف قسمن جون رانديون به ڪرائڻ گهرجن، جن جي تياريءَ ۾ ڪيس گهڻو وقت ڪونه لڳندو.

# باب اٺون

# سبق پڙهائڻ

## ١- تياري

مادري زبان ۾ مختلف ڪمن جي سيکارڻ وقت ڪهڙو طريقو اختيار ڪرڻ گهرجي، ڪهڙي سلسلي ۾ سبق هلائجي ۽ سيکارڻ جي دوران ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ويچار ۾ رکڻ گهرجن، سو اسين اڳين بابن ۾ بيان ڪري آيا آهيون. هتي اسان کي ڏسڻو آهي، ته سبقن پڙهائڻ لاءِ استاد کي ڪهڙي قسم جي تياري ڪرڻ گهرجي. تياري ٽن قسمن جي ٿئي ٿي: هڪڙي استاد جي شخصي تياري ۽ ٻي ضروري سامان ۽ امدادي وسيلن جي مهيا ڪرڻ ۽ انهن کي ڪم آڻڻ لاءِ ٺيڪ يا درست ڪرڻ جي تياري.

### الف - شخصي تياري

**واقفيت:** جهڙيءَ طرح ٻئي هر ڪنهن قسم جي ڌنڌي ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ، واسطيدار شخص کي گهربل ڄاڻ جي تربيت ضروري هوندي آهي، اهڙيءَ طرح پڙهائڻ جي ڌنڌي ۾ به ڪاميابي حاصل ڪرڻ واسطي، ماستر لاءِ گهربل ڄاڻ ۽ واقفيت حاصل ڪرڻ تمام ضروري آهي. جيسين ڪنهن ماستر کي انهن ڪمن جي جيڪي کيس پڙهائڻا آهن، پوري واقفيت نه آهي، تيسين هو ٻارن جي ڪابه رهبري ڪري ڪين سگهندو. ان لاءِ ڀرپور ڪوشش جا استاد کي ڪرڻ گهرجي، سا اها تہ هو پاڻ کي اسڪول جي سڀني ڪمن مان چڱيءَ طرح واقف رکي ۽ پنهنجي تعليمي معيار کي بلند ڪري. سنڌ اکر بلڪل سهٺا ۽ سٺا هئڻ گهرجن. کيس ابتري تعليم هئڻ گهرجي، جو ڪنهن به وقت ڪنهن ڪم سيکارڻ لاءِ چئجيس، ته اهو بنان هٻڪ پڙهائي وڃي. ڪنهن به وقت اسڪولي ڪمن مان ڪنهن مسئلي حل ڪرڻ لاءِ چئجيس، ته سياڻي جو بهانو ڏيئي، جند ڇڏائڻ جي ڪوشش نه ڪري.

**تربيت:** نصابي ڪمن جي ڄاڻ کان سواءِ ڪيس انهن جي پڙهائي جي طريقن جي به پوري پوري تربيت هئڻ گهرجي، جيئن هو پنهنجي واقفيت کي درست نموني ۾ پيش ڪرڻ سان ٻارن کي ذهن نشين ڪري سگهي. اوهان ڏٺو هوندو ته ڪي استاد اهڙا هوندا آهن، جو پنهنجي سر تمام هوشيار ۽ قابل هوندا آهن، مگر پڙهائي جو ڏانءُ گهٽ هوندو اٿن. ان جو سبب اهو هوندو آهي، جو يا ته هو غير تربيت يافته هوندا آهن يا ته تعليم جي طريقن تي پورو توجه ڏيئي انهن جو برابر استعمال نه ڪيل هوندو اٿن. هڪ زنده دل استاد جو فرض آهي ته هو نه فقط تعليم جي درست طريقن جو استعمال ڪري، مگر تعليمي دنيا جي هر قسم جي تحريڪن ۽ نين ڪوجنائن کان پاڻ کي واقف رکي ۽ تعليمي دنيا ۾ ٿيندڙ نين آزمائشن ۽ ايجادن جو به فائدو وٺي پنهنجي سيکارڻ جي طريقن ۾ مناسب بدل سدل ڪندو رهي. انهيءَ نموني ۾ ڪم ڪرڻ سان ئي هو وقت جي ضرورتن جو پوراءُ ڪري سگهندو، نه ته ٻيءَ حالت ۾ هو هڪ زنده درگور ۽ دقيانوسي خيالن جو استاد تصور ڪيو ويندو، جو ڪنهن به حالت ۾ اڄوڪي زماني جي تعليمي سٽلو ۾ ڪارگر ثابت نه ٿي سگهندو.

**شخصي لياقتون ۽ خاصيتون:** مٿين حاصل ڪيل لياقتن کان سواءِ ٻيون ڪي چند شخصي لياقتون آهن، جن جو هڪ استاد ۾ هئڻ اشد ضروري آهي. ان کان سواءِ ڪوبه استاد پنهنجي ڪم ۾ ڪاميابيءَ جي اميد رکي نٿو سگهي. عام طرح چوڻي آهي ته اهي لياقتون ڄائي ڄم کان انسانن ۾ موجود ٿين ٿيون ۽ پنهنجي مرضي موافق نئين سر پيدا ڪري نٿيون سگهجن، جيتوڻيڪ ان ڳڻتي ۾ گهڻي صداقت سمايل آهي، ته به ڪوشش ۽ سعيو به دنيا ۾ وڏو ڪم ڏئي ٿا ڪن. جيڪڏهن استاد محنت ڪري ڪن خاص لياقتن ۽ وصفن جي پاڻ ۾ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ انهن جي مشق ڪندو ته اميد ته ڪنهن حد تائين هو ضرور ڪامياب ٿيندو. بيشڪ اهو استاد جنهن ۾ اهي خاصيتون فطرتي طرح موجود آهن، انهي استاد کان، جو انهن خاصيتن کي نئين طور پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، زياده ڪامياب ۽ ڪارآمد ثابت ٿئي ٿو. مگر يقين ۽ همت سان ڪوشش ڪرڻ جي ذريعي گهٽ ۾ گهٽ هو پاڻ کي زياده ڪامياب بنائي سگهي ٿو.

هڪ معياري استاد ۾ مٿي ذڪر ڪيل لياقتن جي علاوه هيٺيون خوبيون ۽ خاصيتون هئڻ ضروري آهن، جن جي پيدا ڪرڻ ۽ استعمال لاءِ هرهڪ استاد کي ڪوشان رهڻ گهرجي.

١- ڀهرين ڀهرين خاصيت جا هڪ استاد ۾ بالڪل ضروري آهي ۽ جنهن تي سندس ڪاميابيءَ جو گهڻو مدار آهي سا آهي، سندس شخصيت. استاد جي شخصيت رعبدار، اثر

واري ۽ وڻندڙ هئڻ گهرجي. سندس بدن ۽ هاٿي، نشست ۽ برخاست، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ پوشاڪ وغيره بلڪل موزون ۽ بي عيب هئڻ گهرجي؛ جيئن هر ڪنهن شخص توڙي شاگرد کي ڏسڻ شرط سندس لاءِ هڪ خاموش نموني جي عزت، محبت ۽ دلچسپي پيدا ٿي وڃي. استاد جي شخصيت اهڙي اثر واري ٿئي، ان لاءِ ضروري آهي ته هو قداور ڊولائتو ۽ جسماني طرح بي عيب هجي. جسماني عيب واري استاد جي پڙهائي توڙي حڪم احڪام ۾ اثر گهٽ رهي ٿو. استاد جي پوشاڪ صاف ۽ مڪمل، سندس آواز بلند ۽ چٽو هئڻ گهرجي. چست چالاڪ ۽ ڪڙو تڙو جوان ڪلاس جي ضابطي رکڻ ۾ زياده ڪامياب ٿي سگهندو. اهو استاد جنهن جي نظر گهٽ ۽ ڪن البته ڳرا آهن ۽ جنهن جي شخصيت اهڙي بي اثر آهي، جو ڪلاس ۾ سندس موجودگي، ٻارن لاءِ ڪابه اهميت نه رکندي هجي، سو پنهنجي جوابداريءَ تان جيترو جلد سبڪدوش ٿي وڃي، اوترو سندس لاءِ ۽ ڪلاس جي ٻارن لاءِ فائدو ٿيندو.

٢- شخصيت جي لياقت کان پيو نمبر ضروري لياقت آهي استاد جو اخلاق. استاد اخلاق جو هڪ پتلو هئڻ گهرجي. سندس اعليٰ ڏنڌي ۽ سندس درجي جي تقاضا اها آهي، ته هو هڪ بلند اخلاق انسان هجي، جو ٻارن جي نقل ڪرڻ لاءِ هڪ مثال جو ڪم ڏئي. اسڪول جي جاءِ جتي قوم جي نونهالن ۽ آئينده جي آسرن جي تعمير ٿيندڙ هجي، جتي ٻار ڏسندا ۽ پڙندا ۽ ان جو نقل ڪندا، اهو مڪان هڪ اهڙي شخص جي سپرد ڪرڻ گهرجي، جو ايتري وڏي جوابداري کڻڻ لاءِ هر طرح لائق هجي. هڪ مسلمان استاد لاءِ روزي ۽ نماز جي پائبندي نهايت ضروري آهي.

٣- هڪ آدرشي استاد جي ٽين لياقت آهي سندس محنت ۽ اورچائي. محنتي ۽ اورچ استاد ئي ٻارن جي سچي تعليم ۽ تربيت سر انجام ڏيئي سگهي ٿو. سست، ڪاهل، ڪم ڪوس ۽ پاڇوڪڙ استاد ٻارن لاءِ هڪ وبال ثابت ٿئي ٿو. هو نه فقط پنهنجي روزاني ڪم جي تياري ڪرڻ ۾ قاصر رهي ٿو، مگر ٻارن جي اڳيان هڪ خراب مثال پيدا ڪري ٿو. محنتي استاد هميشه پاڙهڻ ۾ مشغول رهي ٿو ۽ ٻارن کي به مفيد نموني ۾ مشغول رکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ تعليم لاءِ اتساهه جاڳائي ٿو.

چوٿين خاصيت آهي خوش مزاجي، پيار ۽ همدردي. تعليم جو ڪم اهڙو آهي، جنهن ۾ ٻارن جي دلچسپي ۽ تعاون کان سواءِ ڪجهه ڪري نه سگهبو آهي. جيڪڏهن استاد خوش خلق ۽ ڪلمک آهي، ته هو ٻارن کي يڪدم پنهنجو هم خيال بنائي انهن کي اسڪول جي ڪمن ۾ مشغول رکي سگهي ٿو. جيڪڏهن هو زود رنج، تند مزاج تيز طبع ۽ خشڪ دماغ انسان آهي، ته پنهنجي روش سان ٻارن ۾ تاهه وجهي

کين دل شڪستو ڪري ڇڏيندو ۽ ذري ذري ٺوڪ ٺاڪي يا ڇينڀ ڇينڀ ڪري کين نئُر بنائي ڇڏيندو. مهنڪري هو نڪي ڪمن ۾ چاهه وٺندا ۽ نڪي پرائيندا.

٤- استاد انصاف پسند ۽ بلڪل بي رِيا هئڻ گهرجي، ٻارن تي اهو يقين هئڻ گهرجي ته هو سندن دوست ۽ گهٽگهرو آهي ۽ جيڪي به ڪري ٿو سو سندن ڀلائي خاطر. اهڙي يقين بعد هو استاد جي هرهڪ قدم تي آمنا صدقنا چئي سندس عزت ڪندا رهندا. اهڙو استاد بلڪل لاطمع رهي ٿو ۽ ڪنهن به ٻار يا ان جي مائٽ جي زير بار رهڻ پسند نه ڪندو.

٥- استاد کي پاڻ قاعدن جي پيروي جي ذريعي ٻارن ۾ قاعدن ۽ قانون جي عزت جو جذبو پيدا ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن استاد پاڻ قاعدن جي مٿي پليد ڪندڙ هوندو، ته پنهنجن شاگردن مان انهن جي پيروي جي ڪهڙي اميد رکي سگهندو؟ استاد کي قاعدن جي پابندي بابت سختي ۽ ڪان ڪم وٺڻ گهرجي. تمام گهٽا حڪم ڪيدي انهن جـي بجاوري جي طلب ۾ لاغرضائي ڏيکارڻ ڪان بهتر آهي، ته ٿورا ۽ معقول حڪم ڪيدي، مگر انهن جي پيروي ضرور ڪرائي. ائين ڪرڻ سان سندس حڪم ۽ آواز ۾ حشمت ايندي ۽ سندس ضابطي جي طاقت مضبوط ٿيندي.

٦- ڪلاس يا اسڪول جا شاگرد سڀئي هڪ قسم جي طبيعت يا ذهن جا مالڪ نه ٿين. منجهن گهڻو فرق ٿئي ٿـو. استاد کي گهرجي ته هو هرهڪ شاگرد جي طبيعت منجهان واقف ٿئي. ائين ڪرڻ سان کيس خبر پوندي ته فلاڻي شاگرد سان ڪيئن هلجي ۽ کيس ڪهڙي نموني هدايت يـا سمجهاڻي اثـر ڪندي. اهڙي تميز ۽ همدردي ڪرڻ سان شاگردن ۾ به سندس لاءِ عزت پيدا ٿيندي. هو ائين سمجهندا تـه استاد سندن ڀلائي ۾ هڪ مائٽ وانگر دلچسپي وٺي ٿو. ان ڪري هو سندس حڪم ۾ به رهندا.

٧- استاد کي شاگردن جـي قـوتن ۽ طاقن ۾ اعتماد رکڻ گهرجي. ڪي استاد سمجهندا آهن، ته ٻار اڻ گهڙيا ڪاٺ آهن جن تي سموري محنت استاد کي ڪرڻي ٿي پوي. ممڪن آهي تـه اهڙو استاد پنهنجي پڙهائيءَ ۾ گهڻو وهلور وجـي. استاد جيڪڏهن ٻارن جي سمجهه ۾ اعتبار رکي ٿو ته هو صبر ۽ تحمل ڪان ڪم وٺي ٿو ۽ هرهڪ ڳالهه شاگردن کي خوديادوريءَ جي ذريعي سمجهائي ٿو. هو نڪي گهٽي جهڳي ٿو هٽي ۽ نڪا گهٽي نمائش ٿـو ڪري بلڪ چپ چاپ ۾ ٻـارن جي ضروري رهنمائي ڪرڻ سان کين تعليم ڏئي ٿو.

٨- مٿين سڀني خاصيتن ڪان سواءِ هڪ ٻـي خاصيت آهي حاضر دلي، جنهن جـي استاد کي وقت برقت ضرورت پوي ٿـي. اسڪول ۾ پڙهائڻ وقت توڙي ٻين موقعن تـي

ڪٿين اهڙيون حالتون بنجن ٿيون، جن ۾ استاد ڪي نهايت ئي هوشياريءَ ۽ تيز فهميءَ کان ڪم ونئو پوي ٿو. اهڙين حالتن ۾ ٿوري لغزش ڪئي ڪمائي سندس برباد ڪري سگهي ٿي. انهيءَ ڪري استاد کي هڪ بلڪل خبردار ۽ تيز فهم ۽ تحمل وارو شخص ٿيڻ گهرجي.

## ب- امدادي شين جي تياري

پنهنجي واقفيت، تربيت ۽ بين ضروري خبردارين سر انجام ڪرڻ بعد استاد کي پنهنجي ڪم جي پڙهائڻ لاءِ ضروري سامان وغيره جي تيار ۽ درست ڪرڻ جي ضرورت ٿئي ٿي.

**ڪلاس:** پڙهائي شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ استاد کي جاچڻ گهرجي ته جنهن ڪلاس ۾ هو ٻهي شاگردن کي پڙهائي ٿو اتي جو ماحول ۽ ٻيون حالتون پڙهائي لاءِ سازگار آهن. کيس ڏسڻ گهرجي ته ڪلاس ۾ هوا ۽ روشنائي جو پورو بندوبست آهي. ٻار سڀ درست نموني ۾ يا ڏيان ۾ ويٺا آهن. بورڊ صفا، ۽ چاڪ موجود آهن ۽ سبق جي قسم مطابق ٻيو ضروري سامان، مثلاً، رنگين چاڪ، نقشا، چارٽ، ماڊل، خاڪا، جنسي شيون ۽ پائنٽر وغيره جي ضرورت مطابق ڪم آڻنا آهن. اهو ياد رکڻ گهرجي ته امدادي سامان سبق کي زياده آسان ۽ وڻندڙ بنائڻ لاءِ ڪم آڻجي ٿو. بغير ضرورت جي ڪنهن به سامان آڻڻ مان فائدي جي بجاءِ اٽلو نقصان ٿئي ٿو. ڪن استادن جي عادت ٿيندي آهي: جو خواه مخواه اجايو گهڻو سامان گڏ ڪري ڪٺي بکيڙو ڪندا آهن. اها سندن غلطي آهي. امدادي سامان اهو آڻجي جنهن جي ضرورت هجي، جو ٻارن جي سمجهڻ جهڙو هجي ۽ جو سبق عيوض ٻارن جو سمورو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪي نه وٺي. ان کان سواءِ جيڪو به سامان ڪپندو هجي، سو ڪم آڻڻ کان اڳ ۾ پاسيرو ڪري رکجي ۽ موقعي تي ٻارن کي ڏيکارجي. نه ته ٻارن جو سمورو ڌيان ان ۾ کتو رهندو.

**سوال:** جيتوڻيڪ سوال ڪرڻ جو ڏانءُ استاد جي هڪڙي لياقت آهي، ته به انهن کي استاد جو هڪ اوزار ۽ وسيلو سمجهيو وڃي ٿو. جهڙيءَ ريت ڪو ڪاريگر پنهنجي ڪم ۾ ڪنهن اوزار کان ڪم وٺي ٿو، اهڙيءَ طرح استاد سوال جي اوزار ي هيڏانهن هوڏانهن ورائي سرائي پنهنجي مطلب لاءِ استعمال ڪري ٿو. جديد تعليمي طريقن ۾ ٻارن کي زياده تر مشغول رکڻ ۽ پڙهائيءَ ۾ سندن مدد حاصل ڪرڻ لاءِ

سولائتو طريقو گهڻو استعمال ڪيو وڃي ٿو. رواجي طرح سوال ڪيو آهي ته ڪنهن ڳالهه ڪجهه معلوم ڪجي، مگر استاد جا سوال گهڻن ئــي قسمن جا ٿين ٿا. انهيءَ ڪري ئي چوندا آهن، تــه جنهن استاد کي سوال ڪرڻ آيو تنهن ڄــڻ اڌ ڪاميابي حاصل ڪئي. سبق جي شروعات ۾ جيڪي سوال ڪجن ٿا، تــن جو مقصد آهي ته ٻارن جي اڳينءَ واقفيت جي ڇڪاس ۽ دور ڪرڻ، ڪين چست ڪرڻ ۽ سندن اڳيان هڪ نئون مسئلو پيش ڪرڻ. ان بعد نئين سبق سيکارڻ وقت جيڪي سوال ڪجن ٿا، تن جو مقصد آهي، تــه ٻارن کي نئين ڪم سمجهڻ ۾ مدد ڪجي ۽ سندن فهم جي رهبري ڪجي. انهيءَ ساڳيءَ منزل تي پڙايل ڪم جي ڇڪاس ۽ ٻــين ڏيانن جي ڏيــان ڇڪائڻ لاءِ به سوال ڪبا آهن. بعضي ڪنهن غلطي ڪندڙ شاگرد کي سندس غلطي محسوس ڪرائڻ لاءِ بــه کي سوال ڪبا آهن. نئين سبق جي سمجهائڻ بعد ڪرايــل ڪم جي اٿلائي ڪرڻ لاءِ دهُر جا سوال ڪبا آهن ۽ ان بعد ڏنل واقفيت کي استعمال ۾ آڻڻ لاءِ بــه سوال وجهبا آهن. سوالن جي ڪرڻ وقت استاد کي هميشه اهــا خبرداري ڪرڻ گهرجي، تــه سندس سوال موزون سلسلي ۾ آهن يا نه. سوالن جي هيٺ مٿي ڪرڻ ۽ وچان وچان ڇڏڻ سبب گهڻي مونجهاري ٿيڻ جــو امڪان آهــي. ازانسواءِ سوالن ڪرڻ وقت هيٺيون خبرداريون ڪرڻ گهرجن:

١- سوال ٻارن جي وت ۽ عمر آهر آسان ٻوليءَ ۽ آسان جملن ۾ پڇڻ گهرجي.

٢- سوال وجهڻ وقت ڪلاس جي سامهون بيهي چٽائيءَ سان سوال ڪرڻ گهرجي.

٣- سوال اهو وجهجي، جو شاگردن کي خيال ۽ ويچار ڪرڻ لاءِ همٿائي ۽ ڪين بي همت ڪري نه وجهي. اهڙو به نه هجي، جنهن ۾ ٻار ڏکي بازي ڪان ڪم وٺي.

٤- سوال اهڙو هجي، جنهن ۾ فقط هڪ حقيقت جي تقاضا ڪيل هجي ۽ نه اهڙو، جنهن جي جواب ۾ گهڻي ئي ڳالهيون ڪرڻيون پون. ساڳئي وقت سوال اهڙو هجي، جنهن جو درست جواب فقط هڪڙو ٿي سگهي.

٥- سوال وجهڻ بعد ٻارن کي ان جي جواب سوچڻ لاءِ ڪجهه وقت ڏيڻ گهرجي. جواب وٺڻ لاءِ هڪ ٻار کي اشارو ڪجي. اهڙا اشارا ڪلاس ۾ پکيڙجن ۽ هڪ هڪ ڪري گهڻن ٻارن کي جوابن ڏيڻ جو موقعو ڏجي.

٦- اشاري وارا، پڙاڏي وارا ۽ ها، يا نه، جا سوال نه ڪجن.

٧- سوال پڇڻ بعد وري ان کي يڪدم بدلائي، ٻي صورت ۾ ڏيڻ جي عادت نه هجي. البته هڪڙي جي پٺيان ٻيا اڏڙ سوالن کي ٻئي ٻئي ڍنگ ۾ پڇجي.

٨- سوالن پڇڻ جو مقصد فقط اهو نہ آهي، تہ درست جواب معلوم ٿئي، مگر ٻارن کي سمجهہ ۽ خيال هلائڻ لاءِ بہ سوال پڇيا آهن. انهيءَ ڪري جواب نہ فقط انهن شاگردن کان وٺجي، جيڪي جواب ڏيڻ لاءِ هٿ مٿي ڪن، مگر بعضي انهن کان بہ وٺجي، جيڪي بي همت ٿيو وينا آهن ۽ هٿ مٿي نٿا ڪن، تہ چست ٿين ۽ خيال ڪرڻ سکن ۽ جيڪڏهن واقعي ڪا تڪليف اٿن، تہ خبر پوي تہ ڪهڙي تڪليف اٿن.

٩- جواب ڏيڻ وقت جيڪڏهن ڪوبہ ٻار هٻڪي، تہ بي‌صبرو ٿي ڪيس يڪدم ويهاري، ٻئي کان جواب وٺڻ شروع نہ ڪجي ۽ نڪي ان کي وچ ۾ ئي ڪا رنڊڪ وجهجي، بلڪ ڪيس همٿائي ڪانئس سوال جو جواب وٺجي.

١٠- ٻارن جا جواب جملن ۾ هئڻ گهرجن، جي ڪين بلند ۽ چٽي آواز ۾ چوڻ گهرجن. استاد کي ٻارن جي جوابن دهرائڻ جي عادت وجهڻ نہ گهرجي. انهيءَ ڪري ٻار هڪٻئي جي جوابن ٻڌڻ جي ڪوشش ئي نہ ڪندا.

اهڙيءَ ريت سوالن پڇڻ ۾ ڪافي خبرداريءَ ۽ اتڪل سان ڪم وٺڻ ڪري استاد ٻارن جي تعليم درست طرز تي هلائي سگهندو، جنهن مان ٻارن کي گهڻي ۾ گهڻو فائدو رسي سگهي ٿو. سبق پڙهائڻ لاءِ سيني ضروري خبردارين ڪرڻ بعد استاد کي جاچڻ گهرجي، تہ سندس سبق جو اثر ڪيترو ٿيو آهي يا نہ. سندس سبق جي ڪاميابيءَ جي خبر هن ڳالهين مان پوندي.

١- سبق جي ڪاميابيءَ جي خبر استاد کي ان جي دوران ۾ ئي پئجي وڃي ٿي. مگر ان جي پوري ڪرڻ بعد استاد کي سوچڻ گهرجي، تہ جنهن خيال ۽ مقصد ڪان مون سبق سيکاريو، اهو حاصل ٿيو يا نہ. مقصد جي حاصلات تي سبق جي ڪاميابيءَ ۽ ناڪاميابيءَ جو مدار آهي.

٢- سبق جي ڪاميابيءَ معلوم ڪرڻ لاءِ ٻيو هي جاچڻ گهرجي، تہ نئين سبق سکڻ جي دوران يا ان کان پوءِ ٻارن ۾ ڪو شوق ۽ خوشي پيدا ٿي آهي يا نہ. جيڪڏهن سبق هلندي ٻار سبق ۾ ڪوبہ چاهہ نہ وٺن ۽ موڙها سوڙها وينا هجن، ۽ ان جي پوري ٿيڻ تي بہ سندن چهري تي ڪا چمڪ يا خوشي نمايان نہ ٿئي، تہ پوءِ سمجهڻ گهرجي تہ سبق بري طرح ناڪامياب ٿيو آهي. مگر جيڪڏهن ٻارن سبق هلندي استاد سان مڪمل تعاون ڪيو هجي، ۽ بلڪل چاهہ سان ان جي سکڻ ۾ بهرو ورتو هجي، تہ پوءِ سبق ڪامياب سمجهڻ گهرجي.

٣- سبق هلندي استاد پنهنجي سمجهاڻي بلڪل واضح نموني ۾ ڏني هجي ۽ ان کي دلچسپ ۽ وڻندڙ بنائڻ لاءِ، ٻين تعليمي امدادن مان فائدو ورتو هجي ۽ سيني ٻارن

جا سڀيئي حواس استعمال ڪيا هجن، ته ان حالت ۾ به سبق جي ڪامياب ٿيڻ جو گهٽ آسرو آهي.

۴- سبق جي پوري ٿيڻ بعد جيڪڏهن ٻار پرايل نئين واقفيت کي استعمال ۾ آڻڻ ۽ ان ۾ اضافي ڪرڻ لاءِ آماده ٿين، ته اها به انهيءَ سبق جي هڪ ڪاميابي سمجهڻ گهرجي.

## ٢- سبقن جا نوٽ

ڪلاس ۾ سبق پڙهائڻ جي ٻي تياريءَ سان گڏ استاد کي پنهنجي تياريءَ لاءِ سبقن جا نوٽ لکڻ گهرجن. ڪي استاد پڙهائيءَ لاءِ نوٽن ڪڍڻ جي ضرورت محسوس نه ڪندا آهن ۽ ان کي وقت ۽ محنت جو زيان سمجهندا آهن؛ مگر هڪ نوجوان ۽ سيکڙاٽ استاد کي سبقن جا نوٽ گهڻي مدد ڪن ٿا.

١- سبقن جي نوٽ ڪڍڻ سان کيس خبر پوندي، ته سبق ڪهڙي سلسلي ۾ هلائڻو آهي؛ هرهڪ ٽپ ۾ کيس ڪهڙو ڪم ڪرڻو آهي ۽ ڪهڙا سوال ۽ ڪهڙا وسيلا استعمال ڪرڻا آهن.

٢- نوٽن ڪڍڻ سان هو مضمون جو مناسب ٽڪرو ڪٽي پنهنجيءَ دل ۾ سبق جو هڪ خاڪو ويهاري وجهي ٿو هرهڪ ٽپ جي اهميت آهر ان تي مناسب وقت لڳائي ٿو؛ جنهنڪري وقت اندر ان کي پورو ڪري ٿو.

٣- سبق جو نوٽ هڪ دفعو نڪتو، ته هميشه لاءِ رهبري ڪري ٿو ۽ ٻين لاءِ به سيکارڻ جي طريقي جو نقشو پيش ڪري ٿو.

۴- نوٽن ڪڍڻ جي استعمال ٿيڻ بعد استاد کي پڙهائيءَ جي سلسلي ۽ طريقي جي چڱي مشق ٿي وڃي ٿي، جنهنڪري ڪجهه عرصي بعد کيس نوٽن ڪڍڻ جي خاص ضرورت ڪانه پوندي. اهڙيءَ منزل تي پهچڻ بعد جيڪڏهن استاد تفصيلوار نوٽ ڪڍڻ جي عيوض فقط ڪن ڪن اشارن جي صورت ۾ نوٽ لکندو، ته به سندس لاءِ ڪافي آهي. سبق جي نوٽن متعلق هڪ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي، ته سبق جو نوٽ استاد جو هڪ مددگار ۽ وسيلو آهي. کيس ڪنهن به حالت ۾ ان جو پابند يا غلام بنجڻ نه گهرجي، مگر حالتن مطابق جيڪڏهن سيکارڻ وقت ڪجهه بدل سدل ۽ سوال جي ڦيرگهير ڪرڻي پوي، ته بيشڪ ڪجي. مطلب ته نوٽن جي پابند ٿيڻ جي عيوض انهن کي پنهنجي سيکارڻ جي طريقي جو اوزار بنائڻ گهرجي. نموني خاطر هتي چند سبقن جا مفصل نوٽ استادن جي رهبريءَ لاءِ ڏجن ٿا.

# الف - نثر

## ١- سبق جو نوٽ

**درجو:** پهريون.
**ڪم:** نثر (نوان لفظ پڙهڻ، لکڻ).
**مراد:** ٻارن کي درست پڙهڻ ۽ لکڻ سيکارڻ.
**موجوده سامان:** آوازن ۽ لفظن جا چارٽ، پٽا ۽ پائنٽر.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪايتون |
|---|---|---|---|---|
| شروعات | ڏؤر جو ڪم<br>خط، ٿل.<br>آگر، آٿر. | سوال ڪرڻ سان<br>بورڊ تان پڙهائڻ | ١. هي بورڊ تي ڇا لکيو اٿم؟<br>٢. هي ڪهڙو لفظ آهي؟<br>٣. "آگر" لفظ بورڊ تي ڪير لکندو؟<br>٤. "آٿر" لفظ ۾ گهڻا آواز آهن؟ | |

۲. مراد: اڄ اسين اهڙا پيا لفظ پڙهڻ ۽ لکڻ سکنداسين.

| ۳. ٽئون سبق | شمع | ديسي شمع ڏيکاري، سوال ڪرڻ ذريعي نالو ڪڍائڻ، پنهنجي پٺيان چ اُڏڻ سان درست تلفظ ڪرائي آواز ڪڍائڻ ۽ ڪهڪ ڪري سمجهائڻ ۽ آخر ۾ ٻڌي پڙهڻ ۽ لکڻ سيکارڻ. | ١. هيءَ منهنجي هٿ ۾ ڇا آهي؟<br>۲. "شمع" لفظ ۾ گهڻا آواز آهن؟<br>۳. پهريون آواز ڪهڙو ٿو اچي؟<br>۴. ٻيو آواز ڪهڙو ٿو اچي؟<br>۵. هاڻي پهريون آواز "شم" بورڊ تي لکان ٿو، سيئي ڏسو!<br>۶. بورڊ تي ڪهڙو آواز لکيم؟<br>۷. چارٽ تان "شم" ڪير ڪڍندو؟<br>۸. چٺڪين مان ڳوليو!<br>۹. ورڪ تي لکو!<br>۱۰. بورڊ تي ان جي مٿان ڪير لکي ڏيکاريندو؟<br>۱۱. سليٽن تي اوهين "شم" آواز لکو! | |
|---|---|---|---|---|

| | | |
|---|---|---|
| ع | | ١. ”شمع“ لفظ ۾ ٻيو آواز ڪهڙو آهي؟<br>٢. بورڊ تي ڇا لکيو اٿم؟<br>٣. ”ع“ چارٽ تان ڪير ڏيکاريندو؟<br>٤. چٽڪين مان ڳوليو!<br>٥. بورڊ تي ڪير لکي ڏيکاريندو؟<br>٦. هاڻي سليٽن تي لکو! |
| شمع | آواز گڏي لفظ چوائـڻ ۽ لکي ڏيکارڻ. چارٽ ۽ چٽڪيـن مـان چونڊائڻ، بورڊ ۽ سليٽن تي لکائڻ. | ١. هاڻي ٻئي آواز گڏي ڪير پڙهندو؟<br>٢. آءُ اهي ٻئي آواز گڏي لکان ٿو، ڏسو!<br>٣. اِهو لفظ ”شمع“ چارٽ تان ڪير ڳوليندو!<br>٤. چٽڪين مان ڪير ڪڍندو؟<br>٥. بورڊ تي ڪير لکي ڏيکاريندو؟<br>٦. سڀئي پنهنجي سليٽن تي ”شمع“ لفظ لکو! |

| ٤. اٹلاڏي | دؤر جو ڪم | سوالن ذريعي | |
|---|---|---|---|
| | | | ١. اڄ ڪهڙو لفظ سکياسين؟<br>٢. "شمع" لفظ ۾ گهڻا آواز آهن؟<br>٣. پهريون آواز ڪهڙو اٿس؟<br>٤. پيو آواز ڪهڙو آهي؟<br>٥. چارٽ تان "شمع" ڏيکاريو!<br>٦. بورڊ تي ڪير لکندو؟ |

**بورڊ جو اختصار**

خط- ڦل- آ گر، آنر

شم ع – شمع

# ۳- سبق جو نوٽ

**درجو:** پهريون.
**ڪم:** نثر (تشديد وارو لفظ سڃاڻڻ، پڙهڻ ۽ لکڻ سيکارڻ)
**مراد:** ٻار کي درست پڙهڻ ۽ لکڻ سيکارڻ.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | کيل ڪم جو دؤر<br>شمع،<br>فرش وغيره | سوال ڪرڻ سان | ١- هي ٻورڊ تي ڪهڙو لفظ لکيو اٿم؟<br>٢- هي ٻيو ڪهڙو لفظ لکيو اٿم؟<br>٣- هي لفظ ڪير پڙهندو؟ | (شمع)<br>(فرش)<br>(شرط) |
| ٢. مراد | اڄ مان او هان کي | ٻالفظ پڙهڻ ۽ لکڻ سيکاريندس. | | |
| ٣. نئون سبق | اهڙا "مس" | ٻالو چوائي سوالن ذريعي آواز ڪيڻ، هر هڪ آواز ٻورڊ تي لکي پڙهائڻ، | ١- هن ڪپڙي ۾ ڇا پيل آهي؟<br>٢- ان لفظ جو صحيح اچار ڪير ڪندو؟<br>٣- "مس" لفظ ۾ ڪيترا آواز آهن؟<br>٤- پهريون آواز ڪهڙو آهي؟ | (مس)<br>(مس) |

| | | |
|---|---|---|
| | چارٽ ۽ پٽن مان ڪڍائڻ ۽ بورڊ ۽ سليٽن تي لکائڻ . | ٥- ٻيو ڪهڙو اهي؟ (س)<br>٦- هاڻي ڀريون آواز مس بورڊ تي لکان ٿو، اوهين ڏسو ! |
| "مس" | آواز جي لکڻ جو اعلان ڪري بورڊ تي لکڻ ۽ انهي سڃاڻپ جو استعمال ڏيڻ . | ١- بورڊ تي ڇا لکيو اٿم؟<br>٢- چارٽ تان اهو "مس" آواز ڪير ڏيکاريندو؟<br>٣- پٽن مان ڪير ڪڍندو؟<br>٤- بورڊ تي ان جي مٿان ڪير لکندو؟<br>٥- سڀئي سليٽن تي لکو! |
| س | " | ١- "مس" لفظ ۾ ٻيو آواز ڪهڙو آهي؟<br>٢- هي بورڊ تي ڇا لکيم؟<br>٣- چارٽ تي اهو آواز ڪير ڏيکاريندو؟<br>٤- پٽن مان اهو آواز ڪير ڪڍندو؟<br>٥- بورڊ تي انجي مٿان ڪير لکندو؟<br>٦- سڀئي سليٽن تي لکو ! |
| مس | آواز گڏي لفظ چوائڻ ۽ لکي ڏيکارڻ، چارٽ ۽ تختن مان چوندائڻ ۽ لکائڻ. | ١- اهي ٻئي آواز گڏي ڪير پڙهندو؟<br>٢- هاڻي اهي ٻئي آواز گڏي لکان ٿو. اوهين ڏسو!<br>٣- بورڊ تي ڇا لکيم؟ |

**اٿلائي** | ڪيل ڪم جو دور | سوالن رستي

٤- چارٽ تان مس لفظ ڪير ڳولي ڏيکاريندو؟
٥- پٽن مان ڪير ڳوليندو؟
٦- بورڊ تي ڪير ڏيکاريندو؟
٧- سيپٽي سليٽن تي مس لکو!

١- اڄ ڪهڙو لفظ سکيا آهيون؟
٢- مس لفظ ۾ گهڻا آواز آهن؟
٣- ڪهڙا ٻه آواز آهن؟
٤- مس لفظ بورڊ تي لکي ڏيکاريو!

**بورڊ جو اختصار**

شمع، ڪلاڪ، مسجد، چمڙو، چاڪو،
مس، س، مس،

# ٣- سبق جو نوٽ

**درجو:** پهريون

**ڪم:** سنڌي نثر (ڪتو ۽ سندس پاڇو)

**مراد:** ٻارن جي لغت ۽ تقريري قوت ۾ اضافو ڪرڻ ۽ درست پڙهڻ سيکارڻ.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | ڪتي جو نالو ڪيائون | تصوير ڏيکاري سوال ڪرڻ سان | ١- هن تصوير ۾ ڇا ٿا ڏسو؟ | |
| ٢. مراد | اڄ اسين هڪ ڪتي جي مزيدار آکاڻي سکنداسين. | | | |
| ٣. نئون سبق | (الف) آکاڻي: هڪ ڪتي وات تان گوشت لڌو ۽ واهه جي ڪپ تان ٿي ويو. پاڻيءَ ۾ پنهنجو پاڇو ڏٺائين ۽ سمجهيائين ته هي ڪو ٻيو ڪتو آهي، جو گوشت کنيو ٿو وڃي. | دلچسپ ۽ اثرائتي ڍنگ ۾ آکاڻي ٻڌائڻ، وچ ۾ موزون جاءِ تي ڪي سوال پڇڻ ۽ ضروري چارٽ ڏيکارڻ. | ١- ڪتو گوشت ڪٿي ڪيڏانهن ٿي ويو؟<br>٢- پاڻيءَ ۾ پاڇو ڏسي ڇا سمجهيو هوندائين؟<br>٣- ان ڪان گوشت کسڻ لاءِ وات پٽيائين ته ڇا ٿيو؟<br>٤- ڪتي ڇا ڪيو، جو پنهنجو وات وارو گوشت به وڃايائين؟ | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ان ڪان گوشت کسڻ لاءِ وات ڦهلائين ته سندس وات وارو ٽڪر پاڻيءَ ۾ ڪري پيو. گهڻوئي ڳولهيائين مگر نه مليس. | | | |
| نصيحت: لالچ يا لوڀ نه ڪجي. | | ۵- ان ڪري ڇا نه ڪجي؟ | |
| (ب) نوان لفظ | ٽڪرٽڪر ڪري پڙهڻ ۽ نوان لفظ تلفظ ڪري بورڊ تي لکي مثالن ذريعي سمجهائڻ ۽ لکي پڙهائڻ. | | |
| پڙ- پاسو ڪپ، | ڦليليءَ جي پڙ تي ڌوٻي ڪپڙا ڌوئيندا آهن. | ۱- ڌوٻي ڪٿي ڪپڙا ڌوئيندا آهن؟<br>۲- ڪتي گوشت ڪٿان لڌو؟<br>۳- پڙ کي ٻيو ڇا چئجي؟ | |

| | | |
|---|---|---|
| لوڀ - هٻڇ، لالچ | هڪ فقير کي هڪ موٽر مان هڪ آنو خيرات مليو. فقير لوڀ ڪري وڌيڪ وٺڻ لاءِ موٽر پٺيان ڊوڙيو جنهنڪري ڌڪو کاڌائين. | ١- فقير ڇا جي ڪري موٽر پٺيان ڊوڙيو؟<br>٢- ڪنهن ڇا ڪيو؟<br>٣- لوڀ جي معنيٰ ڇا ٿي؟ |
| اوگڻ - عيب، خرابي | صفائي ۽ سڻائي هڪ چڱو گڻ آهي. گدلائي ۽ ميرائي هڪ اوگڻ آهي. | ١- گدلائي ۽ ميرائي ڇا آهي؟<br>٢- لوڀ ڇا آهي؟<br>٣- اوگڻ جي معنيٰ ڪير ٻڌائيندو؟ |
| ڇيهو - نقصان، گهاٽو | هاشم جي پيءُ کي گيهه جي واپار مان گهڻو فائدو ٿيو، پر يوسف جي پيءُ کي ڇيهو رسيو. | ١- يوسف جي پيءُ کي گيهه جي واپار مان ڇا رسيو؟<br>٢- لوڀ ماڻهوءَ کي ڇا ٿو رسائي؟<br>٣- لوڀ جي معنيٰ ٻڌايو! |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | تاڪائو- ٽڪيندڙ جيڪو پاڻي، تہ پرائو مال اسان کي ملي. | عرس ڪو بہ پورهيو ڪونہ ڪري ۽ نڪي ڪمائي ۽ فقط منهنجي ڪمائيءَ جو تاڪائو ٿيو ويٺو آهي، تہ اها مون کي ٿملي. | ١- عرس منهنجي ڪمائيءَ جو ڇا ٿيو ويٺو آهي؟<br>٢- ڪي ماڻهو ٻين جي مال جا ڇا ٿيندا آهن؟<br>٣- تاڪائو جو مطلب ڇا ٿيو؟ |
| | اڌ ڇڏي جو سڄيءَ .......... سگهي | زباني تشريح رستي ڀاڪو سمجهائڻ | |
| | (ث) مضمون سمجهائڻ | سوالن رستي | |
| | (د) پڙهڻ پڙهائڻ | ڍنگ سان ٽڪر ٽڪر ڪري پاڻ پڙهڻ ۽ ضرورت مطابق ٻارن کي پنهنجي پنهنجي پاڙهي ڪائن جدا جدا پڙهائڻ. | ١- ڪتي جڏهن گوشت لڌو تڏهن ڇاجو ڊپ ٿيس؟<br>٢- واهہ جي پاڻيءَ ۾ ڇا ڏٺائين؟<br>٣- پيو ڪتو سمجهي ڪهڙو خيال ڪيائين؟<br>٤- لوڀ ڪرڻ ڪري ڇا ٿيس؟<br>٥- ڏاها ان ڪري ڇا چوندا آهن؟ |
| ۴. اٿلاڏي | ڪيل ڪم جو دور | سوالن رستي. | ١- اڄ ڪنهن جي ڳالهہ سکياسين؟<br>٢- ڪتي گوشت ڪٿان لڌو؟<br>٣- گوشت کائڻ لاءِ ڪيڏانهن ويو؟ |

٤- پاڻيءَ ۾ پنهنجو پاڇو ڏسي ڇا پانيائين؟
٥- وات پٽي گوشت تي ڪسيائين ته ڇا ٿيو؟
٦- ان مان اسان کي ڪهڙي نصيحت ٿي ملي؟

**پورب جو اختصار**

**هڪ ڪتي جي ڳالهه**

**نصيحت:** هبچ يا لالچ نه ڪجي.

پر - پاسي، ڪپ - لوڀ - هبچ، لالچ - اوگڻ - خراب گڻ، عيب، خرابي - ڇيهو - نقصان، گهاٽو، تاڪائو - تڪيندڙ، جيڪو پاڻئي ته پڻ جو مال اسان کي ملي.

# ٤- سبق جو نوٽ

**درجو:** پنجون
**ڪم:** سنڌي نثر (سير ڪرڻ، پهريون اڌ)
**مراد:** شاگردن جو لفظي ذخيرو وڌائڻ ۽ تقريري ۽ تحريري طاقت ۾ اضافو ڪرڻ.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | مقصد تي اچڻ | سوالن ذريعي | ١- جيڪي ماڻهو پنهنجو ملڪ ڇڏي ٻين ملڪن ۾ مسافري ڪرڻ وڃن تن کي ڇا چئبو آهي؟<br>٢- ماڻهو مسافري ڇو ڪندا آهن؟ | |
| ٢. مراد | اڄ مان اوهان کي ڪرڻ مان ڪهڙا | سيڪاريندس ته سير فائدا آهن. | | |
| ٣. نئون سبق | (الف) مختصر حقيقت ٻڌائڻ. | موضوع جو تعارف ڪرائڻ ۽ مختصر ريت سبق جي حقيقت ٻڌائڻ. | | |

گهمڻ ۾ سير ڪرڻ ان واقفيت وڌي ٿي. دنيا ۾ سدائين پيو سکجي. ان ڪري سير ڪرڻ ضروري آهي.

گهڻا ماڻهو تڪليفن جي ڪري گهر کان ٻاهر نڪرڻ کان لهرائيندا آهن. گهر ويٺي ڪو به ماڻهو علم يا واقفيت پرائي ڪونه سگهندو.

سير ڪرڻ سان ماڻهو تجربا پرائي هوشيار ٿئي ٿو. سير ڪرڻ کان پوءِ خبر پوي ٿي ته اڳ ۾ ڪيتري نه گهٽ واقفيت هئم.

| | | |
|---|---|---|
| (ب) استاد جو پڙهڻ. | ڪتاب کولي پاڻ بلند ۽ صاف آواز سان وقفن ڏيڻ سان پڙهڻ. | |
| (ت) خاموش خواني | پاڻ پڙهي پڌائڻ بعد شاگردن کي خاموش خواني لاءِ هدايت ڪرڻ ۽ ان جي دوران شخصي مشڪلاتون حل ڪرڻ. خاموش خواني بعد مقصودي سوالن جا جواب وٺي عام سمجهاڻي شروع ڪرڻ. | (مقصود سوال)<br>١- جيڪي ماڻهو سير ڪن ٿا ڪن، تن جو ڪهڙو حال آهي؟<br>٢- سير ڪرڻ مان ڪهڙا فائدا ٿين ٿا؟ |

| (د) نوان لفظ ۽ اصطلاح | نون لفظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ شاگردن کان طلب ڪرڻ نہ اچڻ جي حالت ۾ مثالن ذريعي سمجھائڻ ۽ بورڊ تي لکي پڙھائڻ. | |
|---|---|---|
| انسان جيترو اُجھي، اوترو پُجھي. | لفظي معنيٰ پڌائي سمجھائڻ سان. | ١- انسان جيترو اُجھي، اوترو پُجھي. ان جي معنيٰ ڇا ٿي؟ |
| گھر مان پير ٻاھر ڪڍڻ. مسافري لاءِ نڪرڻ. | برابر ٽيھہ سال ڏارين ملڪن ۾ پنڪج کان پوءِ ست سال ٿيا آھن، تہ وري گھر مان پير ٻاھر نہ ڪڍيو اٿم. | ١- گھر مان پير ٻاھر ڪڍڻ جو مطلب ڇا ٿيو؟ |
| ڪشالا ڪڍڻ. تڪليفون سھڻ. | ويچاري عثمان ننڍيءَ عمر ۾ علم پرائڻ خاطر ڏاڍا ڪشالا ڪڍيا. مگر ھاڻي ھو وڃي آسودو ٿيو آھي. | ١- ڪشالا ڪڍڻ جي معنيٰ ڇا ٿي؟ |

| | | |
|---|---|---|
| وڪا پڌرا ٿي پوڻ (اصطلاح) سڀ عيب ۽ اوڻايون ظاهر ٿي پوڻ. | اسماعيل کي پنهنجي هوشياري تي ڏاڍو ڀانور هو، مگر امتحان ۾ ناپاس ٿي پيو ۽ سڀني جي اڳيان سندس وڪا پڌرا ٿي پيا. | ١- وڪا پڌرا ٿي پوڻ جي معنيٰ ڇا ٿيندي؟ |
| خيال ڪشادا ٿيڻ- گهٽيون ڳالهيون سمجهه ۾ اچڻ. | سمجهائي ۽ رستي ذهن نشين ڪرائڻ ذريعي. | |
| پوتي ۽ پاڪ هجڻ- سڀني عيبن کان آجو هجڻ. | مثالن رستي. | |

| | | |
|---|---|---|
| عيبن جو گهر هجڻ گهڻن ڪمزورين سان ڀريل هجڻ. | هڪ نشئي ماڻهو جو مثال ڏيئي ان جي سيني عيبن جو ذڪر ڪري، ڪيئن عيبن جو گهر بڻائي سمجهائڻ. | |
| (ع) مضمون سمجهائڻ | سلسليوار سوالن ذريعي. | ١- سير ڪرڻ بابت سياڻا ڇا چوندا آهن؟<br>٢- جيڪي ماڻهو سير نه ڪندا آهن، سي ڇا چوندا آهن؟<br>٣- سير ڪرڻ مان ڪهڙا فائدا آهن؟<br>٤- سير ڪرڻ کان پوءِ ماڻهو ۾ ڪهڙو ڦيرو اچي ٿو؟ |
| (ف) پڙهڻ ۽ پڙهائڻ | استاد شاگردن کي پڙهي ٻڌائي ۽ هڪ هڪ ڪري شاگردن کان پڙهائي. | |
| ڪيل ڪم جو دور | سوالن رستي. | ١- مضمون جو لکندڙ سفر جي فائدي ۾ آهي يا برخلاف؟<br>٢- آرام طلب ماڻهو جيڪي ڪڏهين سفر ڪونه ڪن سي ڇا چوندا آهن؟ |

٣- سندن ذاتي ۽ دماغي حالت ڪهڙي هوندي آهي؟
٤- اهڙا ماڻهو جيڪر ٻاهر نڪرن ۽ دنيا ڏسن ته ڇا سمجهن؟
٥- سير جا سڀئي فائدا ڪير ٻڌائيندو؟
٦- پلا سفر مان نقصان بابت ڪير ڳالهائيندو؟
٧- اوهان مان جنهن سفر ڪيو هجي، اهو پنهنجي سفر جو ڪجهه بيان ڪري!

## بورب جو اختصار
## سفر ڪرڻ مان فائدا

گهر مان ٻـر ٻاهر ڪيڻ- مسافري لاءِ ٻاهر نڪرڻ.
ڪشالا ڪيڻ- تڪليفون سهڻ.
وڪا پڌرا ٿي پوڻ- عيب ۽ اوڻايون ظاهر ٿي پوڻ.
خيال ڪشادا ٿيڻ- گهٽيون ڳالهيون سمجهه ۾ اچڻ.
پوتيءَ پاڪ هجڻ- سڀني عيبن کان آجو هجڻ.
عيبن جو گهر هجڻ- گهڻين ڪمزورين سان ڀريل هجڻ.

# ٦- سبق جو نوٽ

**درجو:** ڇهون
**ڪم:** سنڌي نثر (پڙهڻ گاري)
**مراد:** ٻارن جي لغت ۽ تقريري قوت ۾ اضافو ڪرڻ ۽ درست پڙهڻ سيکارڻ.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | مقصد تي اچڻ | سوالن ذريعي. | ١- جو چوڪر ماءُ ۽ پيءُ جو حڪم مڃي ۽ استاد جي چئي ۾ رهي. ٻار ڪان وڏن جي فرمان موجب هلي، تنهن کي ڇا چئجي؟<br>٢- جو ماڻهو ٻين سان ڏي وٺ ڪرڻ ۽ واپار ۾ سچائي ڏيکاري ۽ ٺڳي يا دولاب نه ڪري ان کي ڪهڙو ڇئبو آهي؟<br>٣- جو ماڻهو هميشه پنهنجي ڪمائيءَ مان گذران ڪري ۽ ڪڏهن به پرائي پئسي يا شيءِ ۾ طمع نه رکي ته اهڙي ماڻهوءَ کي ڪهڙو ماڻهو سڏجي؟ | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٢ مراد | اڄ اوهان کي | پرهيزگاريءَ بابت سبق سيکارينداسين. | ٤- پرهيزگار ماڻهوءَ ۾ ڪهڙي خاصيت هوندي آهي؟ |
| ٣ نئون سبق | (الف) استاد جي پڙهڻي. | ڪتاب کولي سچو سبق صاف ۽ چٽي نموني ۾ ڏنگ سان پڙهي وڃڻ. | |
| | (ب) خاموش خواني | شاگرد کي خاموش خواني ڪرڻ شخصي مشڪلاتن جي لاءِ سمجهاڻي جي طلب ڪرڻ ۽ مقصودي سوالن جي جوابن ڳولڻ لاءِ هدايت ڪرڻ | **مقصودي سوال**<br>١- ڪن پرهيزگار ماڻهن جي پرهيز ڪهڙي حد تائين ويندي هئي؟<br>٢- سيدنا حضرت ابوبڪر (رض) جن ڪاڏلي ڪوف الٽي ڪري ڇو ڪڍي ڇڏيو؟ |

| | |
|---|---|
| (ت) نوان لفظ ۽ اصطلاح. | ڪلاس جي ڪنهن چڱي شاگرد کي پڙهڻ لاءِ چوڻ ۽ ٽڪر ٽڪر جي نون لفظن ۽ اصطلاحن جو درست تلفظ ۽ مطلب سمجهائڻ ۽ انهن بابت سندن واقفيت وسيع ڪرڻ. |
| حلال، جائز، جنهن جي مذهب اجازت ڏني. | مسلمانن لاءِ ڪن پکين ۽ جانورن جو گوشت حلال آهي ۽ ڪن جو حرام آهي (حرام آهي معني ۽ مطلب حرم، محرم وغيره سمجهائڻ). |
| بريڪيٽ (اصطلاح) پاسو ڪرڻ. | زباني تشريح ذريعي سمجهائڻ. |

| لفظ | مثال | سوال |
| --- | --- | --- |
| شبهو - شڪ، گمان | اڄ بازار ۾ منهنجي کيسي مان ڪنهن هٿ نڪري ويو، انهيءَ ڪري منهنجي دل ۾ شبهو پيدا ٿيو ته منهنجي پرسان بيٺل ماڻهو اهو ڪيو آهي. | |
| خليفو - عيوضي، ڪاروبار هلائيندڙ | شاگردن کي پيرن ۽ فقيرن جي خليفن جو مثال ڏيندا. ان بعد حضرت محمد صلعم جن بابت ڪجهه سوال ڪري ۽ خلفاء راشدين بابت معلومات تازي ڪري. حضرت ابوبڪر صديق (رض) بابت ڪجهه ٻڌائي. | ١- جيڪو خاص شخص پيرن، فقيرن ۽ درويشن وٽ رهندو آهي ۽ سندن ڪاروبار هلائيندو آهي، ان کي ڇا ڪري سڏبو آهي؟<br>٢- اسان جو نبي ڪير هو؟<br>٣- ڪانئن پوءِ حڪومت جي ڪاروبار ۽ دين جي ڪم راس ڪرڻ لاءِ ڪير مقرر ٿيا؟<br>٤- ڪهڙا خليفا مقرر ٿيا؟ |

| | | |
|---|---|---|
| | | ٥- انهن ۾ پهريون خليفو ڪير هو؟<br>٦- صديق جي معنيٰ ڇا آهي؟<br>٧- حضرت ابوبڪر کي صديق ڇو چوندا آهن؟<br>٨- روا جو مطلب ڇا ٿيو؟ |
| روا- جائز | ڪنهن يتيم جي ماڪيت ڪائي وڃڻ يا ان تي ڪو بيو ظلم ڪرڻ روا نه آهي. | |
| تحفو- سوکڙي، سوغات. | | ١- تحفي جو مطلب ڇا آهي؟ |
| ڦي- الڳي. | | ٢- سيدنا حضرت ابوبڪر جن ٽڙيءَ ۾ آگر هنئين هوندي، ته ان جو اثر ڪهڙو ٿيو هوندو؟<br>٣- ڦي جو مطلب ڪير ٻڌائيندو؟ |
| (د) مضمون سمجهائڻ | سوالن ذريعي | ١- پرهيزگار ماڻهو ڪهڙي شيءِ ڪم نه آڻيندا هئا؟<br>٢- زياده پرهيزگار ماڻهو ڪهڙي پرهيز ڪندا هئا؟<br>٣- حضرت ابوبڪر جن کي جنهن شخص صوف ڏنو، اهو ڪهڙي قسم جو ماڻهو هو؟<br>٤- حضرت جن جڏهن صوفن جا وڻ ڏٺا، تڏهن ڪهڙو شڪ پين؟<br>٥- ان ماڻهوءَ اهو صوف حضرت جن کي ڇو ڏنو هو؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | (ع) پڙهڻ پڙهائڻ. | سهڻي ڍنگ سان پاڻ پڙهي ٻڌائڻ ۽ هڪ هڪ شاگرد کان پڙهائڻ. | ٦- حضرت جن کي جڏهن پڪ ٿي ته اهو صوف پرائو آهي، تڏهن ڇا ڪيائون؟ |
| ٤. اٿلائي | ڪيل ڪم جو دؤر | سوالن ذريعي دور ڪرائڻ ۽ حاصل ڪيل واقفيت جو استعمال ڪرڻ. | ١- اڄ ڪهڙي شخص بابت سکياسين؟<br>٢- پرهيزگار مائهن جي ڪهڙي روش هوندي هئي؟<br>٣- خليفي ابوبڪر (رض)، ان ماڻهوءَ کان صوف ڇو ورتو؟<br>٤- جڏهن شڪ پين تہ اهو صوف شايد حلال جو نہ هو، تڏهن ڇا ڪيائون؟<br>٥- ان مان حضرت جن جي ڪهڙي خوبي ظاهر ٿئي ٿي؟<br>٦- اسان کي ان مان ڪهڙو سبق وٺڻ گهرجي؟<br>٧- پرهيزگاريءَ بابت اهڙي قسم جي ڳالهه ٻي ڪير ٻڌائيندو؟ |

٨- ڪنهن اهڙي ڪو شخص ڏٺو يا پڙهو هجي، ته ان جي ڳالهه ٻڌائي؟

٩- سياڻي ٻاڻ اهو بحث ڪنداسين، ته اڄڪلهه ماڻهن ۾ اهڙي پرهيزگاري ڪيتري قدر آهي. اوهين تيار ٿي وڃجو.

**پورب جو اختصار**

**پرهيزگاري**

حلال - جائز، جنهن جي مذهب اجازت ڏني.
پري رهڻ - پاسو ڪرڻ.
شبهو - گمان، شڪ.
خليفو - عيوضي، ڪاروبار هلائيندڙ.
حضرت محمد صلي الله عليه وسلم.
سيدنا حضرت ابوبڪر صديق (رض).
سيدنا حضرت عمر فاروق (رض).
سيدنا حضرت عثمان غني (رض).
سيدنا حضرت علي المرتضيٰ (رض).
روا - جائز.
تحفو - سوکڙي، سوغات.
ڦي - الٽي.

# ب- نظم

## ٢- سبق جو نوٽ

**درجو:** پنجون.
**ڪم:** سنڌي نثر (مندن جو راڳ)
**مراد:** ٻارن کي نظم مان لطف وٺڻ ۽ مدد ڪرڻ ۽ درست پڙهڻ سيکارڻ.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| ١. شروعات | ڇهن مندن جا نالا ۽ ٻي واقفيت ڪيائڻ. | مندن بابت ڪجهه گفتگو ڪرڻ ۽ انهن بابت ڪين وڌيڪ واقفيت ڏيڻ . | ١- اوهان کي گرم ڪپڙا پيل آهن يا سرد؟<br>٢- اهي ڪپڙا ڇو پاتا اٿو؟<br>٣- جڏهين اهڙا ڏينهن ايندا آهن، تڏهين ان کي ڪهڙي مند چئبو آهي؟<br>٤- سال ۾ ڪل گهڻيون مندون آهن؟<br>٥- اونهاري جي مند ۾ ڇا ٿيندو آهي؟<br>٦- سياري ۾ ڪهڙي هوا لڳندي آهي ؟<br>٧- بهار ۾ ڪهڙي هوا لڳندي آهي؟ | |
| | اڄ مان اوهان کي (الف) راڳ پڙهائڻ. | مندن بابت هڪ سهڻو راڳ سيکارڻ | | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٢٠ڻون سبق | ٻارو اچي مڙو هڪ ماڪ<br>................<br>................<br>وري ٿئي ڏسو ساڳيو حال | استاد منڊن جو راڳ ٻارن کي سر سان ڳائي ٻڌائي. ڳائي نه سگهي، ته سرسان پڙهي ٻڌائي جيئن ٻارن کي ان مان لطف اچي. ان بعد کين اهو جهلي جهلي پڙهي ٻڌائي، جيئن ٻار اهو سمجهي سگهن. | |
| | (ب) نوان لفظ. | ٻه ٻه يا چار چار ستون ڪري پڙهي، ۽ نوان لفظ بورڊ تي لکي درست تلفظ ڪري مثالن رستي معنيٰ ڪڍائي بورڊ تي لکي پڙهائڻ. | |

| | | |
|---|---|---|
| مڙو - گڏ ٿيو | رستي تي جادوگر جا ڪيل ڏسي گهڻيئي ماڻهو اچي مڙيا. | ١- جادوگر جي ڪيل تي ماڻهو ڪيئن اچي گڏ ٿيا؟<br>٢- ٻارو اوهين ڇا اچي ڪريو؟<br>٣- مڙو ٻه ڇٻو ٻيو ڇا ڇٻو؟ |
| ماڪ - هنڌ، جاء | ڏيگيون ۽ مينهون صبح جو جهنگ ۾ چرڻ وينديون آهن ۽ شام جو موٽي ساڳئي ماڪ تي اينديون آهن. | ١- ڏيگيون ۽ مينهون شام جو موٽي ڪٿي اينديون آهن؟<br>٢- ٻارو ڪٿي اچي مڙو؟<br>٣- ماڪ ڪي ٻيو ڇا چئجي؟ |
| واه جاء سٽي ونڊڙ | ڪالهوڪو انب خراب نڪتو، پر پهلي اچوڪو انب واه جو آهي! | ١- اچوڪو انب ڪيئن آهي؟<br>٢- بهار جي منڊ ڪيئن آهي؟<br>٣- واه جاء جي معني ڪير ٻڌائيندو؟ |
| مهٽا - سهٽا | (غير مروج لفظ) زباني تشريح رستي سمجهائجي. | |

| لفظ | مثال | سوال |
|---|---|---|
| ٽڙڻ - کلڻ، ڦٽڻ، ڦٽيل ٿيڻ | هي گل ڪالهه مون باغ ۾ ڏٺو، ته اجا مکڙي هو ۽ بند ٿيو پيو هو. اڄ وڃي ڏٺم ته ٽڙيو بيٺو هو، سو پٽي آيس. | ١- هي گل اڄ باغ ۾ ڪيئن ٿيو بيٺو هو؟<br>٢- بهار جي مند ۾ گل ڦل باغن ۾ ڪيئن ٿا ٿين؟<br>٣- ٽڙڻ جي معنيٰ ڇا آهي؟ |
| ڊول - نمونو | پريل جي ڪرسي ٻه سنڌي آهي، پر محمد جي ڪرسي وري ٻئي ڊول جي آهي. | ١- مجيد جي ڪرسي ڪيئن آهي؟<br>٢- اونهاري جو ڇا نيارو آهي؟<br>٣- ڊول جي معنيٰ ڇا آهي، ڪير ٻڌائيندو؟ |
| نيارو - ٻئي قسم جو | سومار ۽ احمد پنهنجي پيءُ جهڙا آهن، پر يوسف پنهنجي پيءُ جهڙو نه آهي، ان جو ته وري نمونوئي نيارو آهي. | ١- يوسف جو نمونو ڪيئن آهي؟<br>٢- اونهاري جو ڊول ڪيئن آهي؟<br>٣- نيارو جو مطلب ڇا آهي؟ |
| مدام - سدائين، هميشه | حيدرآباد ۾ ڪڏهن ڪڏهن مينهن پوندو | ١- ولايت ۾ مينهن ڪيئن ٿو پوي؟<br>٢- اونهاري ۾ گرمي ڪيئن ٿيندي آهي؟ |

| لفظ | جملو | سوال |
|---|---|---|
| | آهي پر ولايت ۾ ميهن مدام پيو پوي. | ٣- مدام جي معنيٰ ٻڌايو: |
| جام - گهڻو | اسان جي باغ ۾ انبن جا گهڻيئي وڻ آهن، جن مان اسان کي جام انب ملندا آهن. | ١- اسان وٽ انب ڪيترا ٿيندا آهن؟<br>٢- هن مند ۾ پاڻي ڪيترا چڙهندا آهن؟<br>٣- جام کي ٻيو ڇا چئجي؟ |
| وائي - ڳالهه | اڄڪلهه ڏاڍي مهانگائي ٿي ويئي آهي، جنهنڪري هر ڪنهن کي مهانگائي جي وائي وات ۾ آهي. | ١- هر ڪنهن کي مهانگائي جي ڇا وات ۾ آهي؟<br>٢- اونهاري ۾ سيني کي پوک جي ڇا وات ۾ آهي؟<br>٣- وائي جي معنيٰ ڇا آهي؟ |
| تپت - تپ، بيماري | شهر ۾ ايتري بيماري ڪانهي، پر ٻهراڙيءَ ۾ ڏاڍي تپت آهي. | ١- ٻهراڙيءَ ۾ ڇا آهي؟<br>٢- سرءُ ۾ جاءِ بجاءِ ڇا ٿي ٿئي؟<br>٣- تپت جي معنيٰ ٻڌايو: |
| سوسات - تکي هوا جو آواز. | گجگوڙ جو کڙڪاٽ ٿيندو آهي. گاڏي جو چاڪ هلندو آهي، ته چيچاٽ ٿيندو آهي. تکي هوا | ١- تکي هوا جو ڪهڙو آواز ٿيندو آهي؟<br>٢- اتر جي هوا ڇا ٿي ڪري؟<br>٣- سوسات جو مطلب ڇا ٿيو؟ |

| | | |
|---|---|---|
| | لڳندي آهي ته سو سات ٿيندو آهي. | |
| (ث) مطلب سمجهائڻ ۽ لطف وٺائڻ. | ٻه ٻه چار چار ستون ڪٺي لفظن سمجهائڻ سان گڏ بيت جي مطلب سمجهائڻ ۽ ان جي قدرداني ڪرڻ لاءِ سوال ڪرڻ. نوٽ :- مطلب سمجهائڻ ۽ لطف وٺائڻ وارا سوال لفظن سمجهائڻ وارن سوالن سان گڏ هرهڪ بن چئن سٽن جا گڏ ڪجن. | ١- بهار جي مند ڪهڙي قسم جي آهي؟<br>٢- بهار ۾ باغ ۽ وڻ ٽڻ ڪيئن ڏسبا آهن؟<br>٣- ان ٻوليءَ ۾ ڪهڙو لفظ آهي، جو آواز پکين جي ٻوليءَ جهڙو آهي؟<br>٤- اونهاري ۾ ڇا ٿيندو آهي؟<br>٥- هن مند ۾ سيني کي ڪهڙي وائي وات ۾ هوندي آهي؟<br>٦- سرءُ ۾ ڪهڙي هوا لڳندي آهي؟<br>٧- وڻن کي ڇا ٿي پوندو آهي؟<br>٨- سرءُ ۾ ٻيو ڇا ٿيندو آهي؟<br>٩- سياري ۾ ڇا ٿيندو آهي؟<br>١٠- ڪهڙي لفظ جو آواز هوا جي آواز جهڙو آهي؟ |
| (د) پڙهڻ پڙهائڻ | بارڙ کي سهڻي ڍنگ ۾ بيت پڙهي ٻڌائڻ ۽ پنهنجي | |

| | | پنهنجي پڙهائي جدا جدا ٻارن کان پڙهائڻ. | |
|---|---|---|---|
| ۴. اٿلائي | ڪيل ڪم جو دؤر | سوالن ذريعي معلوم ڪرڻ ته شاگردن برابر بيت سمجهيو آهي ۽ ان مان لطف حاصل ڪيو آهي. | ۱- سال ۾ گهڻيون مندون آهن؟<br>۲- بهار جي مند ۾ ڇا ٿيندو آهي؟<br>۳- گل ڦل ۽ پکي ڇا ڪندا آهن؟<br>۴- اونهاري ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ڏسڻ ۾ اينديون آهن؟<br>۵- اونهاري کان پوءِ سرءُ جي مند ۾ ڇا ٿيندو آهي؟<br>۶- سياري ۾ ڇا ٿيندو آهي؟ |
| ۵. استعمال | بيت متعلق زياده ڪم. | ڪنهن شاگرد کي بيت جي ڳائڻ لاءِ چوڻ ۽ ان بعد سڀني شاگردن کي گهر ۾ بيت جي ياد ڪرڻ ۽ ان جي ڳائڻ لاءِ چوڻ. | ۱- هاڻي اهو بيت ڪير ڳائي ٻڌائيندو؟<br>۲- اوهين سڀ اهو بيت ياد ڪري اچجو ۽ ڳائي ٻڌائجو؟ |

**بورب جو اختصار**

**مدن جو راڳ**

مڙو - گڏ ٿيو. ماڳ - هنڌ، جاءِ . واهہ جا سٽي،
وٽندڙ. ٻهڻا - سهڻا، وڻندڙ. ٽڙڻ - کلڻ، ڦٽدي
ٻيهن. ٻول - نمونو. نيارو - ٻئي قسم جو. مدام -
سدائين، هميشه. جام - گهڻو. وائي - ڳالهہ. تپت -
تپ، بيماري. سوسات - تکي هوا جو آواز.

# ۵- سبق جو نوٽ

**درجو:** پنجون
**ڪم:** سنڌي نظم (بهار- بيت، ٽي بند)
**مراد:** شاگردن کي نظم مان لطف وٺڻ ۽ درست پڙهڻ سيکارڻ.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | نظم جي موضوع تي اچڻ | سال جي مندن خاص طور بهار بابت شاگردن سان گفتگو ڪرڻ. | ١- هي ڏينهن ڪهڙيءَ مند جا آهن؟<br>٢- هن مند ۾ ڇا ڇا ٿيندو آهي؟<br>٣- سڄي سال ۾ ڪهڙيون مندون ٿينديون آهن؟<br>٤- بهار جي مند ڪهڙن مهنن ۾ ايندي آهي؟<br>۵- بهار جي مند ۾ ڇا ڇا ٿيندو آهي. | |
| ٢. مراد | اڄ پڙهڻ بهار جي مند | بابت هڪ سهڻو بيت سکنداسين. | | |
| ٣. نئون سبق | (الف) بيت ڳائڻ آئي مند ملار، | مٺي آواز ۾ هڪ يا ٻه ڀيرا دفعا | ١- جن کي اهو بيت وڻي ٿو سي مٿي هٿ ڪن؟<br>٢- ان بيت ۾ اوهان کي ڪهڙي ڳالهه وڻي ٿي؟ | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | پڪين ڪشي للڪار ......... ............ سڄ ٽڪليءَ جي ٽونڪار سڄ پڪين جي للڪار. | بيت ڳائي ٻڌائڻ، جيئن شاگرد موج ۾ اچي وڃن، اُن بعد سهڻي ڍنگ ۾ بيت پڙهي ٻڌائڻ. | ٣- سر ڪان سواءِ ان بيت ۾ اوهان کي ڪهڙي ڳالهه پسند آهي؟<br>٤- هن بيت ۾ شاعر ڪهڙيون ڪهڙيون تصويرون چٽيون آهن؟<br>٥- هاڻي ڪتاب کوليو ته ڏسو ته اُن ۾ شاعر ڪهڙي ڪاريگري رکي آهي؟ |
| ٻهريون بند | (ب) نوان لفظ | بند بند ڪري پڙهڻ ۽ نوان لفظ مثالن ذريعي سمجهائي بورڊ تي لکي پڙهائڻ. | |
| | رت= موسم | سيارو، بهار، اونهارو ۽ سرءُ اهي سال جون چار رتيون آهن. | ١- سيارو، بهار، اونهارو ۽ سرءُ اهي سال جون چا آهن؟<br>٢- رت جي معنيٰ چا آهي؟ |
| | انگوريون ۽ ڪيتڪيون= گلن جا قسم | گلن جا قسم ٻڌائڻ سان. | |
| | ڪڙيا= ٽڙيا، ڪليا. | گل ٻهرائين مکڙيز جي شڪل ۾ هوندا آهن، پوءِ ڪڙيو گل ٿيو پون. | ١- مکڙيون ڪيئن ٿيون، گل ٿيو ٿين؟ |

| | نوان لفظ | طريقو | سوال |
|---|---|---|---|
| | ڪنٿار= گل جو قسم | جنسي ڏيکارڻ يا زباني بيان رستي سمجهائڻ ۔ | ١- ڪنٿار گل ڪيئن ٿيو ٿيندا هوندا آهن؟ |
| | هٻڪار= خوشبوءِ | ڪن عطرن جي هٻڪار گهٽ، ته ڪن جي وڌيڪ وڻندڙ ٿيندي آهي۔ | ١- عطرن جي ڪهڙي ڳالهه وڻندڙ ٿئي ٿي؟<br>٢- گلاب جي ڪاڻ ڪري هند هند ڇا ٿي ويو آهي؟<br>٣- هٻڪار جي معنيٰ ڇا ڇئبي؟ |
| | ڪيدو= هڪ پکي<br>(ث) مطلب سمجهائڻ ۽ لطف وٺائڻ۔ | سمجهائڻ رستي بند بند سوالن ذريعي سمجهائڻ ۽ شاعر جي استعمال ڪيل خوبين طرف شاگردن جو توجه ڇڪائڻ ۔ | ١- بهار جي رت اچڻ ڪري ڇا ٿيو آهي؟<br>٢- بهار جي منڍ اچڻ ڪري ڪهڙا گل ڪڙيا آهن؟<br>٣- ڪيدو پکي خوشيءَ ۾ ڇا پيو ڪري؟<br>٤- بهار جي اچڻ سان جيڪا رونق ٿي آهي، تنهن جي پڌائڻ لاءِ شاعر ڪهڙي هنڌ جو بيان ڪيو آهي؟ |
| پيو بڌ | (ب) نوان لفظ<br>بسنت= بهار | مٿئين نموني۔<br>مٿئين نموني زباني طرح پڌائڻ ۔ | |

| | | |
|---|---|---|
| ٺلي= خوشيءَ يا موج سان لڏي. | خوشيءَ ۾ آيل شخصن جي مثال ڏيڻ سان يا جنسي ٺلي ڏيکارڻ ذريعي. | |
| موتيو، مگرو، زعفران چنبيلي= گلن جا قسم | پڌائڻ ذريعي. | |
| پريا= مڙيا. | پراڻيءَ ٻوليءَ جو لفظ سمجهائڻ. | |
| پسونس= ڪارو اڏامندڙ جيت جو گلن مٿان اڏامندو آهي. | پڌائڻ سان. | |
| دڳار= ميڙ، ٽولا | اڄ صبح جو ڇت تي مون ڪٻٽي آن پکيڙيو تہ ڪبوترن جا دڳار اچي مڙيا ۽ آن کائڻ لڳا. | ١- باغن ۾ بلبلون ڪيتري تعداد ۾ پيون ٻولين؟<br>٢- دڳار جي معنيٰ ڇا ٿي؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | (ث) مطلب سمجهائڻ ۽ لطف وٺائڻ. | مٿين نموني. | ١- بسنت جي رت ڪري، ٽارين ۾ ڪهڙي خوشي آئي آهي؟<br>٢- ڪهڙا ڪهڙا گل چوڌاري ڏسجن ٿا؟<br>٣- بلبلين جا ڏٽار ڇا پيا ڪن؟<br>٤- هن بند ۾ شاعر جيڪو نقشو چٽيو آهي آن جو بيان ڪير ڪندا. |
| ٻيون بند | (ب) نوان لفظ | مٿين نموني. | |
| | سرهائي= خوشي | عيد جي موقعي تي گهر گهر ۾ سرهائي هوندي آهي. | ١- عيد جي موقعي تي گهر گهر ۾ ڇا هوندو آهي؟<br>٢- بهار جي مند اچڻ ڪري پکين کي ڇا ٿي آهي؟<br>٣- سرهائي جي معنيٰ ڇا ٿيندي؟ |
| | واڌائي= مبارڪ | شاديءَ جو موقعو بيان ڪري زباني طرح سمجهائڻ. | |
| | لاٽ لنوڻ= ٻولي ڪرڻ. | باغ جي وڻن تي ڪيترائي پکي هئا جن مان ڪي ڏنهن ته هيڏي هوڏي پئي اڏاڻا ۽ ڪي ڏنهن ته ويٺا سٺي آواز ۾ لاٽ لنوڻ. | ١- پکين سٺي آواز ۾ ڇا پئي ڪيو؟<br>٢- چوٽير پکي ڇا پيو ڪري؟<br>٣- لاٽ لنوڻ= کي پيو ڇا چئبو؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | (ٿ) مطلب سمجهائڻ ۽ لطف وٺائڻ. | مٿين نموني. | ۱– بهار جي موسم اچڻ ڪري پکين تي ڪهڙو اثر ٿيو آهي ؟<br>۲– طوطو ڇا پيو ڪري؟<br>۳– هن منڊ ۾ اوهان کي ڪهڙي تصوير ڏسڻ ۾ ٿي اچي؟ |
| | (د) پڙهڻ پڙهائڻ. | بيت سهڻي ڍنگ ۾ سوچ سان پڙهي پڙهائڻ ۽ شاگردن کان پڙهائڻ . | |
| ۴. اٿلائي | ڪيل ڪم جو دؤر | سوالن ذريعي. | ۱– هي بيت ڪهڙي منڊ بابت چيل آهي؟<br>۲– هن منڊ جي اچڻ ڪري ڪهڙين ڪهڙين شين تي اثر ٿو ٿئي؟<br>۳– باغ ۾ ڪهڙي قسم جا گل ٿا ٽڙن؟<br>۴– پکي ۽ جيت ڇا ٿا ڪن؟<br>۵– هن بيت ۾ شاعر جيڪي به لفظي تصويرون ڪييون آهن، تن مان اوهان کي ڪهڙي گهڻي پسند ٿي اچي؟ |

| ٥. استعمال | شاگردن کان سندن پسندي جو عملي ثبوت وٺڻ . | شاگردن کي بيت ڳائڻ ۽ ٻئي عملي ڪم لاءِ هدايت ڪرڻ . | ١- هاڻي اهو بيت مون کي ڪير ڳائي ٻڌائيندو؟<br>٢- هن شعر ۾ جيڪي ٻه لفظي تصويرون آهن، تن مان جيڪا اوهان کي پسند هجي، ان جي شڪل ڪڍي اچجو ! |
|---|---|---|---|

**پورب جو اختصار**

**بهار (بيت)**

رت= موسم. انگوريون ۽ ڪيتڪيون= گلن جا قسم. ڪڙيا= ڙڙيا، ڪليا. ڪنٿهار= گل جو قسم. هبڪار= خوشبوءِ. ڪيدو= هڪ پکي. بسنت = بهار. ٿلي= خوشيءَ يا موج سان لڏي. موتيو مگرو، زعفران، چنبيلي= گلن جا قسم. پريا= مڙيا. پونر= ڪارو اڏامندڙ جيت جو گلن مٿان اڏامندو آهي. دڻار= ميڙ، ٽولا. سرهائي= خوشي. واڌائي= مبارڪ. لات لنوڻ= ٻولي ڪرڻ.

# ٦- سبق جو نوٽ

**درجو:** ستون

**ڪم:** سنڌي نظم (شاه جي رسالي ما بيت- سبق پاويهون- ڀهرڊان تي بند)

**مراد:** شاگردن کي نظم مان لطف وٺڻ ۽ صحيح پڙهڻ سيکارڻ

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | شاگردن سان سسئي پنهون جي آکاڻي ڪيائڻ ۽ نظم جي مقصد تي اچڻ. | سوالن ذريعي | ١- سنڌ ۾ ڪهڙا مشهور عاشق معشوق ٿي گذريا آهن؟<br>٢- سسئي پنهون ۽ جي آکاڻي مختصر طرح ڪير ٻڌائيندو؟<br>٣- سسئي پنهون ۽ بابت سنڌ جي ڪهڙن شاعرن ڪلام چيا آهن؟<br>٤- اهي ڪلام آکاڻي ۽ جي ڪهڙي حصي بابت آهن؟<br>٥- شاه صاحب جو ڪلام سيکاريندس؟ | |
| ٢. مراد | اڄ مان اوهان کي (الف) ڪلام پڙهڻ | سسئي پنهون بابت شاه جو ڀهريائين وٺندڙ سر ۾ ڪلام چئي ٻڌائڻ ۽ ان بعد صاف نموني ۾ جهلي جهلي پڙهي ٻڌائڻ. | | |
| ٣. نئون سبق | منهنس جهل مهار، ڪنهنس ڪاه م ڪرهو<br>.......... ......<br>لکئي آءُ لڏي، نا ته پڻ ڪير پنڌ ڪري. | | | |

| | | |
|---|---|---|
| (ب) خاموش خواني | شاگردن کي بيتن جي خاموش خواني ڪرڻ ۽ سوالن جي جواب سوچڻ لاءِ چوڻ ۽ ان جي دوران ۾ سندن شخصي مشڪلاتون حل ڪرڻ. | ١- هاڻي اوهين انهن بيتن کي دل ۾ پڙهو ۽ جيڪي سوال بورڊ تي لکان انهن جا جواب سوچيو؟ |
| ١. ڏوهيڙو (ث) نوان لفظ | بند بند ڪري پڙهڻ ۽ نوان نوان لفظ بورڊ تي لکي شاگردن کان معنيٰ پڇڻ ۽ نه اچڻ جي حالت ۾ سمجهائڻ. | |
| ڪرهو - اُٺ | | ١- ڪرهو جي معنيٰ ڇا آهي؟<br>٢- اٺ لاءِ ٻيا ڪهڙا لفظ ڪم ايندا آهن؟ |
| نجهري - جهوپڙيءَ ۾ | امير ۽ نواب شاهي بنگلن ۽ محلن ۾ رهندا آهن؛ مگر غريب ماڻهو نجهرن ۾ رهندا آهن. | ١- امير ۽ نواب بنگلن ۾ رهندا آهن. غريب ۽ فقير ڪٿي رهندا آهن؟<br>٢- سسئي چوي ٿي تہ اي پنهار، هن ٻماٽيءَ جي ڇا ۾ پيرو کڄانءِ؟<br>٣- نجهري جي معنيٰ ڇا ٿي؟ |

| لفظ ۽ معنيٰ | سمجهاڻي | سوال |
|---|---|---|
| ڀيرو ڪرڻ - ملاقات لاءِ اچڻ | نظير جڏهن ڳوٺ ڇڏي شهر ۾ ٿي آيو، تڏهن ڳوٺ ڇي ماڻهن چيس ته اسان وٽ ڪڏهن ڪڏهن ڀيرو ڀيو ڪجانءِ . | ١- نظير کي ڳوٺ جي ماڻهن چيو، ته اسان وٽ ڇا ڪجانءِ؟<br>٢- سسئي ٿي چوي ته پنهار تون ڇا ڪج؟<br>٣- ڀيرو ڪج جي معنيٰ ڪير ٻڌائيندو؟ |
| پنهار- مڙس، خاوند | | ١- پنهار ڪنهن کي چئبو آهي؟ |
| قيام جو ڏينهن- قيامت جو ڏينهن | سوال ۽ زباني تشريح | ١- قيام جو ڏينهن ڇا کي چئبو آهي؟<br>٢- ان ڏينهن ڇا ٿيندو؟ |
| (د) مطلب سمجهائڻ ۽ لطف وٺائڻ | سوالن رستي ٻچڻ نه اچڻ جي حالت ۾ پاڻ ٻڌائڻ ۽ سٽن جي معنوي طلب واضح ڪرڻ | ١- هيءَ ٻڪار سسئي ڪنهن کي ٿي چوي؟<br>٢- ڇا ٿي چويس؟<br>٣- پنهنجي پنهار کي ٻيو ڪهڙو عرض ٿي ڪري؟<br>٤- پنهنجي ساجن کان سواءِ سسئي جي ڪهڙي حالت ٿي آهي؟<br>٥- انهن سٽن ۾ جيڪا لفظي تصوير اچي ويئي، ان جو بيان ڪير ٻڌائيندو؟<br>٦- انهيءَ ڏوهيڙي ۾ ڪهڙا ڪهڙا اکر شاعر وري وري ڪم آندا آهن؟<br>٧- شاعر جي اهڙي ڪاريگريءَ کي ڇا چئبو آهي؟ |

| ٢. ڏوهيڙو | | |
|---|---|---|
| (ث) نوان لفظ ڏاگها - آٿ | مثئين نموني | ٨- انهن سٽن جو اندروني مطلب ڪير ڪري ٻڌائيندو؟<br>١- ڏاگها لفظ جي معنيٰ ڇا آهن؟ |
| ڏونگر - جبل | ٻيرن وارا ٻيرن ڪي جبل يا ڏونگر جا مٿا ٻير چوندا آهن. | ١- ٻير ڪٿي جا هوندا آهن؟<br>٢- ڏاگهن ۽ ڏيرن ڪان سواءِ سسئيءَ ڪي ٻيون ڪنهن ڏک ڏنا آهن؟<br>٣- ڏونگرن جي معنيٰ ڪير ٻڌائيندو؟ |
| هيڪاند - ميلاپ، گڏجاڻي | زباني تشريح رستي | |
| هوت - پنهون جي ذات ۽ سڄڻ | زباني تشريح رستي | |
| (د) مطلب سمجهائڻ ۽ لطف وٺائڻ | مٿئين نموني سوالن ڪرڻ سان. | ١- سسئي ڪي ڪنهن ڪنهن تڪليفون ڏنيون آهن؟<br>٢- ڀلا انهن سڀني ڪيئن تڪليف ڏني اٿس؟<br>٣- انهن تڪليفن کي پاڻ ڇا ٿي ڪري سمجهي؟<br>٤- تڪليف کي ڇو ٿي سمجهي؟<br>٥- انهن سٽن ۾ "ڏ" اکر جي وري وري اچڻ جي ڪري ڏوهيڙي جو ڪهڙو اثر ٿو ٿئي؟<br>٦- شاعر جي انهيءَ صنعت کي ڪهڙي صنعت چئبو آهي؟<br>٧- انهن سٽن جو اندروني مطلب ڪير ڪندو؟ |

| | | |
|---|---|---|
| ٣. ڏوهيڙو<br>ث) نوان لفظ :<br>ڏاڍي- ڇپي ۽<br>ڇٽي ڇڏي | وڏيري جي گهر<br>تي ڌاڙيل ڪاهي<br>آيا. ڪاٺ ٻهنيائون<br>۽ وڏيري کي ماري<br>ڪُس ڌ ڪن سان<br>سڄو ڏاڍي ڇڏيائون | ١- چورن وڏيري کي ڪيئن ڪري ڇڏيو؟<br>٢- ڌاڳهن، ڏيرن، ڏونگرن سڀني کي ڪيئن ڪري ڇڏيو آهي؟<br>٣- ڏاڍي جي معنيٰ ڇا ٿي؟ |
| پيرپڇڻ- پيمان هاڻ،<br>پيرو ڪڍڻ، ڏس<br>پڇڻ | سوالن ۽ زباني<br>تشريح رستي | ١- ڪنهن شخص جو پيرو ڇو ڪڍبو آهي؟<br>٢- پير ڪڍڻ کان سواءِ ڳولا وقت پيو ڇا ڪبو آهي؟<br>٣- سسئيءَ، پنهونءَ جي ڳولا ۾ ڇا ڪيو؟ |
| وڏي وڪ وجهڻ-<br>تکڙو هلڻ | | ١- وڏي وڪ وجهڻ جي معنيٰ ڪير ڪندو؟ |
| لکئي آءٌ لڏي-<br>منهنجي قسمت ۾<br>ائين هو. | زباني تشريح ڪرڻ<br>تقدير جو لکيو ۽<br>خالق مخلوق جو<br>السٽي تعلق سمجهائڻ | ١- ڪنهن جي لاءِ ڪجهه لکئو هئڻ، ڇا جي لاءِ ڪم آڻبو آهي؟<br>٢- آءٌ لڏي جو مطلب ڇا ٿيو؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | پٽن پنڌ ڪرڻ. ويرانن ۾ رلڻ يا ڏڪا کائڻ پڻ ڪڻ | | ۱- سسئي پنهونءَ جي ڳولا ۾ ڪيڏانهن ويئي؟<br>۲- انهن پٽن ۾ ڪهڙا آزمودا ڏنائين؟<br>۳- پٽن پنڌ ڪرڻ جي معنيٰ ڪير ٻڌائيندو؟ |
| | (د) مطلب سمجهائڻ ۽ لطف وٺائڻ | مٿين نموني | ۱- اُن ڏيرن ۽ جبلن سسئي سان ڪهڙي روش ورتي آهي؟<br>۲- انهن جبلن ۽ لڪن ۾ سسئي ڇا پيئي ڪري؟<br>۳- اهي سڀ تڪليفون ۽ زحمتون هن ڇا جي لاءِ سٺيون؟<br>۴- اهو لکيو ڪهڙو آهي؟<br>۵- انهيءَ ڏوهيڙي جي معنوي سمجهاڻي ڪهڙي آهي؟ |
| | (ع) پڙهڻ، پڙهائڻ | سهڻي ڍنگ ۾ پاڻ ڪلام پڙهي ٻڌائڻ ۽ شاگردن کان پڙهائڻ. | |
| ۴. اٿلاڻي | ڪيل ڪم جو دور | سوالن رستي | ۱- اڄ ڪنهن بابت ڪلام سکياسين؟<br>۲- اهو ڪنهن جو چيل آهي؟<br>۳- اهڙي ڪلام کي سنڌيءَ ۾ ڇا چوندا آهن؟<br>۴- هنن ڏوهيڙن ۾ سسئي جي ڪهڙي حالت بيان ٿيل آهي؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | ٥- پنهنجي ساجن کي ڪهڙو عرض ٿي ڪري؟<br>٦- پنهونءَ جي فراق ۽ ان جي ڳولا ڪندي جيڪي تڪليفون ٿي ڏسي، تن کي ڇا ٿي ڪري سمجهي؟<br>٧- اهي زحمتون سسئي کي برداشت ڪرڻ لاءِ ڇو فرض ٿي پيون؟<br>٨- اندروني معنيٰ ۾ سسئيءَ مان ڪهڙي مراد آهي؟<br>٩- پنهونءَ مان ڪهڙي مراد آهي؟<br>١٠- ڏاگهن، ڏيرن ۽ ڏونگرن جي ڪهڙي معنيٰ آهي؟<br>١١- (پيرو ڪرڻ) اصطلاح پنهنجي جملي ۾ ڪير ڪم آڻي ڏيکاريندو؟<br>١٢- پير پچڻ ۽ وڏي وک وجهڻ ڪير استعمال ڪندو؟ |
| ٤. استعمال | شعر متعلق زياده تفريح ڏيندڙ استعمال | ڏوهيڙا ڳارائڻ ۽ سوال ڪرڻ | ١- اهي ڏوهيڙا ڳائي ڪير پڙهائيندو؟<br>٢- اوهان مان سسئي جي جبلن يا جهنگان ۾ رلڻ ۽ صدائن ڪرڻ واري تصوير ڪير ڪڍي سگهندو؟ |

**بورب جو اختصار**
**سسئي پنهونءَ بابت شاهه جو**
**ڪلام مقصودي سوال**

١- سسئي جيءَهن وقت ڪهڙي حالت آهي؟
٢- انهن ڏکن جي لاءِ هو ڪنهن کي جوابدار ٿي سمجهي؟

ڪرهو- اٺ، ڏاگهو، چانگو، ليڙو وغيره وغيره

(نوٽ:- جيڪڏهن سيڪاريل نظم موزون شعر آهي، ته ان جو بحر وزن ۽ تقطيع به ضرور ڪرائڻ گهرجي.)

# (ج) گرامر

## ٦- سبق جو نوٽ

**درجو:** چوٿون
**ڪم:** سنڌي گرامر (ظرف، فعل سان لڳندڙ)
**مراد:** ٻوليءَ جو سڌارو (زبان جي صحت ۽ صرفي ۽ نحوي جي بناوت حاصل ڪرڻ)

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | فعل ۽ صفت جو دور | چارٽ ڏيکاري سوال ڪرڻ سان | ١- پهريون جملو ڪير پڙهندو؟ | |
| | مثال: | | | |
| | ١- احمد چڱو چوڪرو آهي. | | ٢- ان جملي ۾ ”چڱو“ لفظ گرامر ۾ ڇا آهي؟ | |
| | ٢- سياڻو چوڪر آهي. | | ٣- هن جملي ۾ ”سياڻو“ لفظ گرامر ۾ ڇا آهي؟ | |
| | ٣- ڏاهو چوڪر اچي ٿو. | | ٤- ”اچي ٿو“ گرامر ۾ ڇا آهي؟ | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | ٢- احمد اندر آهي<br>٣- تون هتي ويهه<br>٤- محمد هيڏانهن اچ<br>٥- زمين هيٺ آهي<br>٦- آسمان مٿي آهي<br>**ٻاهر، اندر، هتي، هيڏانهن، هيٺ ۽ مٿي فعل جي جاءِ ڏيکارين ٿا.** | | ٣- ٻهرين جملي ۾ ڪهڙو لفظ آهي جو ٻڌائي ٿو، ته آءٌ ڪيڏانهن ويندس؟<br>٤- ٻئي جملي ۾ ڪهڙو لفظ فعل جي جاءِ ڏيکاري ٿو؟<br>٥- جهڙي طرح هتي، هيڏانهن، هيٺ ۽ مٿي لفظ فعل جي ڇا ٿا ڏيکارين؟<br>٦- فعل جي جاءِ ڏيکاريندڙ لفظ بورڊ تي لکايو! |
| | (ث) فعل جي ريت ڏيکاريندڙ لفظ<br>مثال:<br>١- گهوڙو تکو ڊوڙي ٿو<br>٢- محمد آهستي آهستي لکي ٿو | | ١- هي جملا ڪير پڙهندو؟<br>٢- فعل ڪير نشان ڪندو؟<br>٣- تکو لفظ فعل جي ڇا ٿو ڏيکاري؟<br>٤- ٻين جملن ۾ فعل جي ريت ڪهڙا لفظ ٿا ڏيکارين؟<br>٥- تکو، آهستي آهستي ۽ مس مس لفظ فعل جي ڇا ٿا ڏيکارين؟ |
| ٢. مراد | اڄ اسين گرامر جو هڪ نئون | لفظ سکنداسين | |
| ٣. نئون سبق | (الف) فعل جو وقت ڏيکاريندڙ لفظ | | ٥- ٻئي نمبر جملي جو فعل ڪهڙو آهي؟<br>٦- ٽئين نمبر جملي ۾ فعل ڪهڙو آهي؟ |

مثال:
۱- احمد اڄ ويندو
۲- قاسم ڪالهه ويو هو
۳- هاشم هينئر پڙهي پيو
۴- عارب پوءِ ويندو
۵- آءٌ اڳي ويندس

**اڄ، ڪالهه، هينئر، پوءِ ۽ اڳي، فعل جو وقت ڏيکارين ٿا.**

(ب) فعل جي جاءِ ڏيکاريندڙ لفظ

چارٽ ڏيکارڻ ۽ فعل چوندائڻ بعد ظرفن بابت پڇڻ ۽ اچڻ جي حالت ۾ پڌائڻ.

۱- هي جملا ڪير پڙهندو؟
۲- انهن جملن مان فعل ڪير چوندي پڌائيندو؟
۳- پهرين جملي ۾ ڪهڙو لفظ آهي جو پڌائي ته، احمد ڪڏهين ويندو؟
۴- ٻئي جملي ۾ ”ڪالهه“ لفظ فعل بابت ڇا ٿو پڌائي؟
۵- اهڙي ريت اڄ، ڪالهه، هينئر، پوءِ ۽ اڳي، اهي لفظ فعل جو ڇا ٿا ڏيکارين؟
۶- فعل جو وقت ڏيکاريندڙ لفظ بورڊ تي لکايو!

مثال:
۱- آءٌ ٻاهر ويندس
۲- احمد اندر آهي
۳- تون هتي ويهه
۴- محمد هيڏانهن اچ.
۵- زمين هيٺ آهي
۶- آسمان مٿي آهي

**ٻاهر، اندر، هتي،**

۱- هي ٻيا جملا ڪير پڙهندو؟
۲- انهن جملن مان فعل ڪير پڌائيندو؟
۳- پهرين جملي ۾ ڪهڙو لفظ آهي جو پڌائي ته، آءٌ ڪيڏانهن ويندس؟
۴- ٻئي جملي ڪهڙو لفظ فعل جي جاءِ ڏيکاري ٿو؟
۵- جهڙي طرح هتي، هيڏانهن، هيٺ ۽ مٿي لفظ فعل جي ڇا ٿا ڏيکارين؟

**هيٺئين، هيٺ ڄمليٰ فعل جي جاءِ ڏيکارين ٿا.**

٦- فعل جي جاءِ ڏيکاريندڙ لفظ بورڊ تي لکايو!

(ث) فعل جي ريت ڏيکاريندڙ لفظ

مثال:
١- گهوڙو تکو ڊوڙي ٿو.
٢- محمد آهستي آهستي لکي ٿو
٣- احمد سس سس هلي ٿو سگهي

**تکو، آهستي آهستي ۽ مس مس فعل جي ريت ڏيکارين ٿا.**

١- هي جملا ڪير پڙهندو؟
٢- فعل ڪير نشان ڪندو؟
٣- تکو لفظ فعل جي ڇا ٿو ڏيکاري؟
٤- ٻين جملن ۾ فعل جي ريت ڪهڙا لفظ ٿا ڏيکارين؟
٥- تکو، آهستي آهستي ۽ مس مس لفظ فعل جي ڇا ٿا ڏيکارين؟
٦- فعل جي ريت ڏيکاريندڙ لفظ بورڊ تي لکايو؟

(د) ناڪار جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ

| مواد | طريقو | سوال |
|---|---|---|
| مثال:<br>١- احمد گهرنه ويو<br>٢- هاشم پاڻي متان ڪڍين.<br>٣- محمد ڪونه هلندو.<br>**نه، متان، ڪونه، ناڪار جي معنيٰ ڏيکارين ٿا.** | | ١- هي جملا ڪير پڙهندو؟<br>٢- "نه" لفظ ڇا ٿو ڏيکاري؟<br>٣- ٻئي جملي ۾ ڪهڙو لفظ ناڪار جي معنيٰ ٿو ڏيکاري؟<br>٤- ٽين جملن ۾ ناڪار جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ ڪهڙا آهن؟<br>٥- ناڪار جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ بورڊ تي لکايو! |
| **وصف**<br>اهڙا لفظ جي معنيٰ سان لڳي، فعل جو وقت، جاء، ريت ۽ ناڪار جي معنيٰ ڏيکارين تن کي **ظرف** چئبو آهي. | سوالن رستي | ١- اهي لفظ جي اسم سان لڳي، اسم بابت وڌيڪ خبر ڏيندا آهن، تن کي اسم جو ڇا چئبو آهي؟<br>٢- هي ڪيڏيل لفظ ڪهڙي لفظ جي وقت، جاء، ريت ۽ ناڪار جي معنيٰ ڏيکارين ٿا؟<br>٣- انهيء ڪري انهن کي فعل جو ڇا سڏجي؟<br>٤- فعل جي صفت کي گرامر ۾ ٻيو ڇا چئبو آهي؟<br>٥- هاڻي ٻڌايو ته ظرف ڇا کي ٿا چئون؟ |
| **آزمائشون**<br>مثال:<br>١- پريل هوريان هوريان هلي ٿو. | ظرف چونڊائڻ ۽ قسمن ۾ تقسيم ڪرائڻ | ١- هي جملا ڪير پڙهندو؟<br>٢- منجهن ڪهڙا لفظ ظرف آهن؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | ٢- جنيءَ ات تني جت هوندا آهن<br>٣- اشرف ڪونہ ويندو<br>٤- احمد هروڀرو ويندو<br>٥- اندر ڪتاب نہ آهي<br>٦- احمد تڪڙو ٿو ڊوڙي<br>٧- چنڊ مٿي آهي | | ٣- انهن مان وقت ڏيکاريندڙ ظرف ڪير ٻڌائيندو؟<br>٤- جاء ڏيکاريندڙ ظرفن هيٺان ليڪون ڪير ڏيندو؟<br>٥- ناڪار جي معنيٰ ڏيکاريندڙ ظرف ڪير چونديندو؟ |
| ٤. اٽلاٽي | کيل ڪم جو دور | سوالن رستي | ١- اڄ اسين ڇا بابت سکياسين؟<br>٢- فعل جي صفت کي گرامر ۾ ڇا چئجي؟<br>٣- ظرف کي ڇا چئجي؟<br>٤- ڪهڙا لفظ وقت جي معنيٰ ڏيکارين ٿا؟<br>٥- جاء جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ ڪهڙا آهن؟ |

| ٥.استعمال | | | |
|---|---|---|---|
| | ١- آءٌ ... وڃو هئس<br>٢- قاسم.... نوابشاه وڃو هو.<br>٣- آءٌ .... ويندس<br>٤- هوائي جهاز زمين کان.... اڏامي ٿو<br>٥- موٽر.... هلي ٿو<br>٦- موٽر، سائيڪل کان ....هلي ٿي.<br>٧- بگي، ريل گاڏي کان ... هلي ٿي | خال ڀرائڻ | ١- پهرئين جملي ۾ خالي ڇڏيل جاءِ تي مناسب ظرف ڪير وجهي ڏيکاريندو؟<br>٢- ٻئي جملي ۾ ڪهڙو ظرف مناسب ٿيندو؟<br>٣- ٽئين جملي ۾ خالي ڇڏيل جاءِ تي جاءِ ڏيکاريندڙ لفظ ڪير وجهي ڏيکاريندو؟<br>٤- چوٿين جملي ۾ خال ڪير ڀريندو؟<br>٥- موٽر جي هلڻ جي ريت ڪير ٻڌائيندو؟<br>٦- هن خال ۾ ڪهڙو لفظ وجهجي؟<br>٧- هي خال ڪيئن ڀربو؟<br>٨- انهن سڀني جملن ۾ ٻيا لفظ وجهي ڏيکاريو! |

### بورب جو اختصار

### گرامر جو نئون لفظ

١- فعل جو وقت ڏيکاريندڙ لفظ- اڄ، ڪلهه، هينئر، پوءِ، اڳي.

٢- فعل جو جاءِ ڏيکاريندڙ لفظ- هيٺ، مٿي، اندر، ٻاهر، هيڏانهن، هتي.

٣- فعل جو ريت ڏيکاريندڙ لفظ- تکو، آهستي آهستي، مس مس.

٤- فعل جو ناڪار ڏيکاريندڙ لفظ- نه، ڪونه، ڪين، متان.

### وصف

اهڙا لفظ جي فعل سان لڳن- سندس وقت، جاءِ، ريت ۽ ناڪار جي معنيٰ ڏيکارين، تن کي ظرف چئبو آهي.

# ٧- سبق جو نوٽ

**درجو:** پنجون
**ڪم:** گرامر (پهريان چار زمان)
**مراد:** شاگردن جي ٻوليءَ جي اصولن بابت واقفيت وسيع ڪرڻ.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | دور ڪرڻ ۽ سبق جي مقصد تي اچڻ<br>١- احمد ماني کاڌي<br>٢- خالد اڳ کائيندو هو<br>٣- اختر اچي پيو<br>٤- فيروزه سبق پڙهي ٿي.<br>٥- هو خط لکندو. | سوالن ذريعي | ١- پهرئين جملي ۾ ”کاڌي“ لفظ گرامر ۾ ڇا آهي؟<br>٢- ٻئي جملي ۾ فعل ڪهڙو آهي؟<br>٣- ٽئين جملي جو فعل ڪير ٻڌائيندو؟<br>٤- چوٿين جملي جي فعل هيٺان ليڪ ڏئي ڏيکاريو!<br>٥- پنجين جملي جو فعل ڪهڙو آهي؟ | |
| ٢. مراد | اڄ مان اوهان کي فعلن | بابت وڌيڪ سيکاريندس | | |

۳. ٽئون سبق (الف) اصول ڪيائز

| | | |
|---|---|---|
| **زمان ماضي**<br>۱- يوسف ڪالهه ڪراچيءَ ويو.<br>۲- صفر پينگهه ۾ چڙهيو.<br>۳- فهميده سبق پڙهي لکيو.<br>۴- استاد گهر پڙهي ويو.<br>۵- اسان ماني ٿي کاڌي. | جملن مان فعل ڪيائي انهن جي زمان بابت سمجهائي ڏيڻ ۽ وصف ڪيائڻ. | ۱- پهرئين جملي ۾ فعل ڪهڙو آهي؟<br>۲- ٻين سڀني جملن جي فعلن هيٺان ليڪ ڪير ڏيندو؟<br>۳- انهن فعلن وارا ڪم ڪهڙي وقت ۾ ٿيا آهن؟<br>۴- جيڪڏهن پاڻ گرامر ۾ وقت کي "زمان" چئون ته، انهن فعلن وارا ڪم ڪهڙي زمان ۾ ٿيا آهن؟<br>۵- وري جيڪڏهن "گذريل" زمان کي "زمان ماضي" چئجي، ته پوءِ ٻڌايو ته انهن فعلن جي زمان کي ڪهڙو ماضي چئجي؟<br>۶- هاڻي ٻڌايو ته زمان ماضي ڪهڙن فعلن جو ٿيندو آهي؟<br>۷- زمان ماضيءَ جي وصف بورڊ تي ڪير لکائيندو؟ |
| **وصف:**<br>اهي فعل جي ڏيکارين ته انهن وارو ڪم، فاعل گذريل وقت ۾ ڪيو آهي، تن فعلن جو زمان "ماضي" ٿيندو آهي. | وقت - زمان.<br>گذريل - ماضي<br>تقرير رستي زمان ۽ ماضي سمجهائڻ. | |
| **زمان حال**<br>۱- يوسف اڄ ڪراچي تو وڃي. | مٿين نموني. | ۱- هنن جملن جي فعل هيٺان ليڪ ڪير ڏيندو؟<br>۲- اهي سڀئي فعل ڪير چوندو؟ |

| | | |
|---|---|---|
| ۲- صفر پينگهه ۾ چڙهي ٿو.<br>۳- فهميده سبق پڙهي لکي.<br>۴- استاد گهر پيو وڃي.<br>۵- اسين ماني ٿا کائون. | | ۳- ٻڌايو ته انهن فعلن وارا ڪم ڪهڙي وقت ۾ ٿا ٿين؟<br>۴- جيڪڏهن اسين هاڻوڪي وقت کي "زمان حال" چئون، ته پوءِ انهن فعلن جو زمان ڪهڙو چئبو؟<br>۵- زمان حال ڪهڙن فعلن جو چئبو آهي؟<br>۶- زمان حال جي وصف بورڊ تي ڪير لکائيندو؟ |
| **وصف:**<br>اهي فعل جي ڏيکارين ته انهن وارو ڪم فاعل هاڻوڪي وقت ۾ ٿو ڪري ته انهن فعلن جو زمان حال ٿيندو آهي. | هاڻوڪي وقت - زمان حال - تقرير رستي "حال" هاڻوڪي يا موجود سمجهائڻ. | |
| **زمان مستقبل:**<br>۱- يوسف سڀاڻي ڪراچي ويندو. | متعين نموني ۾ | ۱- هنن جملن جي فعلن هيٺان ليڪ ڪير ڏيئي ڏيکاريندو؟ |

| | | |
|---|---|---|
| ٢- صفر پينگهه ۾ چڙهندو.<br>٣- فهميده سبق پٽي لکندي.<br>٤- استاد گهر پيو ويندو.<br>٥- اسين ماني کائينداسين. | | ٢- اهي فعل ڪير پڙهي پڙائيندو؟<br>٣- ”ويندو“، ”چڙهندو“، ”پٽي لکندي“، ”پيو ويندو“ ۽ ”کائينداسين“، فعلن وارا ڪم ڪهڙي وقت ۾ ٿا ٿين؟<br>٤- جيڪڏهن ايندڙ وقت کي اسين زمان مستقبل چئون، ته انهن فعلن جو زمان ڪهڙو ٿيو؟<br>٥- زمان مستقبل ڪهڙن فعلن جو چئبو آهي؟<br>٦- زمان مستقبل جي وصف ڪير لکائيندو؟ |
| **وصف:**<br>اهي فعل جي ڏيکارين ته انهن وارو ڪم، فاعل ايندڙ وقت ۾ ڪندو، ته ايندڙ فعلن جو زمان مستقبل چئبو آهي. | ايندڙ وقت- زمان مستقبل تقرير رستي ذهن نشين ڪرڻ. | |
| **(ب) مشق:**<br>١- محمد يعقوب هيءُ ڪتاب لکيو. | جملن مان زمان ماضي زمان حال ۽ زمان مستقبل چونڊڻ. | ١- پهريون جملو ڪير پڙهندو؟<br>٢- ان جملي ۾ فعل ڪهڙو آهي؟<br>٣- ان فعل جو زمان ڪهڙو آهي؟<br>٤- باقي جملا ڪير پڙهندو؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | ۲- رحمت‌الله چٽو ڪتو ماريو.<br>۳- واحد پيتي ناهي ٿو.<br>۴- اسين ڪشمير ويندا سين.<br>۵- مان قلم پيو گهڙيان.<br>۶- توهين ڪتاب پڙهندا.<br>۷- تون گرامر سکين ٿو.<br>۸- هن هڪ نئون ريڊيو ورتو.<br>۹- ڇوڪر راند تي ويندو.<br>۱۰- مان سيائي خط لکندس. | | ۵- انهن جملن مان فعل ضمير چونڊيو؟<br>۶- ٻئي نمبر جملي جي فعل جو زمان ڪهڙو آهي؟<br>۷- باقي جملن جي فعلن جا زمان لکو. |
| ۴. اٿلاڻي | کيل ڪم جو دؤر | سوالن رستي. | ۱- اڄ اسان فعلن بابت ڇا سکياسين؟<br>۲- زمان جي معنيٰ ڇا آهي؟<br>۳- فعل جا ڪهڙا زمان سکياسين؟<br>۴- ماضي، مستقبل ۽ حال جي معنيٰ ڇا آهي؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | | | ٦- زمان جي وصف ڪير چوندو؟<br>٧- زمان مستقبل ڪهڙن فعلن جو ٿيندو آهي؟ |
| ۵.استعمال | سکيل ڪم بابت زياده آزمائش | شاگردن کي پنن جي چٽڪين تي جملا لکي ڏيڻ ۽ انهن جي فعلن جا زمان لکائڻ. | ١- اوهان کي جيڪي جملا مليا آهن، تن جي فعلن جي هيٺان ليڪ ڏيو ۽ سامهون انهن جا زمان لکو! |
| | ١- خالد حسين سون کي | بيارو هو. | |
| | ٢- اختر حسين جو ياءُ | ان جو آهي. | |
| | ٣- پاڪستان هڪ زبردست | ملڪ ٿيندو. | |
| | ٤- پاڪستان دنيا ۾ پهريون نمبر اسلامي ملڪ آهي. | | |
| | ٥- اسين اڳي هندستان جي رعيت هئاسين. | | |

## بورب جو اختصار
## فعل بابت وڏيڪ حقيقت

وقت- زمان. گذريل- ماضي. هلندڙ- حال. ايندڙ- مستقبل.

۱- زمان ماضي- اهي فعل جي ڏيکارين ته انهن وارو ڪم فاعل گذريل وقت ۾ ڪيو، ته انهن فعلن جو زمان ماضي چئبو آهي.

۲- زمان حال- اهي فعل جي ڏيکارين ته انهن وارو ڪم فاعل هلندڙ وقت ۾ ڪري ٿو، ته انهن جو زمان حال چئبو آهي.

۳- زمان مستقبل- اهي فعل جي ڏيکارين ته انهن وارو ڪم فاعل ايندڙ وقت ۾ ڪندو ته انهن فعلن جو زمان مستقبل چئبو آهي.

۶- توهين سڀ اسڪول جا شاگرد آهيو.
۷- حاجي حج تي ويندا آهن.
۸- هو باغ جي سير تي ويا.
۹- مان چاڪ جو ٽڪر آهيان.
۱۰- تون امتحان ۾ پاس ٿيندين.

# ٨- سبق جو نوٽ

**درجو:** ستون
**ڪم:** سنڌي گرامر (پرڀوڳ ڪرتري)
**مراد:** ٻوليءَ جي جوڙجڪ جا اصول سيکارڻ.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | مقصد تي اچڻ . ١- گھوڙو ڊوڙي ٿو ٢- گھوڙا ڊوڙن ٿا. ٣- گھوڙيون ڊوڙن ٿيون. | جملن جي ذريعي فاعل ۽ سندس فعل جو لاڳاپو محسوس ڪرائڻ . | ٢- انهيءَ جملي جو فاعل ۽ فعل ڪهڙو آهي؟<br>٣- ٻئي جملي ۾ فاعل ڪهڙو آهي؟<br>٤- انهيءَ ٽنهي جملي ۾ فاعل بدليو آهي، ته سندس فعل جي ڪهڙي حالت ٿي آهي؟<br>٥- ان مان ڇاٿو ثابت ٿئي؟ | |
| | **فعل جو سندس فاعل سان ڪهڙو لاڳاپو آهي .** | | | |
| ٢. مراد | اڄ مان اوهان کي جملن جي | فعل ۽ سندس فاعل جملا ڏيئي انهن تي سوال ڪرڻ سان. | جي لاڳاپي بابت سيکاريندس . | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٣٠- ٨٥ون سبق | (الف- اصول ٺهرائي وصف ۽ قاعدا ٺهرائڻ)<br>١- ڇوڪر ڊوڙي ٿو<br>٢- گهوڙي مارجي ٿي<br>٣- توهين ڪتاب پڙهندا آهيو.<br>٤- ڇوڪرا انب وڍين ٿا.<br>٥- ڇوڪرا ڊوڙن ٿا.<br>٦- گهوڙيون مارجن ٿيون.<br>٧- تون ڪتاب پڙهندو آهين.<br>٨- ڇوڪر انب وڍي ٿو.<br>**١- اصول**<br>**فعل پنهنجي فاعل جي عدد موجب بدلجي ٿو.** | | ١- پهرين ڇهن جملن جا ... ۽ فعل ڪهڙا آهن؟<br>٢- ٻوين ڇهن جملن جي فاعلن ۽ فعلن کي هيٺيان ليڪ ڪير ڏيندو؟<br>٣- پهرين ۽ پنجين نمبر جملي جي فاعلن ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟<br>٤- فاعل جي عدد متاثر ڪري فعل جي حالت ڪهڙي ٿي آهي؟<br>٥- ٻئي جملي جي فاعل جي عدد جمع ڪرڻ ڪري سندس فعل جو عدد ڪهڙو ٿيو آهي؟<br>٦- ٽئين ۽ چوٿين جملي فاعلن جي عدد متاثر سبب ڇا ٿيو آهي؟<br>٧- انهيءَ ڪري فعل جو سندس فاعل سان ڪهڙو لاڳاپو ٿيو.<br>٨- بورڊ تي ڪير لکائيندو؟ |
| | ١- هوءَ ڊوڙي ٿي<br>٢- گهوڙو مارجي ٿو | مٿين نمونيءَ. | ١- هنن ڇهن جملن جا فاعل ۽ فعل ڪير نشان ڪندو؟ |

| | | |
|---|---|---|
| ٣- توهين ڪتاب پڙهندا يون آهيو.<br>٤- ڇوڪريون انب وڏين ٿيون. | | ٢- پهرين ڇئن جملن ۽ هنن ڇئن جملن جي فاعلن ۾ ڪهڙو فرق آهي؟<br>٣- فاعلن جي جنس مٽائڻ ڪري سندن فعلن تي ڪهڙ اثر ٿيو؟<br>٤- ان ڪري فاعل ۽ سندس فعل بابت ٻيو ڪهڙو اصول نڪتو؟<br>. - بورڊ تي لکايو! |
| **٢- اصول**<br>**فعل پنهنجي فاعل جي جنس مطابق بدلجي ٿو.**<br>- تون ڊوڙين ٿو.<br>٢- اهي ڪتاب پڙهندا آهن. | مثالن نموني | ١- هنن ٻن جملن جي فاعلن ۽ پهرين جملن جي فاعلن ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟<br>٢- جملي جي فاعلن جي ضمير بدلائڻ ڪري انهن جي فعلن تي ڪهڙو اثر ٿيو آهي؟<br>٣- انهي فاعل ۽ ان جي فعل بابت ٽيون ڪهڙو اصول نڪتو؟<br>٤- بورڊ تي لکاءِ! |
| **٣- اصول**<br>**فعل پنهنجي فاعل جي ضمير مطابق بدلجي ٿو.**<br>**پهريون اعدو:**<br>جملي ۾ فعل پنهنجي فاعل جي عدد، جنس ۽ ضمير موجب بدلجي ٿو. | سوال رستي قاعدو ٺهرائڻ زباني تشريح ڪرڻ ۽ سمجهائڻ. | ١- هاڻي ٻڌايو تہ جملي جي فعل ۽ فاعل جو پاڻ ۾ ڪهڙو لاڳاپو ٿيو؟<br>٢- جنهن فعل جو عدد، جنس ۽ ضمير پنهنجي فاعل موجب بدلجي ان کي ڪهڙي لاڳاپي وارو فعل چئجي؟ (فاعلي) |

| | | |
|---|---|---|
| ڪرتري پريوگ<br>وصف:<br>جملي ۾ جيڪڏهن فعل پنهنجي فاعل سان عدد جنس ۽ ضمير ۾ ملي، ته ان فعل جو پريوگ ڪرتري چئجي. | ”گرامر ۾ فعل جي سندس فاعل يا مفعول سان لاڳاپي کي پريوگ چئبو آهي.“<br>”گرامر ۾ فاعل کي ٻيو ڪرتار چئبو آهي.“ | ٣- گرامر ۾ جيڪڏهن فعل جي لاڳاپي کي پريوگ چئجي، ته اهڙي فعل جو پريوگ ڪهڙو ٿيو؟ (فاعلي پريوگ)<br>٤- گرامر ۾ جيڪڏهن فاعل کي ڪرتار چون، ته فاعلي پريوگ کي ٻيو ڪهڙو پريوگ چئبو؟ (ڪرتري يا ڪرتري پريوگ)<br>٥- هاڻي ٻڌايو ته ڪرتري پريوگ ڇا کي ٿو چئجي؟<br>٦- بورڊ تي اها وصف ڪير لکندو؟ |
| (ب) پريوگ سمجھائڻ جون واٽون:<br>١- مان صبحاڻي ڪراچيءَ ويندس.<br>٢- ڪتاب پڙهيو ويو.<br>٣- خط لکجي ٿو.<br>٤- راند جو مزو ڏسبو.<br>١- اصول<br>لازمي فعلن جو پريوگ هميشه ڪرتري هوندو آهي. | | ١- پهرئين نمبر جملي جو پريوگ ڪير ٻڌائيندو؟<br>٢- انهيءَ جملي جو فعل ڪهڙي قسم جو آهي؟<br>٣- لازمي فعل ڇا کي چئبو آهي؟<br>٤- لازمي فعل کي فقط فاعل هوندو آهي، ان ڪري سندس پريوگ هميشه ڪهڙو ٿيندو؟<br>٥- ٻئي، ٽئين ۽ چوٿين نمبر جملن ۾ فعلن جو پريوگ ڪهڙو آهي؟<br>- اهي ڪهڙي قسم جا فعل آهن؟<br>٧- فعل متعدي مجهول ۾ فاعل ڪير هوندو آهي؟<br>٨- انڪري فعل متعدي مجهول جو پريوگ هميشه ڪهڙو هوندو آهي؟<br>٩- لازمي متعدي مجهول فعلن کان سواءِ باقي ڪهڙا فعل آهن؟ |

٢- اصول
فعل متعدي مجهول جو پريوگ هميشه ڪرتري ٿئي ٿو.
٥- آءٌ ڪتاب لکان ٿو.
٦- نجم اسڪول ۾ پڙهندو آهي.
٧- مون انب ورتو.

٣- اصول
فعل متعدي معروف ۾ اسم حاليه ۽ زمان مضارع مان ٺهيل زمانن وارن فعلن جو (اسم مفعول وارن زمانن کان

(جملي پنجين ۽ ڇهين جا متعدي معروف فعل لازمي مضارع ۽ اسم حاليه مان ٺهيل آهن.)
(جملي نمبر ستين جو فعل اسم مفعول مان ٺهيل آهي)

١٠- پنجين ۽ ڇهين جملي جو فعل ڪهڙي قسم جو آهي؟
١١- انهن جملن ۾ فعلن جو پريوگ ڪهڙو آهي؟
١٢- اهي متعدي معروف فعل ڪهڙن زمان ناهن وارن لفظن مان ٺهيا آهن؟
١٣- ستين نمبر جملي جو فعل ڪهڙي قسم جو آهي؟
١٤- ان جي فعل جو پريوگ جاچي ڏسو ته ڪهڙو چئجي؟
١٥- ان کي پريوگ ڪرتري ٿو چئجي؟
١٦- ان جو فعل، فاعل جي عيوض ڪهڙي لفظ موجب بدلجي ٿو؟
١٧- اهو متعدي معروف فعل ڪهڙي زمان ناهم واري لفظ مان ٺهيو آهي؟
١٨- هاڻي ٻڌايو ته فعل متعدي معروف ۾ ڪهڙن زمانن وارن فعلن جو پريوگ ڪرتري ٿئي ٿو؟
١٩- ڪهڙن لفظن مان ٺهيل زمانن وارا فعل پريوگ ڪرتري ۾ ٿا اچن؟
٢٠- ان ڪري قاعدو ڪهڙو ٿيو؟

| | | |
|---|---|---|
| سواء پريوگ ڪرتري ٿئي ٿو. پيو قاعدو: سيني لازمي فعلن متعدي مجهول فعلن ۽ فعل متعدي معروف جي انهن زمانن جو پريوگ جيڪي اسم مفعول مان نهيل نه آهن، هميشه ڪرتري ٿئي ٿو. (ت) آزمائش. ١-چوڪر دوڙن ٿا. ٢- سرڻ اڏامي ٿي. ٣- ڪتاب پڙهجن ٿا. ۴- ڪوٽ ڌوتو ويو. ۵- چوڪر انب کائي ٿو. | پريوگ جي آزمائش ڏيڻ . | ١- پهرين جملن جي فعل جو پريوگ ڪهڙو آهي؟<br>٢- باقي جملن جا پريوگ لکو؟<br>٣- ستين ۽ اٺين جملي جو پريوگ ڪهڙو ٿيندو؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | ٦- چو ڪريون ڪپڙا سبنديون آهن.<br>٧- مجاهدن هٿيار سنڀاليا آهن.<br>٨- مون ڪبوتر پاليا هئا. | | |
| ٤. اٿلائي | ڪيل ڪم جو دور | سوالن رستي | ١- اڄ اسين ڇا بابت سکياسين؟<br>٢- پريوگ جي معني ڇا آهي؟<br>٣- ڪرتري پريوگ ڇاکي چئبو آهي؟<br>٤- ڪرتري پريوگ ڪيئن سڃاڻجي؟<br>٥- باقي فعلن جو پريوگ ڪهڙو هوندو؟<br>٦- لازمي فعل ۾ ڪرتري پريوگ جو مثال ڏيو!<br>٧- فعل متعدي معروف ۾ ڪرتريءَ جو مثال ڏيو؟ |
| ٥. الف | سوالن رستي. | | ١- چارٽ ۾ ڏنل جملن جي فعلن جا پريوگ انهن جي سامهون لکو! |

## ۵.استعمال

پريوگ سجاڻڻ جي زياده مشق ڪرائڻ

۱- مجاهد ڪشمير ويا آهن.

۲-عبدالنبي پاڪستان ۾ رهندو آهي.

۳- اسين ڪاپيون لکندا آهيون.

۴- مظهر علي لغڙ اڏائي ٿو.

۵- ماڻهيء بــاغ پوکيو آهي.

### پورب جو اختصار

اصول (۱) فعل پنهنجي فاعل جي عدد موجب بدلبي ٿو.

اصول (۲) فعل پنهنجي فاعل جي جنس موجب بدلجي ٿو.

اصول (۳) فعل پنهنجي فعل جي ضمير موجب بدلجي ٿو.

۱ــ قاعدو: جملي ۾ فعل پنهنجي فاعل جي عدد، جنس ۽ ضمير موجب بدلجي ٿو.

وصف: جملي ۾ جيڪڏهن فعل پنهنجي فاعل سان عدد، جنس ۽ ضمير ۾ مٽجي ته ان فعل جو پريوگ ڪرتري چئجي.

اصول (۱) لازمي فعل جــو پريوگ هميشه ڪرتري هوندو آهي.

اصول (۲) متعدي مجهول فعل جو هميشه ڪرتري هوندو آهي.

اصول (۳) فعل متعدي معروف جي اسم حاليه ۽ زمان مضارع مان ٺهيل زمانن وارن فعلن جو پريوگ هميشه ڪرتري هوندو آهي.

۲ــ قاعدو: سڀني لازمي فعلن، فعل متعدي مجهول فعلن ۽ متعدي معروف جي انهن زمانن جو پريوگ جيڪي اسم مفعول مان ٺهيل نه آهن، هميشه ڪرتري ٿئي ٿو.

# (د) مضمون

## ۸- سبق جو نوٽ

**درجو:** ٽيون

**ڪم:** مضمون (تصوير جي مدد سان)

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ۱.شروعات | تارازي يا ساهمي جو نالو ڪيائڻ. | تصوير يا جنسي ساهمي ڏيکاري سوالن ڪرڻ سان | ۱- هيءَ ڇاجي تصوير آهي؟<br>۲- ساهمي ڪهڙي ڪم ايندي آهي؟ | |
| ۲. مراد | اڄ اسين ساهمي جو (الف) بيان ڪيائڻ | بيان لکندا سين. | | |
| ۳.نئون سبق | بناوت: ساهمي ۾ هڪ ڪانو ۽ ٻه لوه جا پڙ آهن. هرهڪ پڙ ڪاني جي پاسن کان ڌاڳن سان ٻڌل آهي. | ساهمي جي تصوير ڏيکاري ان تي سوال ڪرڻ جي ذريعي ٻارن کان ساهمي جو بيان | ۱- هن تصوير ۾ ساهميءَ جا هي ڇا آهن؟<br>۲- انهن کي ڇا چئبو آهي؟<br>۳- اهي ڇا جا ٺهيل هوندا آهن؟<br>۴- مٿان جا هيءَ سڌي ڪاٺي آهي، ان کي ڇا چئبو آهي؟ | |

| | | |
|---|---|---|
| ڪاني جي وچ ۾ هڪ سوراخ ۾ سوٽلي پيل آهي، جنهن ڪان جهلي ساهمي ۽ ڪي مٿي جهليو آهي. ڪي ساهميون سڄيون لوھ جون هونديون آهن، انهن ۾ ڪاني جي وچ ۾ مٿان هڪ سئي هوندي آهي جنهن مان پوري تور جي خبر پوندي آهي. | ڪيئن ۽ مختصر طرح بورڊ تي لکڻ | ٥- انهيءَ ڪانيءَ ۾ هي ٻڌ ڇا سان ٻڌل آهن؟<br>٦- ڪاني جي وچ ۾ هي ڇا آهي؟<br>٧- اهو ڇا جي لاءِ آهي؟<br>٨- ساهميون ڀيون ڇا جون ٺهيل هونديون آهن؟<br>٩- انهن ۾ ڪاني جي وچ ۾ مٿان ڇا هوندو آهي؟<br>١٠- اها شيءِ ڇا جي هوندي آهي؟ |
| (ب) ڪم ڪيئن آڻجي. ڪنهن به شيءِ تورڻ لاءِ ٻهريائين ساهمي جي هڪ ٻڙ ۾ وٽ جا ماپا وجهبا آهن. جيڪا شيءِ تورڻي هوندي آهي اها وري ٻئي ٻڙ ۾ وجهبي آهي. پوءِ | سوالن ذريعي. | ١- ڪا شيءِ تورڻي هوندي آهي، ته ٻهريائين ڇا ڪبو آهي؟<br>٢- هڪ ٻڙ ۾ وجهي پوءِ ڇا ڪبو آهي؟<br>٣- پوريءَ تور جي خبر ڪيئن پوندي آهي؟<br>٤- سئيءَ ڏاران ساهمين مان اها خبر ڪيئن پوندي آهي؟ |

| | | |
|---|---|---|
| ساهمي وچ واري ڏاڪي ڪان مٿي جهلي پوري ڪبي آهي. جڏهن ڪانو سڌو سنئون ٿيندو آهي تڏهن تور پوري ڏندي آهي. جن ساهمين ۾ سئي ٿيندي آهي، تن جي سئي جڏهن سڌي بيهندي آهي تڏهن تور پوري ٿيندي آهي. | | |
| (ج) فاعدا<br>ساهميءَ جي ڪري اسان کي گهڻي سهوليت آهي: ساهمي سان تورڻ ڪري ڪنهن به شيءِ جي پوري تور جي خبر پوي ٿي. ساهمي نه هجي ته | مٿئين طريقي سان | ١- ساهمي اسان کي ڪهڙي ڪم ٿي اچي؟<br>٢- ساهمي نه هجي ته جيڪر انهن شين جي تور جي خبر ڪيئن پوي؟<br>٣- ان ڪري ساهميءَ مان اسان کي ڪهڙو فائدو آهي؟ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | جيڪر اسان کي شين وڻ ۾وڪڻ ۾ گهڻي تڪليف ٿئي. | | |
| ٤. اٽلاڻي | دؤر زباني طرح ٻارن کان ساهميءَ جو بيان ڪرائڻ | هڪ هڪ ڪري شاگردن کان ساهمي جوزباني بيان ڪرائڻ منجهي پوڻ جي حالت ۾ بورڊ جي اختصار ڏانهن توجهه ڏيارڻ ۽ ٻي رهبري ڪرڻ. | ١ـ هاڻي مون کي ساهميءَ جو بيان ڪير ڪري ٻڌائيندو؟<br>٢ـ تون ٻڌاء ته ساهمي ڪيئن نهيل آهي؟<br>٣ـ ساهميءَ سان تور ڪيئن ڪبي آهي؟<br>٤ـ ساهميءَ مان ڪهڙا فائدا آهن؟<br>٥ـ هاڻي ساهميءَ جو سڄو بيان ڪري ٻڌاء؟<br>٦ـ تون ٻڌاء؟ |

# ٩- سبق جو نوٽ

**درجو:** چوٿون

**ڪم:** مضمون نويسي (ياءِ ڏانهن)

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | نالو ڪيائڻ | سوالن ذريعي | ١- تنهنجو وڏو ياءُ ڇا ڪندو آهي؟<br>٢- ڪهڙي شهر ۾ رهندو آهي؟<br>٣- ان کي ڪجهه احوال ڏيڻو هجيئي، ته جيڪر ڇا ڪرين؟ | |
| ٢. مراد | اڄ مان اوهان کي وڏي ياءُ | ڏانهن خط لکڻ جو | نمونو سيکاريندس. | |
| ٣. نئون سبق | خط لکڻ بابت سمجهاڻي<br>(الف) هنڌ ۽ تاريخ<br>جنهن شهر يا ڳوٺ مان خط لکجي ان جو نالو خط جي ساڄي ڪنڊ تي مٿان لکجي ۽ ان | ســوالـن ذريعي سمجهاڻي بورڊ تي لکي ڏيکارڻ | ١- اوهان جي ياءُ کي ڪيئن خبر پوي، ته اوهان خط ڪٿان لکيو آهي؟<br>٢- شهر جو نالو خط ۾ ڪٿان لکجي؟<br>٣- شهر جي نالي کان پوءِ ڇا لکڻ گهرجي؟ | |

| | | |
|---|---|---|
| جـي هينيان ان ڏينهن جي تاريخ مهينو ۽ سال لکجي | | |
| **(پ) عبارت** برادرم صاحب سدا سلامت | سوالن ذريعي. | ١- اوهان پنهنجي وڏي ڀاءُ سان جيڪڏهن روبرو ڳالهايو ته ڪيئن سڏ ڪري ڳالهايوس؟<br>٢- ڀاڻس ٻاهر رهي ٿو ان لاءِ ڪيس ۾ ڪهڙي دعا ڪندا؟<br>٣- هاڻي اهو بورڊ تي ڪير لکائيندو؟<br>٤- ڪير پڙهي ٻڌائيندو؟ |
| **(ج) شروعات** اسلام عليڪم ورحمت الله، نيازن بعد احوال ته هت سڀ خير آهي اميد ته اوهان ڏانهن به ڏئي تعاليٰ جي مهرباني سان سڀ خير هوندو. | مٿئين نموني ۾ | ١- پهريائين ڪنهن نه ماڻهوءَ سان ملبو ته ڇا ڪبو آهي؟<br>٢- سلام ڪرڻ بعد پيو ڇا ڪبو آهي؟<br>٣- خيريت جو احوال ڪيئن ونبو آهي؟<br>٤- پنهنجي سک سلامتيءَ جو احوال ڪيئن ونبو آهي؟<br>٥- هاڻي اهو خط ۾ ڪيئن لکجي؟ |
| **(د) احوال** دادا، هاڻي مان چڱي محنت سان | مٿئين نموني ۾ | ١- هاڻي پنهنجي ڀاءُ کي ۾ ڪهڙي خبر چار لکندا؟<br>٢- اهو بورڊ تي ڪير لکائيندو؟ |

پيو پڙهان ۽ ڪلاس
۾ پهريون نمبر
آهيان. منهنجو
استاد هيڊ ماستر
مون مان تمام
خوش آهن. هو
چون ٿا ته توکي
اسڪالرشپ جو
امتحان ڏيارينداسين
پاس ٿيندين، ته
انگريزي اسڪول ۾
توکي ١٠ روپيه
د رماه اسڪالرشپ
ٿيندي. ان ڪري
مان تمام گهڻي
محنت پيو ڪريان.

دادا، مان
اسڪالرشپ کٽندس
ته پوء اوهان وٽ
اچي رهندس. گوٺ
موکل تي اچو ته

| | | | |
|---|---|---|---|
| | منهنجي لاءِ نئين ٽوپي ضرور وٺي اچجو.<br>**(ھ) پڄاڻي**<br>ٻيو سڀ خير آهي. سلام سڀني گهر جي ڀاتين جا رسن. | مٿين نموني. | ۱- خط جي احوال پوري ڪرڻ بعد ڇا لکبو؟<br>۲- پنهنجو نالو ڪيئن آڻجي؟<br>۳- بورڊ تي ڪير لکائيندو؟ |
| **۵. استعمال** | خط نوٽبڪ يا سليٽ تي، لکائڻ. | خط جي جدا جدا ڀاڱن جي ذهن نشين ڪرڻ بعد شاگردن کي مٿين نموني ۾ پنهنجي وڏي ڀاءُ ڏانهن خط لکڻ لاءِ چوڻ. | ۱- هاڻي خط لکڻ لاءِ ڀريائين ڇا ڪجي؟<br>۲- هتي ۾ تاريخ ڪٿي لکجي؟<br>۳- ٻيو ڇا لکجي؟<br>۴- پنهنجي وڏي ڀاءُ ڏانهن خط لکڻ وقت عبارت ڪهڙي لکجي؟<br>۵- عبارت بعد خط جي شروعات ۾ ڇا لکبو؟<br>۶- شروعات کان پوءِ ڇا لکبو؟<br>۷- احوال ڏئي پورو ڪجي ته پوءِ ڇا لکجي؟<br>۸- هاڻي اهڙو خط اوهين پنهنجي ڪاپين يا سليٽن تي لکو! |

## بورب جو اختصار

حيدرآباد سنڌ

٩-٨-٤٨

برادرم صاحب سدا سلامت

اسلام عليڪم و رحمت الله.

نياز بعد احوال تہ هت سڀ خير آهي. اميد تہ اوهان ڏانهن بہ ڌڻي تعاليٰ جي مهرباني سان سڀ خير هوندو.

دادا، مان هاڻي چڱي محبت سان پيو پڙهان ۽ ڪلاس ۾ بہ پهريون نمبر آهيان. منهنجو استاد ۽ هيڊ ماستر صاحب مون مان تمام خوش آهن. هو چون ٿا تہ توکي اسڪالرشپ جو امتحان ڏياريندا سين. پاس ٿيندين، تہ انگريزي اسڪول ۾ توکي ڏه روپيہ درماه اسڪالرشپ ملندي، ان ڪري مان تمام گهڻي محنت پيو ڪريان.

دادا، مان اسڪالرشپ کڻندس تہ پوءِ اوهان وٽ اچي رهندس. اوهين هن موڪل تي گوٺ اچو تہ منهنجي لاءِ هڪ نئين ٽوپي ضرور وٺي اچجو. پيو سڀ خير آهي. سلام گهر جي ڀاتين جا رسن.

بنده نجم الحسين

# ١٠- سبق جو نوٽ (ھ) صورتخطي

**درجو:** ٻيو
**ڪم:** صورتخطي.
**مراد:** شاگردن جي ٻڌڻ ۽ لکڻ جي طاقت جي آزمائش ڪرڻ ۽ سندن صورتخطي سڌارڻ.

| ٽپ | مضمون | ريت | سوال ۽ حڪم | شڪل |
|---|---|---|---|---|
| ١. شروعات | (الف) تياري | شاگردن جي لکڻ جي سامان جي تياري جاچڻ | ١- سڀئي پنهنجون سليٽون ڏيکاريو!<br>٢- سڀئي پنهنجون پينون ڪيو! | |
| | (ب) رٽيل ٽڪر<br>..................<br>.................. | رٽيل ٽڪر شاگردن کي ڏيکارڻ ۽ پڙهائڻ | ١- ڪالهه مون اوهان کي هن ٽڪر کي جاچڻ لاءِ چيو هو، اڄ وري ان کي ڏسو ته لکون!<br>٢- تون پڙهي ٻڌاءِ. | |
| ٢. مراد | هائي اهو ٽڪر | سليٽن تي لکنداسين | ١- اهو ٽڪرو ٻڌي وچو! | |
| ٣. نئون سبق | (الف) رٽيل ٽڪر پڙهي وڃڻ. | رٽيل ٽڪر شاگردن کي صاف ۽ چٽي نموني ۾ پڙهي ٻڌائڻ. | | |

| | | |
|---|---|---|
| (ب) ٽڪر لکائڻ | ٽورو ٽورو ڪري رکيل ٽڪرو ٻارن کي لکائڻ. وري وري چوڻ کان پاڻ روڪڻ شاگردن جي ويهڪ ۽ لکڻ جي ڍنگ تي چوکسي رکڻ. | ١– هاڻي لکو! |
| (ج) وري پڙهي ٻڌائڻ | وري پڙهي ٻڌائڻ ۽ شاگردن کي درستين ڪرڻ لاءِ وجهه ڏيڻ. | ١– هڪ دفعو وري ٻڌو ۽ پنهنجون غلطيون سڌاريو! |
| (د) سليٽون جاچڻ | شاگردن کي دستڪاريءَ جو ڪوبه ڪم ڏيڻ، پٽيون سليٽون گڏ ڪري چڪاس شروع ڪرڻ. | ١– سليٽون اپٽيون ڪري، هن پني مان پاڻيءَ جو جهاز ناهيو! |
| (هه) چوڪون درست ڪرائڻ | سوالن ذريعي ٻارن جي ڪيل عام غلطين کي درست ڪرڻ. | |

**بورڊ جو اختصار**

صورتخطي.

# باب نائون

## مثالي سوال ۽ جواب

پرائمري اسڪولن لاءِ وري سڌريل نصاب ۾ مادري زبان جي سيکارڻ جا جيڪي مقصد چاٽايل آهن، تن جو بيان لکو ۽ ٻڌايو تہ اهي مقصد ڪيتري قدر موزون آهن؟
(جواب صفحو ١٠-١٥)

٢- پرائمري اسڪولن جي سڌاريل نصاب ۾ مادري زبان بابت چاٽايل مقصدن جي حاصلات لاءِ اوهين درسي ڪتاب ڪيئن استعمال ڪندا؟ (جواب: مختصر مقصد ڏيئي ڪتاب ڪي پڙهائڻ، ڳالهائڻ يا لکائڻ جي ڪم واسطي استعمال ڪرڻ جو طريقو ٻڌائجي.)

٣- ٻوليءَ سيکارڻ جا گهڻا طريقا پڙهيا آهيو؟ اوهان ڪي انهن مان ڪهڙو پسند آهي ۽ ڇو؟ (جواب: ١٤-٢٦ پنهنجو رايو دليلن سان ڏجي.)

٤- الف - ب ذريعي ٻولي سيکارڻ ۾ اوهان ڪي ڪهڙا فائدا حاصل ٿا ٿين، اهي فائدا ٻين طريقن مان ڪيتري قدر حاصل ٿي سگهندا؟ (صفحو ٢٠ ۽ رايو)

٥- جديد پهرئين ڪتاب جي پڙهائڻ ۾ اوهان ڪي ڪهڙي تڪليف محسوس ٿي ٿئي؟ ان جو علاج ڪيئن ڪجي؟ (پنهنجو آزمودو ۽ رايو ڏجي.)

٦- جملن ۽ آکاڻيءَ ذريعي ٻولي سيکارڻ جي وات ڪهڙي آهي، اوهان جو انهن طريقن بابت ڪهڙو رايو آهي؟ (١٩-٢٦)

٧- ”مادري زبان اسڪولي نصاب جو مکيہ ۾ مکيہ ڪم آهي“، ان چوڻيءَ جي صداقت بابت بحث ڪريو ۽ دليل ڏيو. (٤-٨ ۽ ٢٧-٢٨)

٨- مادري زبان ۽ ٻين نصابي ڪمن جي رشتيداري ڇو ضروري آهي؟ انهيءَ رشتيداريءَ جي قائم ڪرڻ جا طريقا بيان ڪريو. (٢٧-٣٣)

٩- اوهان جي خيال موجب مادري زبان جي سيکارڻ ۾ درسي ڪتاب ڪي ڪهڙو پارٽ ادا ڪرڻ گهرجي. (٨-٨٦)

١٠- مادري زبان جي سيکارڻ ۾ درسي ڪتاب کان سواءِ ٻيا ڪهڙا طريقا اختيار ڪندا، جيئن شاگردن کي زبان ۾ مڪمل تربيت ملي سگهي. (١١٠-١٣١).

١١- ”ٻوليءَ جو زباني استعمال ڪرائڻ تحريري ڪم سيکارڻ جو عمدي ۾ عمدو طريقو آهي“، اها چوڻي ڪيتري قدر درست آهي سو دليلن سان بيان ڪريو. (٣٤-٣٥).

١٢- اسڪول ۾ زباني ڪم هلائڻ لاءِ ڪهڙا استعمال ڪم آڻيندا. درسي ڪتاب سان ڪهڙا زباني استعمال لاڳو ڪري سگهندا؟ (٣٧-٤٦).

١٣- ”تقرير ڪرڻ اڄ ڪلهه جي شهرواسين جي هڪ ضروري لياقت آهي.“ اهو گفتو ڪيتري قدر صحيح آهي. اوهين پنهنجي اسڪول ۾ ان لاءِ ڪهڙا اپاءَ وٺندا؟ (رايو ڏجي ۽ ٤٧-٤٨ صفحي جو اختصار).

١٤- شاگردن کي پنهنجي زبان جي استعمال ۾ ماهر بنائڻ لاءِ اوهين آکاڻيءَ جو استعمال ڪهڙي دستور ۽ ڪهڙن موقعن تي ڪم آڻيندا؟ (٤٠-٤٢).

١٥- پرائمري اسڪولن جي ٻارن ۾ آواز جون ڪهڙيون خاميون ڏسڻ ۾ اينديون آهن، انهن جا سبب ۽ علاج ٻڌايو. (٤٨-٥٢).

١٦- پرائمري اسڪولن جي شاگردن ۾ درست تلفظ جي عادت پيدا ڪرڻ واسطي اوهين ڪهڙي ڪوشش وٺندا. [زباني ڪم جي اهميت بيان ڪجي ۽ استاد جي رهبريءَ جو اشارو ڏجي.]

١٧- ”پڙهڻ، لکڻ جو بنياد آهي.“ اها چوڻي ڪيتري قدر صحيح آهي؟ اوهين ٻارن ۾ پڙهڻ جي عادت پيدا ڪرڻ لاءِ ڪهڙي ڪوشش وٺندا. ڪهڙا وسيلا استعمال ڪندا؟ [٨٧ ۽ ١١٩].

١٨- پڙهڻ جا ڪهڙا مختلف طريقا سکيا آهيو؟ هرهڪ جا فائدا بيان ڪريو. [٧٢-٨].

١٩- ٻارن کي بلند آواز سان پڙهڻ سيکارڻ ۾ ڪهڙيون خبرداريون ڪرڻ ضروري آهن. [٧٢-٧٦].

٢٠- ”خاموش خواني پڙهڻ جو بهترين طريقو آهي“ ان لاءِ دليلن سان پنهنجا رايا ڏيو.

٢١- ٻارن ۾ وندر واسطي مطالع ڪرڻ لاءِ اوهين چاهه ڪيئن پيدا ڪندا؟ اهڙو مطالع اسان جي علم ادب کي ڪهڙي مدد ڪري سگهي ٿو. [٧٩-٨١].

٢٢- خانگي مطالع کي همٿائڻ لاءِ اسڪول ۾ ڪهڙو بندوبست هئڻ گهرجي. [زباني ڪم ۽ لائبرري جي فائدن جو ذڪر ۽ استعمال جو طريقو ڏجي.]

٢٣- پهرئين درجي جي ٻارن کي درسي ڪتاب شروع ڪرائڻ کان اڳ ڪهڙي تياري ضروري آهي. [٨٩-٩١].

٢٤- پرائمري اسڪولن جي ٻارن کي لغت استعمال ڪرڻ جي تربيت ڏيڻ اوهان جي نظر ۾ ڪيتري قدر ضروري آهي. ان لاءِ ڪهڙا قدم ضروري آهن؟

٢٥- پرائمري اسڪولن ۾ ڪلاس لئبرري ڪيتري قدر ضروري آهي. پرائمري اسڪولن جي لئبرري جون ڪهڙيون خاص ضرورتون آهن، جن لاءِ اوهان ڪوشش ونندا. [١٠٥-١٠٨].

٢٦- جيڪو ڪم استاد درسي ڪتاب تي شروع ڪري ٿو، اهو لئبريءَ جي ڪتاب پڙهڻ سان ختم ٿئي. انهيءَ گفتي ۾ ڪيتري قدر صداقت آهي، ان لاءِ اوهين پنهنجا رايا ڏيو. [١٠٥-١٠٨].

٢٧- "درسي ڪتابن ۾ شعر هڪ سوڪڙي طور درج ڪيل آهي." انهيءَ گفتي سان اوهين ڪيتري قدر شامل راءِ آهيو. شعر جي سيکارڻ جو صحيح طريقو ڪهڙو آهي؟ [١٠٨-١١٧].

٢٨- پهرئين درجي جي ٻارن کي لکڻ سيکارڻ واسطي درسي ڪتاب مان ڪهڙو فائدو ونندا؟ [مشق ۽ اندن جو استعمال ڪتاب مان ڪرائڻ.]

٢٩- اسڪولي شاگردن جا اکر ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندا ٿا وڃن. ان جا سبب ۽ علاج ٻڌايو. [١٢٠-١٢٩].

٣٠- جناب عاليشان ڊئريڪٽر صاحب تعليم ڪاتي جي، اکرن جي سڌاري واسطي اندن پرائڻ لاءِ تاڪيد ڪيو آهي. اوهين ٻارن کان اندا ڪيئن پرائيندا ۽ پيو ڪهڙو استعمال ان سان شامل ڪندا؟ سليٽ يا پٽي ان ۾ ڪهڙو ڪم ڏيئي سگهندي؟ [طريقو ڏيئي سليٽ يا پٽيءَ جو ڪم ڏيکارڻ].

٣١- مشق ڪاپيءَ کي ٻارن جي اکر سڌارڻ واسطي ڪيئن استعمال ڪندا؟ [١٢٥-١٣٧].

٣٢- پرائمري اسڪولن ۾ صورتخطي لکائڻ جا ڪهڙا مقصد آهن؟ اوهين اهي ڪيئن حاصل ڪندا؟

٣٣- ٻارن کي لفظن جي درست هجي سيکارڻ لاءِ اوهين ڇا ڪندا؟ آوازن ذريعي لفظ سيکارڻ ان مقصد کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪيتري قدر آساني پيدا ٿو ڪري؟ [١٣٢-١٣٧].

٣٤- پرائمري اسڪولن جي شاگردن کي مضمون سيکارڻ واسطي موضوعن جي انتخاب ۾ ڪهڙي خبرداري ڪرڻ گهرجي؟ ان جو مقصد ڪهڙو آهي؟ [١٢٧-١٣٩].

٣٥- ٻارن ۾ تحريري مادري ڪرڻ واسطي اوهين ڪهڙا ڪهڙا استعمال ڪم آڻيندا؟ [١٤-١٦٣ اختصار].

٣٦- اسڪول ۾ گرامر سيکارڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ اوهين جيڪر ان جي سيکارڻ واسطي ڪهڙو طريقو استعمال ڪريو؟ [١٥٨-١٦٤].

٣٧- ”زبان جي تعليم، گرامر سيکارڻ کان سواءِ به ڏيئي تي سگهجي“. ان گفتي جي تشريح ڪريو ۽ ان جي موافقت يا مخالفت ۾ دليل ڏيو. [١٤٧-١٦٤] پڙهي پنهنجي راءِ ڏجي].

٣٨- مادري زبان جي تعليم لاءِ رانـد روند جـو طريقو ڪيتري قدر ضروري آهي؟ چند استعمالن جا مثال ڏيو؟ [١٦٥ کان ١٧٥].

٣٩- مادري زبان جي استاد لاءِ ڪهڙيون لياقتون ضروري آهن؟ [٢٠٧-٢١٥].

٤٠- سيکارڻ جي ڪم ۾ سبق جا نوٽ ڪيتري قدر ضروري آهن؟ استاد کي انهن مان ڪهڙو فائدو وٺڻ گهرجي؟ [١٧٥-٢٢٠].

٤١- پهرين درجي کي **تيلي** لفظ سيکارڻ لاءِ سبق جو نوٽ لکو. [نوٽ ڏجي ٢٦٧ جي ترتيب تي].

٤٢- پهرين درجي کي **چونري** لفظ سيکارڻ لاءِ سبق جو نوٽ لکو.

٤٣- پهرئين درجي کي **سڪون** يا **تشديد** واري ڪنهن به لفظ سيکارڻ لاءِ سبق جو نوٽ لکو [سبق جو نوٽ نمبر ١ ۽ ٢].

٤٤- ٻئي درجي کي ”ڪتي ۽ سندس پاڇي“. واري ڳالهه سيکارڻ لاءِ سبق جـو نوٽ لکو. [نوٽ نمبر ٣].

٤٥- چوٿين درجي کي ”بهار“ جي نظم سيکارڻ لاءِ سبق جو نوٽ لکو.

٤٦- ٽئين درجي کي ساهميءَ تي تقريري مضمون سيکارڻ لاءِ سبق جو نوٽ لکو.

٤٧- پنجين درجي کي پهرين ڇئن زمانن سيکارڻ لاءِ سبق جو نوٽ لکڻ.

# باب ڏهون

## سنڌ جي تربيتي ادارن لاءِ

### مادري زبانن جي اصولن لاءِ مقرر ڪيل نصاب اصول
### مادري زبان

**۱- تعليم مادري زبان:**

الف- پرائمري اسڪولن لاءِ وري سڌاريل نصاب ۾ مادري زبان جي سيکارڻ لاءِ مقرر ڪيل مقصدن جي واقفيت.

ب- پڙهڻ سيکارڻ جا مختلف طريقا (۱) الف- ب وارو طريقو. (۲) لفظن وارو طريقو. (۳) جملن وارو طريقو. (۴) مضمون يا آکاڻين وارو طريقو.

ج- مادري زبان جو ٻين ڪمن سان تعلق.

**۲- ڳالهائڻ:**

الف- ٻار کي آواز ٻڌڻ، هنڌائڻ ۽ ورجائڻ جي تربيت ڏيڻ.

ب- ٻار کي درست آواز، اُچار ۽ لاڳيتي ڳالهائڻ جي تربيت ڏيڻ.

**۳- پڙهڻ:**

الف- سٺي پڙهڻ جون نشانيون: صفائي، رواني ۽ ٻڌندڙ لاءِ چٽائي.

ب- نثر ۽ نظم پڙهڻ ۾ ان جي نون لفظن، اصطلاحن ۽ جوڙجڪ تي خاص توجه ڏيڻ.

ج- پرائمري اسڪولن جي چوٿين درجي تائين ٻارن جي درسي ڪتاب کي مادري زبان جي تعليم لاءِ بنياد طور ڪم آڻڻ.

د ـ صورتخطي ۽ هجي جي استعمال ڪي ٻارن جي پڙهڻ ۽ لکڻ جي طاقت آزمائڻ لاءِ ڪم آڻڻ.

**(هه) پڙهڻ جا طريقا:**

[١] بلند آواز سان پڙهڻ [مضمون سمجهائڻ لاءِ استاد جي مدد سان ۽ ٻوءِ ان ڪان سواءِ].

[٢] خاموش خواني [مضمون سمجهائڻ لاءِ استاد جي رهبري هيٺ].

[٣] وندر لاءِ پڙهڻ [آزادانه طور].

[٤] لغت جي ڪتاب جو استعمال.

[٥] ڪلاسي لئبررين جي ڪتابن جي واقفيت ۽ انهن مان چوندڪرڻ جا اصول.

[٦] نسخه پڙهڻ.

**٤. گرامر:**

[١] گرامر پڙهائڻ جو مقصد [٢] ان جي سيکارڻ لاءِ درسي ڪتابن ۽ ڪلاسي لئبرري جي ڪتابن ۾ ڏنل مواد مان مدد وٺڻ.

**٥. مضمون:**

[١] زباني ڪم ۽ تحريري ڪم جو هڪٻئي سان تعلق پيدا ڪرڻ. [٢] ڪلاس جي لياقت آهر مضمون جي موضوع جي چوند ڪرڻ، ۽ انهن موضوعن جو ٻارن جي روزاني زندگيءَ سان تعلق پيدا ڪرڻ. [٣] ذاتي اظهار. [٤] تحريري مضمونن جو هڪٻئي سان تعلق پيدا ڪرڻ. انهن ۾ استاد جي طرفان ڏنلن ٽپن جو واجبي ۽ غير واجبي استعمال.

**٦. لکڻ:**

[١] لکڻ سيکارڻ لاءِ شروعات ۾ آڱر، چاڪ ۽ قلم جو استعمال ڪجي يا پينسل؟

[٢] سٺي لکڻ جون نشانيون: صفائي، هڪجهڙائي ۽ رفتار جي تيزي، انهن خوبين جي پيدا ڪرڻ جا طريقا. اندا پرڻ، بليڪ بورڊ ڪم آڻڻ ۽ صورتخطي لکائڻ. [٣] وبهڻ جو درست نمونو. پٽي ۽ قلم ۾ مس جي تياري ڪرڻ، جهلڻ يا ڪم آڻڻ جو صحيح طريقو.

**نوٽ:** ٽريننگ ڪاليج جي هرهڪ شاگرد کي مٿين سڀني اسمن ۾ راند روند جي طريقي استعمال ڪرڻ جي عملي واقفيت هئڻ گهرجي.

**٧. پڙهڻ:**

[٧] معنيٰ خيز نموني ۾ پڙهڻ، بيت پڙهڻ ۽ تقريرون ڪرڻ. [٢] پرائمري اسڪول ۾ وقت بوقت ٽيندڙ جلسن ۽ ٻين موقعن لاءِ، مناسب تقرير ڪرڻ جي ٻارن ۾ لياقت پيدا ڪرڻ. [٣] ٻارن ۾ پرائمري اسڪولن جي چوٿين درجي تائين موزون نموني ۾ آکاڻي ٻڌائڻ جي لياقت پيدا ڪرڻ. [٤] ڪو مضمون پڙهي، يڪدم سمجهي، ان جي مکيه حقيقتن کي اختصار جي صورت ۾ لکو.

**نوٽ:** ٽريننگ ڪاليج جي هرهڪ شاگرد کي ٻارن کي پڙهڻ سيکارڻ لاءِ چارٽن جو هڪ سيٽ يا پيو سامان ٺاهڻو آهي، جو امتحان وقت ڏيکاري، پڇاڙيءَ ۾ پاڻ سان کڻي وڃن. ٻارن کي پڙهڻ سيکارڻ لاءِ شاگردن کي دفترين مان اکر ۽ اکرن جون مختلف ملاوٽون ۾ اهڙيون ٽڪليون به ٺاهڻيون آهن. ازانسواءِ ڪين ڪنهن ٻئي ڪم ڪندي، ٻارن کي انهن سان مشغول رکڻ جو ڏانءُ اچڻ گهرجي.

پورو ٿيو

انڊس پرنٽرس، رسالا روڊ، سوسائٽي، حيدرآباد (پاڪ) ۾ ڇپيو.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٿِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، چاڻَ، سمجھہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)